# روحاني حياتيون ۽ آتمڪ ڳالهيون

[ نئين سر سڌاريل ]



ليکڪ:-
پرمانند آڏواڻي "خاڪي"

[ ڪاپيون ٢٥٠

١٩٧٤

ٻيو ڀيرو ]

# ڪتابن ملڻ جا هنڌ

1. **Jethanand Babani**, 8, Sawan Sadan, 2nd Floor, Plot 274, Road 36, Bandra, Bombay–50
2. **Jethanand Babani**, C/o Satguru Frame Crafts, 333, Dr. D. N. Road, Fort, Bombay–1
3. **R. P. Advani**, Sector I, Flat 924, Central Govt. Quarters, Koliwada, Bombay–37
4. **Lachmandas Mohinani**, C/o Gentry, 608, Girgam Road, Dhobi Talao, Opp. Silk Bazar, Bombay–2
5. **Rewachand Godhumal**, Block 52/4, Old Rajendra Nagar, New Delhi–60
6. **Naraindas Samtani**, Babu Mohalla, Kaisar Ganj, Ajmer (Rajasthan).
7. **Mahesh Pustak Bhandar**, Babu Mohalla, Kaisar Ganj, Ajmer (Rajasthan).
8. **Shangrila Tailors**, Nazirabad, Lucknow–1
9. **Parmanand Advani**, Krishna Niwas, 155, Talab Gangni Shukul (Model Houses), Lucknow–1

ساڳئي ليکڪ جا لکيل ڪتاب:-

١- روحاني حياتيون ۽ آلمڪ ڳالهيون (الرهالجي هٿ ۾ آهي)
٢- جمپ صاحب (ارت سان) ۽ دنيا چمڪ.
٣- روميءَ جو روحاني خزانو.
٤- مڪتيءَ جي راهه.
٥- سالڪ جو مهر (ستسنگ).

# فهرست

# سنت سکيا

١- ٻوڙي مَن لي متان، ڪر ڀلي سنسار،
ستگر ملاح ملڻ ٿا، ٻيڙي لنگهي ٿي پار.

٢- ستگر دل دٻلي ٻر، رکيو مالڪ ڀاڻ،
هيري امولڪ رتن، گرو ڪري ڄاڻ.

٣- ستگر سولي پنجي، جو هجي شبد سروپ،
لو ذاري هود شبد لي، ستگر مالش روپ.

٤- شبد گجي اندر ٻر، ڪل مالڪ ظهور،
روم روم ستگر جي، شبد سان ڀرپور.

٥- گرو ميلي شبد سان، شبد ملائي ٻار،
ڪنجي هٿ گروءَ جي، کولي ٻجر ڪپار.

٦- طالب جو تا واسطو، ڪٿهن ڏٺو ڏيويءَ نسان،
هن جا ڪارج سڌ ٿيا، سارا گروءَ منجهان.

٧- ٿاجي پيتو شبد سب، شبد رهي ڀرپور،
شبد ڏسي اولي ٻڌي، ڳهت آن جي نور.

٨- ٻوڙا اندا جيڙ جيسي، شبد لي سڻ ڏسن،
ٻلهار ستگر تان ٿيان، جو کولي اکيون ڪن.

٩- موهت ٿير معشوق، هڪ لعلون لعل گلزار،
اندران لڌو عاشقن، ٻاهر ڏولڏي گنوار.

# بہ آکر

سنڌي پاٺرن اڳيان سولي‏ء سڌيء طرح، روحانيت پيش
ڪرڻ جي لحاظ کان هي ڪتاب لکيو ويو آهي. اسانجي سن
جا ڪامل درويش ۽ سنت، روحانيت جي خزانن جون ڪاٺيون
ڇڏي ويا آهن ۽ جي انهن ڪاملن جي ٻوليء ۾ ئي، سچي
طرح سمجهي سگهجن ٿيون. ٻيء حالت ۾ اهي سڀ روحاني
ڪاٺيون پورا ئي رهنديون ۽ سنڌي پاٺر، انهن جو سچو
فائدو وٺي ڪين سگهندا. هن ڪتاب ۾ ڪي ڳالهيون چونڊي،
انکي هڪ گلدستي طرح ٺاهيو ويو آهي، تنهنڪري مان سچڻ
ليڪن کان ڪميا چاهيان ٿو.

مان پنهنجي ٻزرگ دوست، ديوان درياڻي لال ڪپور،
رٽائرڊ سيشن جج پنجاب، جنهن بياس جي سنت ستگرن جو احوال
پنهنجي اردو ڪتاب، 'فردوسي بر آن روء زمين'، ۾ ڏنو آهي.
تنهن جي صلاح ۽ موڪل سان، انهن حياتين جو ڪجهه احوال
هن ڪتاب ۾ ڏنو ويو آهي، تنهن لاء سندس شڪرگذار آهيان.

هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سنه ١٩٦٨ع ۾ ڇپايو ويو هو،
جو هڪدم کپي ويو. هي ٻيو ڇاپو وري نئين سر سڌاري
لکيو ويو آهي. هن وقت ڪاغذ جي قيمت، انکل ٽيڻي
وڃي ٿي آهي. تنهنڪري ڪتاب جي قيمت وڌايل آهي.

مان انهن سڄڻن جو بلڪل ٿورائتو آهيان، جن هن ڪتاب
جي ڇپائڻ ۾ مونکي همت ۽ اُتساه ڏنو آهي. شل سچو سائين
ڪين پرمارٿ جي راه ۾ وڌيڪ شوق ۽ سوجهي ڏيندو.

"لون سمو[1] آءٌ گندري، مون ۾ عيبن لک،
هن مهنجي حال جي، لوڪي سڀ پرک[2]،
ڪارڻ رب الک، متان ماڳر[3] ميٽئين." (شاه صاحب)

پرمارٿي ڪتاب ناولن وانگر لڪڙو ڪين پڙهڻ گهرجن.
ر ڌيري ڌيري بار بار پڙهڻ گهرجن.

[لکنو، ١٥ مارچ ١٩٧٤ع] پرمانند آڏواڻي "خاڪي"

---

(١) سمو=پيتار (٢) پرک=سڌ (٣) ماڳر=رستو.

# چڪرن جو نقشو




انسان جي اندر ڇهه چڪر ان اکين جي مٿان ۽ ٻيا ڇهه چڪر اکين جي هيٺان آهن، جي مٿين چڪرن جا پاڇا آهن ۽ اهي سڀئي روحانيت جي ڪم جا نه آهن. هيٺين ڀاڱي کي ڪامل سنتن قبر ڪري سڏيو آهي. مالڪ جي ملڻ لاءِ، ڪامل سنتن جو اپاءُ، ٽيسري تل کان شروع ٿي، سچ کنڊ تائين وڃي ٿو. پر هيٺين چڪرن جو اپاءُ، جو هيٺين ڊوجن جي يوگين ۽ فقيرن جو رستو آهي، سو هيٺين چڪرن کان شروع ٿئي ٿو ۽ مشڪل سان ٽيسري تل تائين پهچي ٿو، جنهن ۾ عمر ختم ٿيو وڃي.

# مھاڳ

سچن سنتن ۽ ڪامل فقيرن جي حياتين پڙهڻ سان، اسان کي سڌ ٿي پوي تہ هو ڪيئن نہ محنتون ۽ ڪشالا ڪري وڃي مالڪ ۾ ليِن ٿيا آهن ۽ انهن جو مثال اسين سامهون رکي، هنن جي قدمن ۾ هلڻ جي پيروي ڪري پنهنجو جيون سڦلو ڪريون ۽ ايندڙ نسل لاءِ مثال رکون.

"Lives of greatmen all remind us,
We can make our lives sublime,
And before we depart leave behind,
Foot prints on the sands of time."

هاڻوڪي زماني ۾ اسين چاهيون ٿا تہ عيش آرام بہ ڪريون ۽ مالڪ بہ ملي، اِها ناشدني آهي. هڪ مياڻ ۾ ٻہ ترارون ڪين ماپي سگهنديون.

"ڪيئن ماپيندا من ۾، خودي ۽ خدا،
ٻہ ترارون جاءِ، ناهي هڪ مياڻ ۾."

مالڪ جي راهہ ۾ مڪڻ جي شيخ پچائڻي آهي، پنهنجي رهڻي صاف سچي رکڻي آهي، خودي وڃائي، پيار سان دل نمتار ڪرڻي آهي ۽ محنت ڪرڻي آهي.

"لتيءَ تڏيءَ ڪاهہ - ناهي وٽ وهڻ جي،
مٿان ٿئي اونداهہ - پير نہ لهين پرينءَ جو."

خبر نہ آهي تہ اسين دنيا ۾ ڪيترو وقت هونداسين! جواني اڳيان پيا ۽ بدن وڃي جوان، راهہ رباني وٺي هلندا پيا وڃن. اولاد جي موهہ، عهدي جي لالچ ۽ سستيءَ اهڙو تہ اسان کي قابو ڪيو آهي جو موت ٿي اسان کان وسري ويو آهي. بيمارن کي درد ۾ ڪاريندو ڏسون بہ ٿا، پر پاڻ کي سمجهون ٿا تہ اسين سدائين تندرست هونداسين. اسان جي

خالي هڪ رت جو دورو آهي، جا پاڻيءَ جي نالڪيءَ والگر آهي جنهنجو نل ڪلبل آهي يا بخال مثل آهي، جنهن جي سوراخ مان پاڻي هروقت پيو نڪري. اها نالڪي يا بخال ڪنهن وقت ضرور خالي ٿيندي! ساڳيءَ طرح اسان جي دل پنهنجو دورو بند ڪري ڇڏيندي ۽ اسان جو شريرُ جنهن لاءِ جيتري دنيا مر ڇا نہ ڪيو سين، سو بنہ لسي پيو هوندو!

"ڪايا ڪوٽ ڪچو، آهي مارو مٽيءَ جو،
آهي ساهہ سرير پر، تنهن جوڙي واس رچو،
جنهن ڪي لڏو ان مرن، سو پيري ڪون پچو!
ڪري ليو ڪچو جڏهن ويو ساهہ سرير مون."

ماڻهوءَ جو سرير آهي مٽيءَ جي مٺ پر، جي منجهس ماڻهو اچي وڃي نہ ملائڪن کان بہ مٿي ٿي سگهي ٿو. گل پر ٽي گڻ آهن (۱) سوڀيا (۲) ڪوملتا (۳) سگنڌي. هي انساني گل! تون بہ لٽوت، دنيا ۽ شيوا جا ٽي گڻ ڌارڻ ڪر. جي گلن کان بہ گهڻا ڪٽي وڃين. ماڻهو جيڪڏهن پاڻ سچائي نہ پرماتما جو روپ ٿي پوي ۽ جيڪڏهن پاڻ کي نہ سڃاڻي، پر رڳو ڪرتوت سڌاري، نہ بہ ديوتا ٿي پوي ۽ جي انهن ٻنهي مان ڪجهہ بہ نہ ڪري نہ مٽيءَ جيترو ملهہ بہ نہ لهي.

جيڪا گذري سا گذري هاڻي تہ پاڻ سنڀالبون. "وئي سا وئي، باقي رک رهت سان." سوچ! نہ اهو وقت پري ڪونهي، جڏهن تون سڀني کي وساري ويهندين ۽ اهو وقت وڃڻو پوندو ٿو وڃي، جڏهن تنهنجا پيارا سڀ تو کي وساري ويهندا.

اي انسان! دير نہ ڪر، هڪدم سچي ستگروءَ جي شرن

"هه مسن لسو مٿلا پيا - پيا پر بهت وڪار،
هه من ڪتي ڏوڙيئي - ساڌو ڪر وچار،
گر ڏوارا سڪه ڪا پڙا - صابڻ سرجڻهار،
سرت شلا پر ڌوڙيئي - لڪسي رنگ اپار."

(ڪبير صاحب)

يعني هي من نه گندگيءَ سان ڀريو پيو آهي جنهن پر ڏاڍا وڪار آهن. جڏهن گرو ڏواري تي، سرجڻهار جي صابڻ سان من کي، سرت جي پٿر تي ڌوئيندو، تڏهن ئي من مان انيڪ روپن جا وڪار نڪرندا.

هي انسانيءَ جسم پاڪ سان مليو آهي، تنهن ڪري عيش عشرت، شراب ڪباب ۽ ٻين گندين ڳالهين پر برباد نه ڪر.

عام طرح ماڻهو ڪرم ڪانڊ يا شريعت کي، پرماتما کان به وڌيڪ اهميت Importance ٿا ڏين. هو سمجهن ٿا ته ڌرم جو مطلب آهي، گرنٿ يا پوٿين پر وشواس ۽ پراڻي گذري ويل مهاتمائن پر صدق رکڻ. انهن جا پوڄاري، ظاهري ڏيک ۽ اڏمبر تي موهت ٿيا وشواس رکي ويٺا آهن ته ڪرم ڪانڊ ئي انسان جو مقصد آهن.

اصل پر ڌرم جو سچو مطلب آتما جي مڪتيءَ جو آهي. ڌرم شاسترن پر لکيل رسمون، رواج، انهن جي لکندڙن انهيءَ خيال کان لکيا ته انسان پر پريم، نياپ ۽ روحاني آزادي وڌي. پر ٿي پرستن ۽ ڌرم جي ليڪيدارن جي هٺ پر اهي رسمون رواج، هٽڪڙيون ٿيون، جهڳڙن جو ڪارڻ ٿي پيئون آهن.

منش جنم جو اصلي مطلب آهي پرماتما جو ميلاپ، سندس پريم ۽ ياد پر مگن، خالق سان پيار ڪري، خلقت پر سندس جلوو ڏسڻ، پر اڄڪلهه دنيا جي حالت بلڪل ابتڙ آهي.

"دانى ڪه چيست دنيا - دل از خدا بريدن،
جز عشق او گزيدن - جز ذڪر او شنيدن."

يعني ته هيءَ دنيا ڇا آهي؟ پنهنجي ٻوم پتا پرمالما کان ٻيمڪ لي، ٻن سان نيهن لڳاڻا يا ٻين بابت ڳالهيون ۽ واد وواد ڪرڻ. آلما کي پرمالما پر لين ڪرڻ لي سچو ڌرم آهي. انسان هي آلما اگيان جي پردي م قيد آهي، لنهڪي آزاد ڪرڻو آهي. اهڙيءَ طرح آلما رؤبي قطري ٻا ڦڙي کي، پرمالما رؤبي ساگر م ملائڻ جو نالو آهي ڌرم يا مذهب. سنت مهالما سچي پرمارٿ جي سکيا ڏين ٿا، پر اسين الهيءَ کان بي خبر آهيون.

سنت آگسٽائين، سمنڊ جي ڪناري لي وڃي De Trinitate ٽرنيٽيٽ نالي ڪتاب بابت سوچي رهيو هو، ته هو ڇا ٿو ڏسي ته هڪ ننڍڙو ٻالڪ، هڪ سِپي Shell پر سمنڊ مان پاڻي پري، هڪ سوراخ جو هن واريءَ پر اُلي ٺاهيو هو، لنهن پر پيو اُهو پاڻي وجهي! آگسٽائين پڇيس ته ڇا ڪري رهيو آهين؟ جيالين ته مان سمنڊ خالي ڪرڻ لاء، پاڻي هن ٽڪ پر وجهي رهيو آهيان. لنهن تي آگسٽائين چيس ته لنهنجي سچي محنت اجائي وينديءَ ! ٻالڪ جواب ڏنو ته، اهڙ ڪجهه ته منهنجي محنت مان ٿالدو ٿيندو! اُهڙي نمولي، جيڪي سمجهن ٿا ته پرم سته جي سوجهي، عقل ۽ بڌيءَ جي ڪوشش سان ملي سگهندي، سي الهي ٻالڪ والگر پليل آهن.

سنت مهالمالون الهيءَ ڳالهه تي زور ٿا ڏين ته، فقط ساڌنا وسيلي آلما ۽ پرمالما جو گيان حاصل ٿي سگهي ٿو. الهيءَ کي هو نقد ڌرم چون ٿا يعني ته هن زندگيءَ پر ساڌنا ڪر ۽ جيئري ئي الهيءَ جو عمرصو حاصل ڪر، جهڙيءَ طرح روڪڙا پسا ڏيئي شيءِ خريد ڪبي آهي.

"بخواهد چشم سر معشوق ديدن،
ڪلامش را بگوش خود شنيدن."

يعني جيئري ئي پنهنجي اندرين اک دواران، ٻون ٿوري پرڪاش ڏسي ۽ اندروني ڪن سان، ڪلام الاهي

يا شبد جو آواز پڌ.

موت کان پوءِ مکتيءَ لي ڪهڙو اعتبار آهي؟ انهيءَ نقد ڌرم کي برگس، **کليل ڌرم** (Open Religion) ڪري سڏيو آهي. انهيءَ جي ابتڙ اوڌر ڌرم کي، برگسن **بند ڌرم** (Closed Religion) ڪري ڪوٺيو آهي.

رنتين رسمن جو مجموعو اهو اوڌر جو ڌرم آهي، جو موت کان پوءِ سرڳ يا ٻئي ڦل جو واعدو ڪري. اهو زباني جمع خرچ آهي، جنهن لي ڪوبہ اعتبار ڪونهي. اڄ اسان کي نقد يا کليل ڌرم جي ضرورت آهي. جنهن انسان جو ڌيان، آتمڪ انتيءَ ڏانهن ٿيندو، سوئي پنهنجي اندر روحانيت جو جلوو ڏسي سگهندو.

اسان جي شرير ۾ ڏهہ دروازا آهن. پنج ڪرم اندريون ۽ پنج گيان اندريون، جن جو تعلق جسماني ڪمن ڪرڻ ۾ آهي. پر آتما جو اوزار آهي سُرت يا ڌيان ۽ سمدس گڻ آهي ايڪاگرتا. شبد جي جهنڪار هر وقت انسان جي اندر ٿيندي رهي ٿي. انهيءَ کي ٻڌڻ سان من ايڪاگر ٿئي ٿو. اهو ئي نقد مذهب آهي، جنهن کي سرت شبد يوگ چئجي ٿو. انهيءَ جو ڀيد پورن گروءَ وٽان ملي سگهي ٿو. تنهنڪري ڪامل مرشد ڳولي، انهيءَ کان رستو وٺي، اسان کي هن ئي زندگيءَ ۾ اصل مقصد تي پهچڻ گهرجي.

سنت جي اصل روحانيت جا سچا بادشاه آهن، تن کي گهٽيءَ گهٽيءَ، شهر شهر ۽ ديس پرديس يعني جتي بہ هجن اتي کين ڳولي، سمدس شرڻ وٺي، اڀياس ڪري، هي منش جنم، جو تمام درلڀ ۽ مشڪل ملي ٿو، سو سڦالو ڪرڻ گهرجي. سنتن پرماتما کي ڏٺو آهي، در اصل اهي انهيءَ جا روپ آهن.

”نانڪ ڪا پاتشاهہ دسي ظاهرا.“

يعني نانڪ پنهنجي بادشاه يعني مالڪ کي ظاهر ظهور

ڪري نه ڏي مالڪ! جيترو ڪ مان هن وقت ٻڌس آهيان ۽ هٿ ٻڌل آهيان، پر مونکي الله جي ڪا پرواهه نه آهي، مان نه سندس رضا تي راضي آهيان.

جيڪي ڏنائون، سو سهولي سهه،
نه ڪر آزار اڳيئي، اهڙي مصيبت،
جيڪي ڏنائون، سو سر ڏئي سهه جندڙا،
پر ڇڏ چاڙهون، اي پڻ ڳنڍيو سڄڻين. (شاهه لطيف)

يعني جيڪو به ڏک تڪليف ڏئي، سو سٺو سمجهي، پوڻ گهرجي ۽ الله کي آزار يا مصيبت نه سمجهڻ گهرجي، مصيبت ڏسي ائين نه سمجهو ته مالڪ لوڪي وساريو آهي. پاڻ سان ملائڻ لاءِ مالڪ لوڪي اها تڪليف ۽ ڏک موڪليا آهن.

غيب مان الله وٽ آواز آيو. "اي رابع! افسوس نه ڪر، لوڪي اهو درجو ملندو، جو اڄ تائين ڪنهن کي مشڪل مليو آهي." هوءَ هميشه گهٽ کائيندي هئي ۽ گهٽ سمهندي هئي ۽ رات جو مالڪ جي ياد ۾ مشغول رهندي هئي.

اکين آب وهايو، سڄڻن ساري رات،
ڏهاڙيون وڏ ڦڙو، پرچن نه پرڀات،
پير ڪان برسات، اکين اوڻو سڪيو. (سچل)

اي منهنجون سرتيون! منهنجون اکيون وڏ ڦڙي مينهن وانگر، ساري رات محبوب جي سڪ ۾ زار زار ٻنهي روئن ۽ اهو روئڻ پرڀات تائين به بند نه ٿو ٿئي.

"روئڻ زارون زار، رالو ڏيهان آهه مون." (سچل)

هڪ ڏينهن، رابع جي سيڻ کي رات جو اوچتو جاڳ لڳي. ڪوٺڙي جنهن ۾ هوءَ سمهندي هئي، تنهن جي ڇتي وسائل هئي، پر سيڻ ڏٺو ته اها ڪوٺي سرجهري سان روشن لڳي پئي هئي. رابع هڪ ڪنڊ ۾ مالڪ جي ڌيان ۽ بندگيءَ

۾ وٺي ھٿي ۽ ٻٽي ڇپائين، ”اي منھنجا خاوند! جي مان غلام نہ ھجان ھا، تہ ھڪ پل بہ تنھنجي بندگيءَ کان غافل نہ رھان ھا؛ پر ڇا ڪريان جو بيوس آھيان ۽ ھڪ انسان جي قبضي ۾ آھيان. تنھن ڪري اي محبوب! تنھنجي ياد ۾ دير ٿي ٿي وڃيم.“

”سنا اُٿي جاڳ، سڄڻ نہ ڪجي اُتري،
سلطاني سھاڳ، سڄڻ ڪندي نا ملي“ (شاھ ڀٽائي)

جنھن وقت سيٺ اِھي اکر ٻڌا، تنھن وقت ھو ڏاڍو شرمندو ٿيو. صبح ٿيندي ئي ھن رابع کي چيو، ”ھينئر تون آزاد آھين، توکي جيڏانھن وڻي تيڏانھن وڃي سگھين ٿي، ۽ جي گھر ۾ رھڻ چاھين تہ مان تنھنجي ھر طرح سيوا ڪندس.“ پوءِ ھوءَ اُتان نڪري ڪنھن ٻٽي گوٺ ۾ رھڻ لڳي. ھڪ ڏينھن ڊاڪن آچي اُنھيءَ گوٺ کي ڌاڙو ھنيو. ھو ڪيترو مال ۽ ڪي گوٺ جون ڇوڪريون بہ کڻي ويا. اُجان ھيءَ ننڍي ھئي ۽ شڪل ۾ سھڻي ھئي، تنھن ڪري ڊاڪن ھنڪي وڻجارن وٽ وڪڻي ڇڏيو. جڏھن ھوءَ ٿوري وڏي ٿي تہ وڏي وڻجارا (نائڪا) رابع کي چيو تہ ”بي بي! اسانجو جيڪو پيشو آھي تون بہ اُھو ئي ڪر. ھن پيشي بہ ھنکي گھٽيئي انھيءَ پيشي جون ڳالھيون سمجھايون.

ھڪ رات جو رابع وٽ ھڪ شاھوڪار اُمير آيو. نائڪا اُنھيءَ سان ڳالھہ ٻولھہ ڪئي. نائڪا جيڪي پيسا طئہ ڪيا ويا سي ڪاٽس وٺي، رابع جو ڪمرو بند ڪري ھلي ويئي. رابع امير کي چيو تہ، اُچ تہ پھريان نماز پڙھون، اِي ڳالھہ سڀ پوءِ ٿيندي. نماز اکر ٻن آھي، نم = ڏيکار. آز = آجزي، نئڙت يا ھيٺائين، يعني مالڪ اڳيان تون ھيٺائين ڏيکار. اُنھيءَ نماز يعني بندگي ڪندي، رابع چيو تہ، ”اي مالڪ! ھي ذليل روح مون تنھنجي دروازي وٽ آندو آھي، ھاڻي جيڪي توکي وڻي سو ڪر. نماز پڙھڻ کان پوءِ رابع ھن کي

مڪي جي وڃڻو هئي، ته هن آئي چيو ”اي مالڪ! مان ڪيڏانهن وڃي رهي آهيان، تو ته منهنجي دل قابو ڪري ڇڏي آهي. مان مٽيءَ مان پيدا ٿي آهيان ۽ ڪعبو به ته پٿر جو ٺهيل آهي، مان پٿر کي ڪيڏانهن ڪندس؟ تون ئي مونکي مل.“

”اندر ڪعبو! اندر قبلو! اندر مسجد مندر اندر،
اندر گهٽ ۾ آهي رام- ڇو پيو ڏيهه جا ڏونگر ڏورين؟“

ٻئي دفعي جڏهن مڪي آئي ته جهنگل ۾ ڇا ڏسي ته، ڪعبو سندس آجيان لاءِ اڳيان وڌندو پيو اچي! انهيءَ مهل رابع چيو ”مونکي ڪعبي جي مڪان جي ضرورت نه آهي، پر مونکي ته مڪان جي مالڪ جي ضرورت آهي؛ هن ڪعبي جي عمارت کي ڏسي مان ڇا ڪنديس؟“

”ڇاجو ڪعبو، ڇاجو قبلو- هي سڀ بهانا،
ناقص (ليچ) ليت ڪعبي واري- مرد گهمن مستانا،
سچل سنگور ائين- حق لهن مستانا.“ (سچل)

هڪ دفعي رابع جي گهر ٻه مهمان آيا ۽ ڪاڏو گهرايائون اوڏيءَ مهل رابع وٽ فقط ٻه مانيون رکيل هيون، ايتري ۾ هڪ فقير اچي ٻاهر روٽي گهري. هن اهي ٻئي مانيون انهيءَ فقير کي ڏيئي ڇڏيون. مهمان اهو ڏسي حيرانيءَ ۾ پئجي ويا. انهي وقت آئي هڪ زال آئي ۽ رابع کي چيائين ته فلاڻيءَ زال هي مانيون ڏنيون آهن. هن اهي مانيون ڳڻيون ته ارڙهن هيون. مانيون مائيءَ کي موٽائي ڏنائين ۽ چيائيس ”تون ڀلجي وئي آهين، اهي مانيون منهنجي لاءِ نه ڏنيون ويئون آهن.“ هوءَ واپس هلي وئي ۽ سڄو احوال پنهنجي مالڪڻ سان ڪيائين. هن ٻه مانيون وڌيڪ وجهي، اهي رابع وٽ موڪليون. هن دفعي رابع مانيون ڳڻيون ته ويهه هيون، جي هن مهمانن اڳيان رکيون. جڏهن هو کائي واندا ٿيا، تڏهن انهيءَ ڳالهه جو راز رابع کان پڇيائون. هن جواب ڏنو ته پهرين مون وٽ فقط

۽ ماڻهن هئڻ جي مان لاءِ مهمانن اڳيان ڪيئن رکان ها؟ تنهن ڪري اهي مون شهر کي ڏئي ڇڏيون ۽ مالڪ کي عرض ڪيم ته، تو هڪ ٻڌڙان ڏهه ڏينهن جو واعدو ڪيو آهي ۽ الهيءَ ٻالهه جو مونکي ڀڪو ڀروسو آهي، هاڻي اهي نه ماڻهون تنهنجي ٿالي ۾ ڏيان. جڏهن ماڻيءَ اوڙهن ماڻهون آڏيون، تڏهن سمجهيم ته اهي اوڙهن مون ڏي ڪڏهن به نه موڪليون ويئون آهن، هر حالت ۾ مون ڏانهن ويهه ماڻهون موڪليا ڳهريون هئون.

هڪ دفعي رابع مالڪ جي ياد ۾ ويٺي هئي ۽ پاڻ کي ڪمزور محسوس ڪيائين ۽ اٿي ننڊ اچي ويس.

”سڪ تنهنجي سورن، ڪوي ۽ ڪوري،
سڪهان نه چوري، ڏانءُ لبيڻ تنهن جو.“ (شاهه ڀٽائي)

ايتري ۾ هڪ چور آچي چادر کنئي. جڏهن هو دروازي وٽ ٻاهر نڪرڻ لاءِ هليو، ته هن کي دروازو ڏسڻ ۾ نه آيو. گهڻيئي ڦريون پائائين پر دروازو نظر نه آيس. اوڏيءَ مهل هن چور آواز ٻڌو جو چئي رهيو هو، ”رابع پاڻ مونکي اوپڻ ڪري ڇڏيو آهي، تون پاڻ کي مصيبت ۾ نه وجهه، هت ته شيطان کي به طاقت نه آهي جو اچي سگهي، پوءِ تنهنجي ڇا مجال آهي؟ جيڪڏهن هڪ دوست سمهيو پيو آهي ته ڇا ٿيو! ٻيو دوست (مالڪ) ته جاڳي پيو.“ رابع جي سجاڳ ٿيڻ کان پوءِ چور سندس قدمن ۾ ڪري پيو ۽ معافي ورتائين ۽ سندس مريد ٿيو.

هڪ ڏينهن رابع جي شيوادارڻ کي بصر جي ضرورت پئي، رابع کان پڇيائين ته ڪٿهن پاڙيسريءَ کان وٺي اچان؟ هن چيو ته چاليهن سالن کان، انجام ڪيو آهي ته ڪنهن کان به ڪجهه گهري ڪين وٺنديس، بصر نه آهي ته نه سهي. قدرت سان هڪ پکي اڏامي اچي آيو ۽ ٻه بصر جون ڳنڍيون اچي ڪيرائيائين. رابع شيوادارڻ کي چيو ته اهو بصر ڪاڻڻ ناجائز

آهي. پاڻ رکي مالڪ کائي ڇڏيائين.

هڪ دفعي رابعہ ڪنهن جبل تي متي ويٺي هئي، جتي سندس چوڌاري هرڻ ۽ ٻيا جانور اچي ويٺا. اوڏيءَ مهل حسن بصري ب اُتي اچي نڪتو، جنهن کي ڏسي سڀ جانور ڀڄي ويا. هو اهو تماشو ڏسي حيران ٿي ويو ۽ رابعہ کان انهيءَ جو سبب پڇيائين. بي بي رابعہ تنهن تي پڇيس ت، تو اڄ ڇا کاڌو آهي؟ حسن چيو فلاڻي جانور جو گوشت کاڌو اٿم. تنهن تي هن چيس، ”پلا جيڪو ماڻهو، جانورن جو ماس کائيندو، تنهن جي اندر ۾ گگدامن لاءِ ڪهڙي ڪهل هوندي! جانور پوءِ انهيءَ کان ڪيئن ن ڀڄي ڀڄندا؟“

ٻئي دفعي رابعہ درياءَ جي ڪناري تي ويٺي هئي ت اُتي حسن بصري ب اچي نڪتو. هن درياءَ جي مٿان مصلو (نماز جو تڏو) وڇائي رابعہ کي چيو، ”اچ ت ماڻهن کان پاسيرو نماز پڙهون.“ تنهن تي هن چيس، ”جيڪي تو ڪجهه ڪيو آهي، سو ت هڪ مڇي ب ڪري سگهي ٿي، پر مالڪ کي ملڻ جو اصلي ڪم انهن ٻنهي ڳالهين (پاڻيءَ مٿان وهڻ ۽ هوا ۾ نماز پڙهڻ) کان ٻيو آهي.“

”روزا ۽ نمازون اهو پڻ چڱو ڪم،
اهو ڪو ٻيو فهم، جنهن سان پسجي پرينءَ کي.“ (شاھ لطيف)

حسن بصري– رابعہ توکي شادي ڪرڻ لي مرضي آهي؟

رابعہ– شادي ت شرير سان ٿيندي آهي پر مون وٽ شرير ڪٿي آهي؟ مون پنهنجو شرير خدا کي ارپڻ ڪيو آهي ۽ اهو هن جي اڌين آهي ۽ هن جي ڪم ۾ رهي ٿو. شادي ت وجود سان ٿي ٿئي، مان ت پنهنجو وجود ۽ هستي وڃائي چڪي آهيان.

حسن بصري– توکي اها اوچي پدوي ڪيئن ملي؟

رابعہ– مون سڀ مليل شيون وڃائي اُن کي پاتو.

حسن بصري– ايمان جي ڪيفيت ڇا آهي؟

رابع- مالڪ کي نہ بهشت جي اميد لئي پوڄيو اٿم ۽ نہ دوزخ جي ڊپ کان، پر هنکي محبت ۽ شوق سان پوڄيو اٿم.

حسن بصري- تون جنين جي بندگي لئي ڪرڻ لئون کي بہ ڏٺو آهي؟

رابع- جي انهي کي نہ ڏسان ها نہ انهيءَ جي بندگي ڪيئن ڪريان ها؟

”ورلو ڪو بوري، رکي برهہ برنءَ سان،

هار جيت دک سک بہ، ڪري سامهي صبوري،

محبت وچالي من جي، سهي سر سوري،

سو هردم حضوري، پلڪ پراهوُن نہ ٿئي.“ (سامي)

حسن بصري- تون شيطان کي پنهنجو دشمن سمجهي ڏڪاريندي آهين يا نہ؟

رابع- مان مالڪ جي پيار ۾ ايتري نہ مشغول آهيان، جو مونکي شيطان سان دشمني رکڻ يا ڏڪارڻ جي واندڪائي ڪانهي!

حسن بصريءَ جي ست سنگ ۾ رابع ايندي هئي. جيستائين هوءَ نہ ايندي هئي، تيستائين حسن اُپديش شروع نہ ڪندو هو. هڪ پيري رابع کي اچڻ ۾ دير لڳي وئي، ان ڪري هن وعظ شروع نہ ڪيو. ان لئي ڪنهن ماڻهوءَ چيو نہ هت ڪيترا وڏا ماڻهو ۽ بزرگ ويٺا آهن پر توهان هڪ زال جي نہ اچڻ ڪري پنهنجو وياکيان شروع ڪندا، نہ اُن ۾ ڪهڙي حرڪت آهي؟ ان لئي حسن بصريءَ جواب ڏنو نہ، جو شربت مونکي هاٿيءَ جي پيارڻ لاءِ ڏنو ويو آهي سو ڪتليءَ جي اڳيان ڪيئن رکان؟ منهنجي وعظ ۾ جا ليصوري (طاقت) اچي ٿي، سا رابع جي هردي مان اچي ٿي.“

هڪ ڏينهن حسن بصري، بي بي رابع جي گهر آيو. رابع انهيءَ ميل ڪاڏو رڌڻ لئي پاڻهو ۽ ديگڙيءَ ۾ پاڃي وجهي ڇڏي هئائين. جڏهين ٻئي مالڪ جون ڳالهيون ڪرڻ ويٺا نہ

۾ ائين ڪيئن ڪري سگهندين؟

هڪ ڀيري سوفيان ثوري، بيماريءَ جي خبر ٻڌي لاءِ رابعه وٽ آيو ۽ هن کي بيمار ڏسي ساڻس ڪا ڳالهه ڪرڻ ۾ هٻڪ لڳس ۽ تنهن تي رابعه پاڻ هنکي چيو ته ڪجهه چوڻو هجي ته بلاشڪ چئه.

سوفيان- توهان کي بيمار ڏسي ڏک ٿيو آهي، مالڪ کي پرارٿنا ڪريو ته اها تڪليف دور ڪري!

رابعه مسڪرائي چيو ته سوفيان، تون نٿو ڄاڻين ته بيماري مولکي مالڪ جي مرضيءَ سان ٿي آهي، مالڪ منهنجو رهبر آهي جنهن جي ورڌ مان پرارٿنا ڪيئن ڪريان؟ مالڪ جي مرضيءَ خلاف ڪجهه عرض ڪرڻ، هڪ غلطي آهي.

”تون حبيب تون طبيب تون دين دوا.

تون ڏين تون لاهين، تون هادي تون رب،

آهي ايءَ عجب جئن، ڦرهو ولائ وهارين.“ (شاه ڀٽائي)

وري سوفيان رابعه کان پڇيو ته توهان کي سڀ کان وڏيڪ ڪهڙيءَ شيءِ کائڻ جي مرضي آهي؟ ائيءَ تي هن جواب ڏنو، ”تون سمجهو ٿي ته اهڙين ڳالهين لئو ڪريان. ٻارهن سالن کان ولي مولکي تازين کجين کائڻ لي ڏاڍي دل آهي ۽ توکي خبر آهي ته هن بصري جي شهر ۾ کجيون ڪيتريون نه سستيون آهن. مگر مون اڃان تائين اهي نه کاڌيون آهن. مان مالڪ جي داسي ۽ غلام آهيان. غلام يا ٻانهيءَ کي ڪنهن به شيءِ جي خواهش نه ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن مان ڪا به خواهش ڪريان ۽ جي مالڪ کي پسند نه هجي ته پوءِ اها ڪفر جي ڳالهه آهي. اسين مالڪ کي ياد ڪرڻ ٿا چاهيون، مگر اسين خود مالڪ مان خوش ٿيا رهون. اها وڏي شرم جي ڳالهه ٿيندي، جو اسين هنجي رضا تي راضي نٿا رهون ۽ ڪالهه وڏيڪ ۽ وڏيڪ پيا گهرون. جيڪي اسان لاءِ ستو هوندو سو سواءِ رڻ جي هر ٻانهي ڏيندو. مالڪ مولکي پيدا ڪيو آهي نه

جيستائين زندگي آهي، تيستائين جسم جو هڪ وار به هن جي أمر جي ضمانت آهي.

”پريان سندي پار جي مڙيئي مٺائي،
ڪانهي ڪڙائي، چکين جي چيت ڪري.“ (شاهه ڀٽائي)

يعني جيڪو به ڏک يا سک اچي تنهن ۾ مالڪ جي چڱائي آهي. جي اهو ڏک يا تڪليف سهندين ۽ انهيءَ ڳالهه چڱيءَ طرح سمجهندين، ته پوءِ توکي ڏسڻ ۾ ايندو ته انهيءَ ڏک ۽ تڪليف ۾ انهيءَ جي ڀلائي آهي.

هڪ ڏينهن هڪ فقير رابعه وٽ آيو ۽ ويهي نرڪ جو ذڪر ڪرڻ لڳو. رابعه چيس ته مون وٽ نرڪ جي آڳ وسائڻ لاءِ هڪ لوٽو ئي ڪافي آهي. اهڙيءَ طاقت واريون زالون به ٿي گذريون آهن. سو سنتن کي ايڏيءَ ته طاقت آهي جو جيون کي نرڪ مان ڪڍي مالڪ جنم ٿا ڏين.

رابعه هڪ ڏينهن ڪنهن کان پڇيو ته ”خدا جي پوڄا ڇو ٿو ڪرين؟“ جواب ڏنائين ته ”دوزخ جي باهه جي ڊپ کان.“ وري ٻئي ماڻهوءَ کان ساڳيو سوال ڪيائين. تنهن جواب ڏنو ته بهشت جي سک لاءِ.“ رابعه چيو ته ”بي سمجهه ماڻهو لالچ کان خدا جي بندگي ٿا ڪن پر سچا عارف ۽ ڀڳت ائين نه ڪندا آهن. جي بهشت ۽ دوزخ نه هجن ته پوءِ خدا جي بندگي جيڪر نه ڪريو؟“

هڪ ڀيري هن وٽ ٻه فقير آيا ۽ هن فقيرن کي چيو ته ”رب جي ڪا ڳالهه ٻڌايو؟“ هڪ فقير چيو، جيڪو به ڏک، رب جي طرفان اچي، انهيءَ کي جيڪو پيار سان سهي ٿو، سو ئي سچو طالب آهي.“ رابعه اهو ٻڌي چيو ”انهيءَ ۾ آهنڪار جي بوءِ آهي. انهيءَ کان اوچي ڳالهه چئو.“ تنهن تي ٻئي فقير چيو، ”مالڪ جي طرفان جيڪا به تڪليف، بيماري، تنگي ۽ ڏک اچي تنهن کي سک سمجهي، جيڪو سهي ٿو، اهو ئي سچو ڀڳت آهي.“ رابعه تنهن تي چيو، ”اهو به ٺيڪ

نه آهي. اِهوئي ڪان نه وڌيڪ اوچي ڳالهه ٻڌايو." تنهن تي ٻين درويشن چيو ته، "پوءِ توهين ئي ٻڌاءِ." رابعه فرمايو، "مان اِهوئي کي سچو فقير ٿي سمجهان، جنهن کي دک ۽ سک ۾ ڪوبه فرق ٿي ڏسڻ ۾ نه اچي."

"سک دک دونو سم ڪر جاني، اور مان اپمانا،
هرک سوک تي رهي اتيتا، تن جگ تت پڇانا." (محلو ٩)

هڪ ڏينهن رابعه رستي تان پئي وڃي، ته هڪ ماڻهوءَ کي ٻني ٻڌل ڏٺائين. پڇيائينس ته ٻني ڇو ٻڌي اٿيئي؟" هن جواب ڏنس ته "مٿي ۾ سور اٿم." تنهن تي رابعه چيس، "عمر ڪيتري اٿيئي؟" چيائينس ته "ٽيهه سال." پڇيائينس ته "انهن ٽيهن سالن ۾ ڪڏهن بيمار به پيو آهين يا سدائين تندرست ئي رهيو آهين؟" ماڻهوءَ جواب ڏنو ته "تندرست ئي رهيو آهيان." تنهن تي رابعه وراڻيو ته "انهن ٽيهن سالن جي تندرستي جي شڪر جي ٻني ڪڏهن به نه ٻڌي، مگر هاڻي فقط هڪ ڏينهن جي بيماريءَ لاءِ شڪايت جي ٻني تو ٻڌي آهي!"

هڪ ڏينهن هوءَ بيمار ٿي پيئي. ماڻهن پڇيس ته "اِهيءَ بيماريءَ جو ڪهڙو سبب آهي؟" جواب ڏنائين، "اڄ صبح جو منهنجي دل ۾ بهشت جي سکن لاءِ خواهش پيدا ٿي هئي، اِهيءَ لاءِ منهنجو مالڪ مون تي ناراض ٿيو آهي. اِهيءَ سبب ڪري مولا هيءَ بيماري ڏني اٿس."

هوءَ سدائين پيئي آلسون وهائيندي هئي ۽ ڪڏهن ڪڏهن سرد آهون ڀريندي هئي. ماڻهن پڇيس ته اوهان کي ڪهڙو درد آهي؟" رابعه جواب ڏنو، "موکي اندر ۾ اها بيماري آهي جنهن جو ڪوبه علاج نه آهي. منهنجو اهو روڳ مالڪ جي ديدار سان ئي دور ٿيندو."

وري پڇيائونس، "جيڪڏهن گنهگار پنهنجن گناهن جي توبهه ڪري ۽ پڇتائي، ته پوءِ مالڪ وٽ هنجي توبهه قبول ٿيئي يا نه؟" تنهن جواب ڏنو، "بندو تڏهن توبهه ڪندو آهي،

جڏهن مالڪ کيس توبهہ ڪرڻ جي طاقت بخشيندو آهي ۽ هن جي توبهہ قبول ڪندو آهي؛ جيستائين مالڪ انسان کي توبهہ ڪرڻ جي طاقت نہ ڏيندو، تيستائين هو توبهہ ڪري ڪين سگهندو.“ وڌيڪ چيائين، اي انسانو! توهين ٻاهرين اکين جي وسيلي، مالڪ جي منزل تي ڪين پهچي سگهندا، ۽ زبان جي طرف کان بہ هن جو رستو وڃهو نہ آهي، ڪن جي رستي بہ مالڪ جي پهچڻ جي راهہ نہ آهي، هتي ۽ پيرن سان مالڪ در پهچي ڪين سگهبو ۽ اهي سڀ حيرت ۾ رهجي ويندا پر اصل ۾ سچو معاملو انسان جي دل سان ئي آهي. ڪوشش ڪريو تہ توهان جي دل مالڪ جي پيار ۾ بيقرار ۽ تڙف ۾ رهي. جيڪو بہ مالڪ ۾ پاڻ وڃائيندو سو ئي مالڪ سان هڪ ٿي ويندو، انهيءَ جي ئي دل بي قرار هوندي.“

”آڪان باجهون ويکتا، بن ڪنان سننان.
پيران ٻاجهون چلنا، بن هٿان ڪرنا،
جيڀ ٻاجهون بولنا، بن جيوت مرنا.
نانڪ حڪم پڇان ڪي تيون خصمي ملنا.“ (محلا ١)

”عشق سان اٿاءُ، پير پرين جي پار ڏي.“ (شاهہ ڀٽائي)

رابع وڌيڪ چيو تہ سچو عارف يا طالب اهو آهي جو مالڪ کان دل جي گهر نہ ڪري ۽ جي مالڪ هڪڙي اها ڏئي تہ اها هو کيس موٽائي ڏئي، انهيءَ لاءِ تہ هو (طالب) مالڪ جي فراق ۽ قبضي ۾ پڪو رهي.

هڪ ڀيري رابع بهار جي موسم ۾ گهر وڃي هئي ۽ ٻاهر نہ نڪتي. سندس شيوادارڻ اچي چيو تہ ماءُ! ٻاهر اچي قدرتي نظارا تہ ڏس! تنهن تي رابع چيس؛ ”مان مالڪ کي خود ڏسڻ تي چاهيان ۽ نہ هنجي ٻاهرين ڪاريگريءَ کي. تون هڪ واري مهنجي دل اندر، اندروني خوبصورتي ۽ نظارن جو ديدار ڪر، تہ اها ٻاهرين خوبصورتي ڀلجي ويندين!“ وڌيڪ چيائين، ”جيڪو مالڪ جي ڏنل ڏک تي صبر نٿو ڪري،

سو جيڪڏهن اها دعويٰ نه ڪري، ته منهنجو مالڪ پر پورو ڀروسو آهي، ته پوءِ اها سندس ڳالهه بلڪل غلط ۽ ڪُوڙي آهي."

هڪ دفعي بصري جو هڪ وڏو شيخ رابع وٽ آيو ۽ ولي دنيا جون برايون ۽ ڳالهيون شروع ڪيائين. انهيءَ تي رابع چيس، "تون نه دنيا کي ٿو پيار ڪرين، جي ائين نه هجي ها، ته پوءِ تون دنيا ۽ انهيءَ جي ماڻهن جي ڪاڻ شڪايت يا برائيءَ جو ذڪر ڪين ڪرين ها. چاڪاڻ ته جو ماڻهو دنيا کي پنهنجو پيارو نه سمجهي، سو ئي اُن جو ذڪر ڪندو آهي."

هڪ ڀيري هڪ سوداگر ادب سان رابع کي چيو ته جي مالڪ جي رحمت نه هجي ته ماڻهو جيڪر هڪدم مري وڃن ۽ هنکي ڪجهه ڏينهن کاڄ جا کپائين، تنهن تي رابع وراڻيو، "جيڪڏهن ڪو مالڪ کي برو چئي يا شڪايت نه ڪري، تڏهن به مالڪ هن کان روزي نٿو کسي ۽ جنهن انسان جي دل هميشه محبت سان ڀري پيئي آهي، تنهن کي هو رزق بنا ڪيئن رکندو؟ جڏهن کان ولي مون هنکي سڃاتو آهي، تڏهن کان وٺي، مون دنيا کان منهن موڙي ڇڏيو آهي." مرڻ گهڙيءَ تائين هن ڪڏهن به نه چيو ته مالڪ مونکي هيئن رک يا هونئن رک.

"محبتي مستان لنڙا سڀ سروپ ير،
بنا سڪ سجڻ جي، پي سڏ نه رکن ڪا،
اَرِيائون عجيب ڪي، ٿي من ڏي پت پران،
سدا رهن غلطان، سامي سهڻن سان." ( سامي )

هڪ دفعي هڪ شاهوڪار رابع جا پراڻا ڦاٽل ڪپڙا ڏسي چيو، "اي بيبي! حڪم ٿئي ته مان توهان لاءِ ڪپڙا ڪٺي اچان ۽ هيءَ غريبي دور ڪريان." تنهن تي رابع چيو، "دنيا جي غريبي دور ڪرڻ لاءِ ڪنهن کان به گهرڻ مونکي شرم ٿو اچي، هيءُ سڀ جهان مالڪ جو آهي، مان اُن کي ڇڏي

ڪنهن ٻئي کان ڇو گهران؟ دنيا جي ڪنهن به چيز جو سوال مان الله کان به نه ڪندي آهيان جو سڀ جو مالڪ آهي ۽ پوءِ ڇو ڪنهن به ماڻهوءَ کي سوال ڪريان، جو ڪنهن به چيز جو مالڪ نه آهي."

ٻاجهائون ٻيلي ڏٺي، اڄهان ٻاجهه ٿئي،
سپر سان سٽي، جيڪا ڄار ڄٽ ۾.

يعني مالڪ ڏي گهربو ٻاجهه تو ڪري ۽ هو سڀ ڪجهه سمجهي ٿو. مڱڻهار اچا گهريس به ڪين، وات سان چئيس به ڪين، ته به هو سڀ ڪجهه سمجهي، اڻ چيل سٽي، سخاوت ٿو ڪري.

هڪ ڀيري ٻيا ست ڏينهن، رابع پنهنجي ڪوٺڙيءَ جو دروازو نه کوليو ۽ الهيءَ وچ ڪا به لقمو ڪانه کيائين ۽ مالڪ جي ڏيان ۾ رڌي ويٺي هئي. ستين رات هنکي ڏاڍو اچي بک ستايو. سندس نفس دانهن ڪئي ته مونکي اڃا ڪيستائين ٿي تڪليف ڏينديءَ؟ انهيءَ وقت اوچتو هڪ ماڻهو اچي در ڪڙڪايو ۽ کاڌي جو پيالو هن کي ڏنائين. هن اهو پيالو وٺي رکيو ته پهرين ڏيو ٻاريان. اينتري ۾ هڪ ٻليءَ اچي اهو پيالو اونڌو ڪري ڇڏيو. پوءِ ٻيهيءَ سوچيو ته چڱو هاڻي پاڻي پي ٿي اڃ مٽايان. جيئن گهگهي مٿي ڪٽي پاڻي تي پيائين ته ڏيو وسامي ويو ۽ گهگهي ڀڃي پيئي. وڏيءَ سرد آهه ۾ چيائينس ته، اي مالڪ! هيءَ ڪهڙي ماجرا آهي جا مون سان ٿي رهي آهي. آواز آيو ته رابع تون چاهين ٿي ته ڇا تنهن دنيا جون نعمتون توکي ڏيان ۽ مان پنهنجو غم ۽ سڪ تنهنجي دل مان ڪڍي ڇڏيان؟ منهنجو غم ۽ ياد ۽ دنيا جون نعمتون سڪ ۽ آرام، هڪ دل ۾ گڏ نٿا رهي سگهن. اي رابع! تنهنجو به ته اها ساڳي مرضي آهي.

مشهور عالم حضرت ولد دينار، هڪ ڏينهن رابع جي گهر آيو ۽ ڏٺائين ته هن جي گهر ۾ هڪ ڀڳل پيالو پاڻيءَ لاءِ

رکيل آهي ۽ هڪ ٻرائو لڏو پل آهي، جنهن لي هڪ سر رکي آهي، جا رابع وهاڻو ڪري ڪم آڻيندي هئي. اهو ڏسي هن بزرگ جي اکين ۾ پاڻي اچي ويو ۽ چيائينس ته اي رابع! مولڪي ڪي شاهوڪار دوست آهن، جي چوڻ ته هن ڪان ڪجهه تنهنجي لاءِ گهران؟ رابع جواب ڏنس ته چا! ڪڏهن تمون کي به مالڪ وساري ڇڏيو؟ اهيءَ سبب ڪري هو غريب آهن چا، ته هن رڳو شاهوڪارن کي ياد ڪيو آهي ۽ نه مسڪينن کي؟ هن جواب ڏنو ته اهين نه آهي. سڀني جو مالڪ ساڳيو آهي ۽ هو سڀني جي سار سنڀال ڪرائيو. تنهن تي رابع چيو، "جڏهن مالڪ کي سڀني جي حال جي پوري پوري خبر آهي، پوءِ اهيءَ ڳالهه جي ڪهڙي ضرورت آهي، جا هنکي ياد ڪرائجي! جڪڏهن مالڪ جي مرضي اها آهي ته پوءِ، منهنجي به اها ئي ساڳي مرضي آهي."

"جڪي هجي ڪري چل - هڪ يار جي حوالي،
تنهجون مؤيئي خوشيون غم - پل سو سچ سنڀالي."
"سنت سب سڀ ڏالي وچار سان،
راضي رهن رضا ۾، پڙهي پرم پٽي." (سامي)

جڏهن رابع جي آخر ڪال جو وقت آيو، تڏهن ماڻهن کي هن گهر کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو ۽ پنهنجي شرادارڻ عهده کي چيائين ته، مولکي سان ڪرالي جي ۾ ڪڻ ڏج. ڪجهه دير ڪانپوءِ هن جو ڪرڻ آواز ڪولب آيو، تڏهن سمجهائون ته هوءَ چولو ڇڏي ويئي آهي. رابع جي قبر جيروسلم ۾ اولائير پهاڙ تي اڄ به موجود آهي. ماڻهو هنکي "ام الخير" يعني "ڀلائيءَ جي ماءُ" ڪري پوجين ٿا.



# خواجہ حسن بصري

**خواجہ حسن بصري** ڏاڍو خوبصورت هوندو هو ۽ بصري جي شهر ۾ رهندو هو. هو هڪ جواهري هو ۽ حسن موُلوي جي نالي سان مشهور هو.

هڪ ڏينهن هو ڪنهن ڪم سانگي روم ويو. اُنهيءَ زماني ۾ روم، ايشيا مائنر کي چوندا هوا. اُتي شهر جي وزير سان سندس ملاقات ۽ ڏيٺ ويٺ ٿي. وزير چيس ته مان هينئر ڪنهن ضروري ڪم سان ڪنهن پاسي وڃي رهيو آهيان، توهان به مونسان گڏ هلڻ چاهيو ته پنهنجي خوشيءَ سان هل. حسن ۽ وزير ٻئي هڪ جهنگل ۾ پهتا. هن ڏٺو ته اُتي هڪ خوبصورت تنبو لڳل آهي ۽ فوج اُنهيءَ جي سلامي ڪري رهي آهي. تنهن کان پوءِ ڏٺائين ته اُمير اُمرا اُنهيءَ تنبوءَ جي اندر ويا ۽ ٿوريءَ دير ۾ واپس ٻاهر نڪري آيا. وري ڏٺائين ته وڏا بزرگ، پڙهيل ۽ فلاسافر تنبوءَ اندر ويا ۽ ڪجهه وقت کان پوءِ ٻاهر نڪري آيا. ان کانپوءِ ڪيترين سهڻين نوجوان زالون، جواهرات سان ڀريل ٿالهه کڻي اندر ويئون ۽ وري ٻاهر آيون. سڀ کان آخر ۾ بادشاهه پاڻ تنبوءَ اندر ويو ۽ وري ٻاهر آيو. هيءَ سڄي واردات حسن ويٺي ڏٺي. مگر هنجي سمجهه ۾ ڪجهه به نه آيو ته هي قصو ڇا آهي. تڏهن وزير کان هن انهيءَ ڳالهه بابت پڇيو؟

وزير جواب ڏنس ته روم جي بادشاهه جو پٽ مري ويل آهي ۽ انهي شهزادي جي قبر هن تنبوءَ اندر آهي. اسين سڀ سال ۾ هڪ ڀيرو هت ايندا آهيون ۽ جيڪي ڪم ڏٺو سو سڀ ڪري هليا ويندا آهيون. اوّل فوج هن قبر کي سلام ڪندي آهي ۽ سڀ سپاهي گڏجي چوندا آهن، ”اي شهزادا! جنهن حالت کي توهان پهتو آهيو، اها جيڪڏهن جنگ جوٽڻ سان بدلجي سگهي ها ته اسين سڀ لڙائي ڪرڻ لاءِ تيار

هراسن، مگر هي معاملو اهڙو آهي، جنهن ۾ ڪمر ۽ لڙائي وغيره ڪري ڪجهي ڪم سگهي." انهيءَ کان پوءِ وڏا وڏا پڙهيل ۽ فيلسوف اندر ويندا آهن ۽ ڪمر اڳيان چوندا آهن، "اي شهزادا! جيڪڏهن عقل، علم ۽ هوشياريءَ سان توهانجي مرض کي روڪي سگهجي ها، ته اسين سڀ طرح سان اها توهانجي لاءِ ڪوشش ڪريون ها." انهيءَ کان پوءِ ڪمر ۽ پيرسن ماڻهو اندر وڃي ڪمر اڳيان چوندا آهن، "اي شهزادا! جيڪڏهن روزا، نماز، منت ۽ زاري ڪرڻ سان، هيءَ توهانجي حالت بدلجي سگهي ها، ته اسين سڀ، پوري ڪوشش ڪريون ها، پر موت ۽ زندگي انهيءَ الهيءَ جي هٿ ۾ آهن، جنهن جي اڳيان ڪابه سفارش ڪم اچي ڪري سگهي." تنهن کان پوءِ سهڻيون حسين نوجوان زالون اندر وڃي ڪمر وٽ چونديون آهن، "شهزادا صاحب! جيڪڏهن اسانجي سونهن سوڀيا، جواڻي، جلوو، زر ۽ مال، اوهان موت کان بچائي سگهن ها ته اسين سڀ ڪجهه توهانجي مٿان قربان ڪرڻ لاءِ تيار هيونسين، پر هي سڀ معاملو خداوند ڪريم جي هٿ ۾ آهي، جنهن کي اهڙين ناسولنه ۽ بي جتادار شين جي ذري جيتري به پرواهه نه آهي." آخر ۾ بادشاه پاڻ خود وڃي اچي چوندو آهي، "اي منهنجا پيارا پٽ! توهانجي حاصل ڪرڻ لاءِ فوج، پڙهيل، امير، ترڪ، سهڻيون حسين عورتون، سون ۽ جواهرات سڀ ڪجهه مون آندو آهي ۽ مان خود به هت موجود آهيان. جيڪڏهن مان توهانجي هيءَ حالت بدلي سگهان ها يعني موت کي روڪڻ منهنجي وس ۾ هجي ها، ته مان بالڪل پوري پوري ڪوشش ڪريان ها، ليڪن انهيءَ سان واسطو پيو آهي جنهن جي اڳيان توهانجو پيءُ، جو خود بادشاه آهي، سو به بيوس! پر سچي دنيا هن جي اڳيان ڪجهه به نه آهي. انهيءَ سان دلين لوڪي سلام آهي."

"الڪ آولي آهه ڏاتر، تو پڄي ۽ تيا تري،
جي ڪري ڪو هوءِ هوڙ، لڙڪي ڪري ڪوهن هين." (رگل)

جنهڪي به اسالجي نصيب ۾ لکيل آهي سو ضرور ٿيندو، ڪهڙ ڪٿي ڪيتري به ڪوشش ڪري، پر هو ٽهاري اصل نه ٽرندي.

”ڪڏهن ڳاڙهو گهوٽ ٿون، ڪڏهن مڙهه مقام ۾،
واري ۽ سندو ڪوٽ اڏيو اڏيندين ڪيترو؟“ (شاهه ڀٽائي)

*　*　*　*

”رام ڪيو، راوڻ ڪيو، جالڪو بهه پروار،
ڪهه نانڪ ڪڇ ٿر نهين، سپني جئون سنسار.“ (محلہ ٩)

حسن اهو سڀ ڀڏي ڇيو:- ”هم خدا خواهي وهم دنيا دون،
اين خيال است و محال است و جنون.

يعني نه جو مالڪ کي به چاهي ۽ انهي ۽ سان گڏ هن ڪميٽي ۽ دنيا کي به چاهيتو، پر اهي ٻئي ڳالهيون گڏ ڪڏهين به حاصل نه ٿينديون. اهو خيال يعني مالڪ به ملي ۽ تنهن سان گڏ دنيا به ملي، سا ڳالهه بلڪل اجائي، بيهودي، ٻاڳاپڻو يا هڪ چرپائي آهي.

”توجا پائين لوڙ جي، سا وڃي وهائي،
ڪنهن سان ليبهه ڪين ٿئي، ڏن جوبن جوائي،
آسؤ آڪائي، جڳ مڙئي سپنو.“

هي پائي! تون سمجهي ويٺو آهين نه ڪا دنيا تو سان گڏ هلندي ۽ هوءَ توکي ڇڏي ويندي. ڏن جوبن ۽ جوانسي ڪنهن سان به ليبهه نه آهن. آسو پيڪيت ڇوي تو نه تنهنجي حيائي هڪ آڪاٽي وانگر اٿيئي ۽ دنيا هڪ سپنو ڪري سمجهه.

اهو حال ڏسي، حسن کي وراڳ ولي ويو ۽ هن جي من کي لوڪ لڳي وئي. پنهنجي ملڪيت غريبن ۾ ورهائي ڇڏيائين. اميرن ۽ شاهوڪارن کي ڇڏي، اڪانت ۾ رهي مالڪ جي بندگي ۾ لڳو رهيو. انهي ۽ ڪان پوءِ، ڪنهن به هنڪي ڪلندو نه ڏٺو. البت پنهنجي محبوب جي فراق ۾ خوب

پوءِ روئندو هو.

حسن بصري، بيبي رابعه جي خاص شاگردن مان هو. هنجي محفل يعني ستسنگ ۾ وڏا وڏا ماڻهو ايندا هوا ۽ ڏاڍي پيڙ لڳي پيئي هوندي هئي. پر جيستائين بيبي رابعه نه ايندي هئي تيستائين هو وعظ شروع نه ڪندو هو. ڪنهن پڇيس ته هڪ عورت جي نه اچڻ ڪري توهين وعظ شروع نٿا ڪريو سو ڇو؟ حسن جواب ڏنو ته جو شربت مونکي هاٿين جي ٿانوَ لاءِ ڏنو ويو آهي، سو مان ماڪوڙين جي وات ۾ ڪيئن وجهان؟ وري هڪ ڀيري پڇيس ته توهان جي مجلس (ستسنگ) ۾ ڏاڍي پيڙ ٿي لڳي، انهيءَ مان توهان کي خوشي ٿيندي هوندي؟ حسن فرمايو، "جيڪڏهن ڪو مالڪ جو سچو پوئلڳو يا عاشق، ستسنگ ۾ ايندو آهي ته البت خوشي ٿيندي آهي، پر ڪوڙن جي پيڙ ڪري، باقي سچن ماڻهن کي تڪليف ٿيئي ٿي."

ماڻهن ڪالوس وري پڇيو، ته مالڪ جي پاسي، قدم وڌائڻ لاءِ اسين ڇا ڪريون؟ اسانجي ته دل سمهي پيئي آهي، تنهن ڪري توهان جون ڳالهيون اسانجي دل تي اثر نه ٿيون ڪن. حسن جواب ڏنو، "توهان جي دل سمهي ڪانه پيئي آهي، پر اها مري چڪي آهي. سمهيل ماڻهوءَ کي لوڏي جاڳائي سگهجي ٿو، پر مري ويل کي ڪير به جاڳائي نٿو سگهي؟"

هڪ ڀيري بصري ۾ اهڙو ڏاڍو ڏڪار پيو ۽ مينهن پيو ئي ڪونه. شهر جا ماڻهو حسن وٽ آيا ۽ رحم لاءِ درخواست ڪيائون. خواجه حسن کين چيو، "اي ڀلا لوڪو! جيڪڏهن توهين مينهن ٿا چاهيو ته مون گنهگار کي شهر مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو."

هڪ ڏينهن هو پنهنجي مالڪ يعني محبوب جي جدائي ۾ روئي رهيو هو ته اوڏيءَ مهل، هڪ شخص سندس گهر مٿان اچي لنگهيو ۽ انهيءَ ماڻهوءَ تي حسن جي ڳوڙهن جا

ڦڙا آڇي ڪريا. هن ماڻهوءَ مٿي نهاري چيو، ”اي ڀلا لوڪ! اِهو پاڻي جو منهنجي مٿان ڪريو آهي، سو پاڪ هو يا نه؟“ لنهن تي حسن بلڪل حليمائيءَ سان جواب ڏنو، ”اي ڀاءُ! اهو پاڻي پاڪ نه آهي، اِهو نه مون گنهگار جا ناپاڪ ڳوڙها آهن، تون هاڻي وڃي پنهنجا ڪپڙا ڌوءُ ۽ سنان ڪر.“

اَکين کي آهين، عجب جهڙيون عادتون،
سڄڻ پرائي ساٿ جا، ڏسيو ڏهائين،
اُتي لڙ لائين، جت حاجت ناهه هٿيار جي. (شاهه ڀٽائي)

حسن ڪنهن جي به شاديءَ يا خوشيءَ وارن موقعن تي نه ويندو هو، پر مري ويل آدميءَ کي ڪلهو ڏيڻ پنهنجو فرض سمجهندو هو.

هڪ دفعي هو دجلا نديءَ جي ڪناري تي گهمي رهيو هو ته، اُتي ڏٺائين ته هڪ حبشي (شيدي) ڪنهن زال کي پاسي ۾ وهاري ويٺو آهي ۽ هڪ ٻاٽلي پاسي ۾ رکي اٿس، جنهن مان پاڻ به پيو پئي ۽ اُنهيءَ عورت کي به پيو پياري! حسن ڀانيو ته هي شخص، شراب پي رهيو آهي، جا هڪ تمام بري ڳالهه آهي. دل ۾ چيائين ته هو مون کان ته گهٽ ۾ گهٽ وڌيڪ چڱو آهي! وري دل ۾ آيس ته، نه نه! پر هي پاسي ۾ عورت به نه وهاريو ويٺو آهي، پوءِ مون کان ڪهڙيءَ طرح چڱو ٿي ٿو سگهي؟ ايتري ۾ ڇا ٿو ڏسي ته درياهَ ۾ هڪ ٻيڙي ماڻهن ۽ مال سان لڏي پيئي اچي، جنهن ۾ ست ماڻهو ويٺل هوا. قدرت سان اوچتو اها ٻيڙي اونڌي ٿي پيئي ۽ ٻڏي ويئي. اِهو ڏسي اُنهي حبشيءَ هڪدم وڃي پاڻيءَ ۾ ٽپو ڏنو ۽ ٽيهون هٿي، ڇهن ماڻهن کي، سلامت ڇڪي ٻاهر ڪڍيائين. حسن بصري جو اُتي بيٺو هو تنهن کي چيائين ”اي حسن! جيڪڏهن تون مون کان چڱو آهين، ته ڀلا ستين آدميءَ کي ته تون درياهَ مان ٻاهر ڪڍي اَچ!“ ۽ وڌيڪ چيائينس، ”اي مسلمانن جا امام! هيءَ عورت منهنجي ماءُ

آهي ۽ پاڻليءَ ۾ شراب نه، پاڪ پاڻي آهي. توهان ڪنهن جي به ٻاهرين حالت ڏسي، هڪدم هنجو اندروني حال سمجهي ڪيئن سگهندا؟" حسن هڪدم هن جي پيرن تي ڪري پيو، ۽ عرض ڪيائين، "جهڙيءَ طرح تو هن ٻنهي ماڻهن کي اونهي درياءَ مان ڪڍي ٻاهر آهي، اهڙيءَ طرح مون کي هن ايمان ۽ وڏائيءَ جي سمنڊ مان ٻاهر ڪڍ." اهي واقع کان پوءِ حسن پاڻ کي هڪ ذليل کان به ذليل، گنهگار کان به گنهگار کي، پاڻ کان وڏو سڀ سمجهندو هو.

هڪ دفعي، هن ماڻهن کي فرمايو ته توهين ٻين کي ڪم هرگز نه ڪريو. شڪ نه شاعرڪار ۽ وڏن حڪومت ڪندڙن ماڻهن وٽ نه وڃو؛ پر نه ڪنهن به زال وٽ اڪيلائيءَ ۾ نه وهو، ڀلي هوءَ زال توهان کي مسجد ۾ قرآن پاڙهيندي هجي؛ ٻين ڳالهه نه ٻڌجي ڪنن کي راڳ ۽ آجاين ڳالهين ٻڌڻ جو عادي نه بڻايو. ڇاڪاڻ ته اهي ٻئي ڪم خطري کان خالي نه آهن.

هڪ بزرگ ڳالهه ٿو ڪري ته، هڪ ڀيري آئون خواج حسن سان گڏ، صبح جو ڪنهن پاسي ٽي وياسين، رستي تي اسانکي ڏاڍي اڃ لڳي. اسان مان هڪ ڄڻو پرسان کوهه تي ويو، پر اتي پاڻي ڪاڍڻ لاءِ ڪو ڏول ڪونه هو ۽ هو واپس آيو. حسن چيو ته جنهن مهل مان عبادت ڪرڻ وڃان، تنهن مهل توهين سڀ وڃي پاڻي پيئجو. جڏهن هو ٻندگي ڪرڻ ويو ته ماڻهن ڏٺو ته کوهه جو پاڻي مٿي ڪناري تائين چڙهي آيو هو ۽ سڀني پاڻي پي ڍءُ ڪيو. هڪ ماڻهوءَ لوٽو ڀرڻ تي چاهيو ته پاڻي هڪدم تري ۾ هيٺ لهي ويو. اها ڳالهه ٻڌي خواج حسن چيو، "افسوس! توهان ماڻهن کي مالڪ تي ڀروسو نه آهي، جنهن پاڻي هميشه ڏلو سر پوءِ ڏيندو."

هڪ ڏينهن حسن هڪ مست فقير کي ڏٺو ته هو ڪپ ۾ ڳاڙها ڪاليندو پيو وڃي. تنهن تي حسن چيس، "اي درويش!

عبد ۽ جمائي مضبوطيءَ سان هل، متان ڪري نہ پوين." تنهن تي هن فقير جواب ڏنس، "ٻائي! تون پنهنجي سيال ڪر؛ عبادت ۽ بندگيءَ ۾ مضبوط، پڪو ۽ هوشيار ٿي هل، متان معرفت ۽ عشق جي راهہ ۾ تنهنجا پير ڪسڪي نہ وڃن. منهنجو ڇا آهي، مان تہ هڪ غريب ۽ مسڪين فقير آهيان. جي ڪپ ۾ ڪٽي ڪري بہ پيس تہ ڇا ٿيو، منهنجي لاءِ تہ ٻئي حالتون ساڳيون آهن!"

هڪ ڏينهن هڪ حسين زال، حسن وٽ مٿي اگهاڙي، پنهنجي مڙس جي دانهن کڻي آئي تہ، توهين هنکي سمجهايو تہ نيڪ ٿي هلي. تنهن تي حسن چيس، "اي نيڪ بخت! پنهنجي شڪايت پوءِ ڪج، پهرين پنهنجو مٿو ۽ منهن تہ ڍڪ." اهو ٻڌي هن عورت جواب ڏنو، "اي حسن! مان تہ خدا جي هڪ بندي (مڙس) جي محبت ۾ اهڙي تہ پاڳل ٿي پيئي آهيان، جو مونکي پنهنجي تن ۽ بدن جي سڌ ٿي وسري وئي آهي، پر وڏو تہ تعجب مونکي تنهنجو آهي تہ تون مالڪ جي محبت ۽ پيار جي دعويٰ ٿو ڪرين ۽ جيڪڏهن تون بہ مون وانگر پنهنجي مالڪ جي پيار ۽ ياد ۾ رتو پيو هجين ها، تہ پوءِ توکي اصل اها سڌ نہ رهي ها تہ منهنجي مٿي تي رئو آهي يا نہ!"

"ليون نهوڙي نينهن، جنهن کي عشق عجيب جي،
سو ونئو دوس درياهہ ۾، پيائي سپ پوڙي،
سامي منهن موڙي، ڪنهن ڏي ڏسي ڪينڪي." (سامي)



# حضرت ابوبن آدم

حضرت ابوبن آدم، جنهن کي حضرت ابراهيم بـــ
ڪري چوندا آهن، سو بلخ جو بادشاه هوندو هو. هن جي سمهڻ
جي سيج روز سوا منڻ گلن سان تيار ٿيندي هئي. هڪ رات
اوچتو هن جي اک کلي ۽ ڏٺائين ته سندس محلات جي ڇت
تي ڪو ماڻهو گهمي رهيو آهي. رڙ ڪري پڇيائينس، ”ڪير
آهين ۽ هن محل مٿي ڇا ڪري رهيو آهين؟“ انهيءَ شخص
جواب ڏنو، ”مان هت پنهنجو گم ٿيل اٺ ڳولي رهيو آهيان!“
بادشاه چيس، ”اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي، جو بادشاه جي محل
جي ڇت تي اٺ اچي سگهي؟“ هن آدميءَ جواب ڏنو، ”ڀلا
اهو وري ڪيئن ٿو ٿي سگهي، جو عيش عشرت جي حياتي
گذاريندي ۽ سوا منڻ گلن جي سيج تي سمهندي به، ڪڏهن
مالڪ مليو آهي؟“ انهن لفظن هن جي دل ۾ هڪ قسم جو
خوف پيدا ڪيو ۽ اتي ئي هن جي من پلٽو کاڌو.

ٻئي ڏينهن جڏهن هو پنهنجي تخت تي ويٺو هو ته هڪ
ماڻهو وڏي رعب سان دربار اندر لنگهي آيو، پر ڪنهن کي
به همت نه ٿي جو هن کي روڪي سگهي. بادشاه هن کان وڏيءَ
حيرانيءَ سان پڇيو، ”تون ڪير آهين ۽ هت ڇو آيو آهين؟“
هن جواب ڏنو، ”مان ٿوريءَ دير لاءِ هن مهمان سراءِ ۾ آرام
ڪرڻ چاهيان ٿو.“ بادشاه چيس، ”هيءَ سراءِ يا مسافرخانو
نه آهي پر هڪ بادشاهي محل آهي.“ تنهن تي هن ماڻهوءَ
پڇيس، ”اي بادشاه! توکان پهريان هن محل ۾ ڪير رهندو
هو؟“ هن چيو، ”منهنجو پيءُ.“ وري پڇيائينس، ”تنهنجي
پيءُ کان اڳ هت ڪير رهندو هو؟“ بادشاه چيو، ”منهنجو
ڏاڏو.“ اهڙيءَ طرح ڪترن پيڙهين تائين پڇي، وري هن
ماڻهوءَ بادشاه کان پڇيو، ”توکان پوءِ هن ۾ ڪير رهندو.“
هن چيو، ”منهنجو اولاد.“ تنهن تي هن شخص چيو، ”ٿورو

خيال نه ڪر، نه جنهن جڳهه ۾ هيترا ماڻهو ايندا ۽ ويندا تنهن
کي اها جاءِ هڪ مسافرخانو نه آهي ته ٻيو ڇا آهي؟" ائين
چئي اهو ماڻهو اتان ٻاهر نڪري هليو ويو.

"سڀني جي سنسار مٿي، ڇو موهيو من مستانو آهه،
گهر تڙ ماڙيون محل نه پنهنجا، تن مَن ڏِنَ بيگانو آهه.
جاڳ مسافر ڪر سانباهو، ٿيڻو ليڪ روانو آهه،
دنيا جنهن کي چئجي ٿو، سو پاڻ مسافرخانو آهي." (بيوس)

بادشاهه ابراهيم جي دل ۾ گذريل رات ۽ هن ڏينهن جي
واقعن ڏاڍو گهرو اثر ڪيو. محل ۾ اچي هي ليٽي پيو، پر
ڪيس سک نه آيو. گهوڙي تي سوار ٿي هو جهنگل ڏانهن
گهمڻ نڪري ويو. هڪ طرف کان آواز آيس ته، ابراهيم!
انهيءَ وقت کان اڳ ڀڙڪن هيڻ جاڳ، جڏهن لوڪي موت جي
وسيلي جاڳايو ويندو.

"جاڳ مسافر جيئڙا، لون ننڊ نه ڪر نادان،
سنجيو بيٺو تنهنجي سر تي، قهري ڪال ڪمان،
وڃي وسايا سڀ ڪنهن، مٿن جا لــ مڪان،
اجايا ايمان، ڏرمـون ڪر نــ دنيا جــا."

انهن ڳالهين هن جي دل ۾ مالڪ جو خوف ۽ دنيا جي
بي بقائيءَ جو، اهڙو ته اثر ڪيو جو پرماتما جي رحمت سان
هنجون اندريون اکيون کلي پيون. هن پوءِ تخت ۽ حڪمت کي
لت هڻي، فقيري اختيار ڪئي ۽ شهر کان ٻاهر نڪري هليو ويو.
ابراهيم پنهنجن ڪيلن گناهن کي ياد ڪري پيو روئندو
هو ۽ جهنگلن ۽ ٻهاڙن ۾ پيو گهمندو هو. آخر اچي هندستان
۾ نڪتو. گهڻيءَ ڳولا کان پوءِ اچي ڪاشيءَ ۾ پهتو، جتي
ڪبير صاحب رهندو هو. ڪبير صاحب کي ابراهيم عرض
ڪيو ته، مونکي پنهنجو شاگرد ڪري رکو. هن چيس ته تون
بادشاهه آهين ۽ مان هڪ غريب ڪوري آهيان، تنهنجو ...
... گهمندو؟ ابراهيم تنهن تي چيس، "...

بادشاهه ٻنهي لوهان وٽ ڪرڻ آيو آهيان، پر هڪ غريب
مسڪين ٿي آيو آهيان، رب جي واسطي مونکي پنهنجي پناهه ۾
وٺو." زال جي دل نرم ٿيندي آهي، ڪمهر صاحب، مالا
لولي جي سفارش ڪرڻ تي، ابراهيم کي باغ وٽ رهايو.

ڇهه سال برابر ابراهيم ڪمهري اٽڻ ۽ سٽ ڪٽڻ جو ڪم
ڪيو. ماليءَ لولي هڪ ڏينهن ڪمهر کي عرض ڪيو، "هي
بادشاهه آهي ۽ اسين غريب ڪوري آهيون. جيڪي به اسين
کائيندا آهيون سو هيءُ به کائي صبر ۾ رهندو آهي، هن لئي
ڪجهه بخشش ڪريو." تنهن تي ڪمهر چيس، "اڃان هن
جو هردو نرمل نه ٿيو آهي." لولي چيو، "انهيءَ جي ڪهڙي
ثابتي آهي؟ هو رکي سکي کائي صبر سان اسان جي شڪرانو پيو
ڪري ۽ ڪنهن به ڪم لاءِ انڪار نٿو ڪري، پوءِ هن جو هردو
ڪيئن نرمل نه آهي؟" تنهن تي ڪمهر صاحب چوڻ لڳو،
"ڀلو هيئن ڪر، گهر جو اهو ڪن، ڪچرو ڪٺي تون کڏ تي
چاڙهي وڃ ۽ مان ابراهيم کي ٻاهر ڪو موڪليان، جڏهن هو ٻاهر
دروازي کان نڪري، ته پوءِ تون اهو سڄو گند ڪچرو هن جي
مٿان اڇلي، پليان هٺي لڪي بيهج ۽ ڪن لائي ٻڌج ته هو
ڇا ٿو چوي." جڏهن لولي وئي، تڏهن ڪمهر صاحب ابراهيم
کي سڏي چيو، "پٽ! ڦلاڻي شيءِ وڃي ٻاهران کڻي اچ."
جيئن ابراهيم اچا دروازي کان ٻاهر نڪرڻ ٿي مس، تيئن مالي
لولي مٿان اڇلي، سڄو نڪرو گند جو ڪٽو، ابراهيم مٿان وڌو
۽ باغ پليان لڪي ڪن ڏيئي ٻڌڻ لڳي ته ابراهيم ڇا ٿو چوي.
هو چوڻ لڳو ته "افسوس! صد افسوس!! جي مان بخاري جو
بادشاهه هجان ها ته جيڪي ڪريان ها سو ڪريان ها!" مالي
لولي ڪمهر کي وڃي ٻڌايو ته ابراهيم هيئن ٿي چيو. تنهن
تي ڪمهر صاحب چيو، "مون توکي اڳيئي ٿي چيو ته اڃا
هن جو هردو، نام جي وٺڻ جي قابل نه آهي."

ڇهه سال ٻيا به انهن گذري ويا. هڪ ڏينهن ڪمهر چيو ته

ماڻي لولي۽ ڇنو، ”مان ٿ
برتڻ ليار آهي. تنهن لي
بيم ۾ هيٺر به ڪجهه به وڌيڪ فرق نٿي ڏسان، هو جهڙو
هو، تهڙو هيٺر به آهي.“ ڪٻير صاحب جي گهر ۾
ي هو، تهڙو هيٺر به آهي.“ ڪٻير صاحب جي گهر ۾
م ساڌو مهاتما اچي رهندا هوا ۽ ڪيترا پيرا ائين بہ
ند و هو، جو گهر وارن کي کائڻ لاءِ ڪجهه به نہ اچندو هو
هو پر فقط ٿورا ٽڪرا کائي سمهي پوندا هوا. ڪٻير صاحب
”ابراهيم اڳين والڪر اسانجي حڪم مڃڻ کان
ئيم کي ڇنو، اسين هن کي ڏيون ٿا سو کائي
ڪار نٿو ڪري، جيڪي بہ اسين هن کي ڏيون ٿا سو کائي
سنتوش سان سمهي پوندو آهي ۽ پر جڏهن لنون هن ۾
فرق ڏسڻ ٿي چاهين، تہ هيٺ ڪر، اڄ لنو گهر جو ڪن
ڪپڙو هن جي مٿان وڌو هو، پر هاڻي وري ڪاڪوس جو
مٿان، موڙو ۽ ٻيون ڪهڙون بانس واريون شيون ڪٺيون ۾
وجهي رک، جڏهن ابراهيم گهٽي۽ مان لنگهي لڏهن ڪڏ ڪان
هيٺ اهي هيٺيون مٿان ڪيرائج.“ جڏهن ابراهيم ٻاهر ٿي وڃو
ٿ ماڻي لوئي سڀ بانس وارو گند ڪٺي هن جي مٿان ڪيرايو.
ابراهيم ڪاٿي ڏٺو، خوش ٿيو ۽ منهن ڳاڙهو ٿي ويس. چوڻ
لڳو، ”مٿان گند اڇلائڻ وارا! شاباس هجيئي، ٺل مالڪ تنهنجو
ڀلو ڪري! هي۽ سوُٽز من، ڏاڍو اهنڪاري آهي ۽ هنجو
اهوئي علاج آهي.“

”صبر ۽ شڪر سين، ڪر ڪيدي کي قتلام،
ته لنالکا لنهنجو نام لکجي لاهوتين ۾.“ (شاه)

يعني صبر ۽ شڪر ڪري پنهنجي آهنڪار کي مار، تہ پو
تنهنجو نالو پڳتن ۾ ليکيو ويندو.

لولي۽ سڀو احوال اچي ڪٻير صاحب سان ڪيو،
ابراهيم هيٺن ٿي ڇنو. تنهن لي هن ڇنو تہ هاڻي باقي هن ۾ ڪ
ڪسر نہ بچي آهي.

ڪٻير صاحب جهڙو سنت ۽ وري بخاري جي باد
ڪٻير صاحب هن کي نام جي دولت ڏ

ويو، تنهن ابراهيم جو روح مٿي چڙهندو ويو. پوءِ ڪجهه
صاحب هنکي چيو ته، هاڻي جتي مرضي پوئي، اتي وڃ تنهنجي
ڳڻتي پوري مڪمل ٿي وئي.

پوءِ هو گهمندو اچي نيشاپور نالي شهر جي ويجهو هڪ
جهنگل ۾ پهتو. اتي هڪ تمام خوفناڪ غار هئي جنهن ۾ ابراهيم
نو سال هن رهڻي بندگي ۽ ذڪر ڪيو. هر خميس جمع جي
ڏينهن هو غار کان ٻاهر نڪرندو هو ۽ جهنگل مان ڪاٺيون
گڏيون ڪري، وڪڻي جيڪي ملندس هوس، تنهن جو اڌ
خيرات ڪري، باقي اڌ پئسن مان ماني خريد ڪري، وري
اچي غار ۾ ويهندو هو ۽ ايندڙ جمع تائين وري ٻاهر نه
نڪرندو هو. سڪل ماني پاڻي ۾ پسائي انهن تي گذارو
ڪندو هو. جڏهن ماڻهن کي ابراهيم جي اتي رهڻ جي خبر
پئجي وئي، تڏهن هو اتان نڪري هليو ويو.

چاليهه سال ابراهيم ملڪن جا ملڪ ڦرندو رهيو ۽ آخر اچي
مڪي جي ويجهو پهتو. هن جي اچڻ جو ٻڌي اتي جا ماڻهو
هنجي آجيان ڪرڻ لاءِ، هنکي اڳيان ملڻ آيا. ابراهيم کي
جڏهن اها خبر پئي ته ماڻهو سندس آجيان لاءِ اچي رهيا
آهن، تڏهن پاڻ قافلي کان اڳ ٿي، اڳيان وڌي آيو، ته جيئن
ڪو به سڃاڻي نه سگهي. ماڻهو جيڪي اڳيان وڌي آيا
هئا، تن ابراهيم کي انهيءَ طرف کان ايندو ڏسي، پڇيو ته
ڇا! ابراهيم ويجهو آهي ۽ اسين سڀ هنجي آجيان لاءِ وڃي
رهيا آهيون. تنهن تي هن چيو، "توهين هن ڪافر بي ايمان
کان ڇا ٿا گهرو؟" اهو ٻڌي ماڻهن ولي هنکي مارڻ ته تون
هڪ ولي ۽ درويش کي ڪافر ۽ بي ايمان ٿو چوين، تون
خود ڪافر ۽ بي ايمان آهين. ابراهيم فرمايو ته مان به ته اها
ساڳي ڳالهه ٿو چوان، جيڪا توهين چئي رهيا آهيو. جڏهن
اهي ماڻهو هليا ويا، تڏهن هن پنهنجي من کي چيو ته، اي من!
ڏٺو پنهنجي ڪئي جي سزا پاتي، مالڪ جو شڪر آهي، جو مون

ي پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿيڻ نه ڏنو ۽ نه هاڻي آجيان
مزو چکيو.
هاڻي ابراهيم مکي ۾ رهڻ لڳو ۽ هميشه پنهنجي محنت
ن ڪمائي، پنهنجو ۽ پنهنجن ساٿين جو پيٽ پاليندو هو.
نهن وقت هن پنهنجي تخت ۽ تاج کي لت هڻي ڦٽو ڪيو
سو، تڏهن هنکي هڪڙو ئي سڪيلڏو پٽ هو جو ٽيج ڏائيندو
هو. جڏهن پٽس جوان ٿيو تڏهن ماءُ کان پڇيائين، ”امان منهنجو
پيءُ ڪٿي آهي؟“ ماڻس هنکي سچو احوال ڪري ٻڌايو.
ٿورن ڏينهن ڪانپوءِ ابراهيم جو پٽ، پنهنجي ماءُ ۽ ڪيترن
ماڻهن کي ساڻ ڪري، حج لاءِ مکي روانو ٿيو. اُتي پهچي
ڪيس معلوم ٿيو ته ابراهيم جهنگ ۾ ڪاٺيون ڪرڻ ويو آهي.
پٽس به جهنگ ۾ پهتو. ڇا ٿو ڏسي ته هڪ ٻڍو ماڻهو ڪاٺين
جي ڀري مٿي تي کڻي پيو اچي! پيءُ جي پيار هنجي اندر ۾
اُڇل ڏني، پر هن پاڻ سنڀالي ورتو ۽ آهستي آهستي هن جي
پٺيان هلندو بازار ۾ اچي پهتو. ابراهيم بازار ۾ اچي واڪ
ڪري چيو، ”آهي ڪو ماڻهو جو هيءَ پاڪ شيءِ پاڪ پئسن
وٺي؟“ اُتي هڪ ماڻهوءَ اهي ڪاٺيون خريد ڪيون. اُنه
پئسن مان ڪجهه مانيون خريد ڪري هو پنهنجي آڏي ت
آيو، پاڻ به ڪجهه کاڌائين ۽ پنهنجن ساٿين کي به ڏنائين
پوءِ هو مالڪ جي ڌيان ۾ ويهي رهيو. سندس پٽ ا
سمورو حال ڏنو.
”هتي سان هاج ڪر، مک سان نـام ڏيـاءِ
پگهر جي پورهئي سان ءُ ڪجهه بکئي جي منهن پاءِ
پٽي سانگ رساءِ، ته خوش هوندين خاڻو چوي.
هيئنئر حج جي موسم شروع ٿيڻ واري هئي. اب
پنهنجن شاگردن کي چيو ته ٿورهين زالن ۽ خوبصورت ڇ
ڏانهن ڪڏهن به نه نهارجو. قدرت سان ابراهيم ج
زال جيئن ڪعبي جي چوڌاري ڦيرو پ

تنهن ابراهيم سامهون ڪاٺيءَ وانءِ. هن پٽ ڏانهن خوب غور
سان نهاريو. شاگردن پڇيس ته "توهان ته ڇوڪرن ڏانهن نهارڻ
جي منع ڪئي هئي، پر هينئر ته توهين خود هڪ سهڻي
ڇوڪر ڏانهن نهاري رهيا آهيو؟" ابراهيم جواب ڏنو ته "شايد
هي منهنجو پٽ آهي!" جڏهن پٽ پنهنجي پيءُ کي ڏٺو ۽
زال پنهنجي مڙس کي ڏٺو، تڏهن ابراهيم جي زال بيتاب ٿي
وئي. پنهنجي مڙس کي ڀاڪُڙي اچي ۽ روئڻ لڳي، جو هوءَ
بيهوش ٿي وئي. ابراهيم آسمان وچ ڪي چاهيو، پر پٽس
کيس ته جهليو ۽ جهولس ولي رڙ ڪئي. انهيءَ وقت ابراهيم
آسمان ڏانهن اشارو ته هڪدم سندس زال سندس پاسي ۾
ڪري مري وئي. ابراهيم جي شاگردن انهيءَ اسرار ڏي
ڳالهه جو ڪارڻ سبب پڇيو. تنهن تي هن فرمايو ته جڏهن مان
پٽ کي ڏٺس تڏهن هن جو پيار منهنجي اندر ۾ جوش مارڻ
لڳو ۽ انهيءَ دم درگاهه مان آواز آيو "اي ابراهيم! تون مون
سان دوستيءَ جي پيار جو دم ٿو مارين، مگر پيار ڪرين ٿو
ٻين سان ٿو. شاگردن کي هدايت ٿو ڪرين ته زالن ۽
ڇوڪرن ڏانهن نه نهاريو، پر تون پاڻ خود زال ۽ پٽ جي
محبت ۾ گرفتار ٿي ويو آهين!" ابراهيم ويڪ ڇيو ته مون عرض
ڪيو ته "اي مالڪ! تون منهنجي جان وٺ يا منهنجي زال جي
ساهه وٺ. تنهن تي منهنجي زال جي حق ۾ عرض قبول
ٿيو ۽ هوءَ مري وئي."

"ڏونگر مٿي ڪانا جهڳ آئي بهاري،
ڏونگر مٿي ڪانا جهڳ آئي،
ڪوڙي مٺي ڪري ڇاتو آپا، سڀ اُڪ ٻنلي ڦاسي لائي."
(سوامي جي مهاراج)

ڪڏهن ابراهيم ٿي، هڪ درويش ڏٺو ۽ جنهن سان
تنگدستيءَ جي شڪايت جي ڳالهه ڪئي. انهيءَ تي
هن کيس چيو "انهي تو معلوم ناهي ته جيڪا تو ڪا

چاهن ٿا تن کي مون دنيا سولي ڏني آهي، جيڪي پرلوڪ جا سک چاهن ٿا، تن کي مون پرلوڪ ڏيئي ڇڏيو آهي ۽ پر مون هن دنيا ۾، صرف مالڪ جي بندگي اختيار ڪئي آهي ۽ هن دنيا کان پوءِ، مون مالڪ جو ديدار پسند ڪيو آهي."

هڪ ڏينهن هڪ حجام جڏهن ابراهيم جا وار ڪٽي رهيو هو ته اوڏيءَ مهل، هن جو هڪ مريد اتي اچي نڪتو. ابراهيم چيس ته "تو وٽ ڪجهه هجي ته هن حجام کي ڏي." مريد هڪ ڳوٿري ڪڍي حجام کي ڏني. ايتري ۾ هڪ فقير اتي آيو ۽ اچي ڪجهه گهريائين. حجام تنهن کي هڪدم اها ڳوٿري ڪڍي هن کي ڏني. اهو ڏسي مريد عجب ۾ پئجي ويو ۽ حجام کي چيائين، "اي دوست! اها ٿيلهي ته ٿلديءَ سان ڀريل هئي." حجام جواب ڏنس، "اي ڪنجوس! مونکي خبر آهي ته شاهوڪاري دولت سان نه، پر دل سان ٿيندي آهي." تنهن تي مريد وراڻيو، "پر هن ڳوٿريءَ ۾ ته روپيا ۽ گنيون ڀريل هيون." اهو ٻڌي حجام چيو، "جنهن ماڻهوءَ کي مان ڪجهه ڏيندو آهيان، تنهن جي قدر جي مونکي سڌ هوندي آهي."

هڪ دفعي ڪن ماڻهن ابراهيم کان سوال ڪيو، "توهان جو بادشاهت کي ٺوڪر هڻي درويشي اختيار ڪئي، پر هاڻ ٻڌايو ته انهيءَ ڪارڻ توهانکي ڪڏهن خوشي به نصيب ٿي آهي؟"

هن فرمايو ته "ٻن موقعن تي مان ڏاڍو خوش ٿيو آهيان:-

هڪ دفعي مان ٻيڙيءَ ۾ وڃي رهيو هوس، منهنجا ڪپڙا ميرا ۽ وار وڌا هوا، اهو ڏسي ٻيا ماڻهو جيڪي ٻيڙيءَ ۾ هئا، سي مون تي ٺٺوليون ڪرڻ لڳا. انهن ۾ هڪ مسخرو به هو، جنهن هر هڙ اچي مونکي ڌڪ پئي هنيا ۽ وار ڇڪي چهنڊيون پئي پائيون. انهيءَ مهل مان پنهنجي انهيءَ ذلت

لي خوش ٿيندي ٿيس. اُنهي وقت اوچتو اچي طوفان لڳو. ٻيڙيءَ واري چيو ته، جي ڪنهن ماڻهوءَ کي درياهه ۾ اڇلائي ڇڏيندا، ته پوءِ طوفان بند ٿي ويندو ۽ سڀني جون حياتيون بچي پونديون. هن مونکي ڪن کان پڪڙي درياهه ۾ اڇلائڻ ٿي چاهيو، پر اَجا منهنجي ڪن کي هٿ لاتائون مس، ته طوفان بند ٿي ويو. جنهن مهل ماڻهن مونکي ڪن کان پڪڙيو هو، تنهن وقت مونکي ڏاڍي خوشي ٿي.

هڪ دفعي مان هڪ مسجد ۾ سمهڻ لاءِ ويس، پر ماڻهن مون کي اُتي سمهڻ نه ڏنو ۽ ڌڪ هڻي مونکي گهلي ڏاڪڻ تان ڌڪو ڏيئي ڪيرائي ڇڏيائون. جيئن جيئن مان ڏاڪڻ تان گسڪندو هيٺ ڪرندو ٿي ويس، تيئن تيئن منهنجي مٿي کي ڌڪ لڳندا ٿي ويا ۽ هرهڪ ڏاڪي تي ٺوڪر لڳڻ مهل، مون لاءِ مالڪ جو لکون لکون راز کلندو ٿي ويو. اُنهيءَ وقت چيم ته اجا اهي ڏاڪا وڌيڪ هجن ها، ته مالڪ جا ٻيا وڌيڪ راز کلن ها.

هڪ دفعي اهڙي هنڌ اچي ڦاٿس جتي هڪ مسخرو منهنجي مٿان پيشاب پيو وجهندو هو. اُنهي وقت مان پيو خوش ٿيندو هوس.

هڪ دفعي هڪ ماڻهوءَ، ابراهيم کي نوڪريءَ ۾ رکڻ لاءِ چيو. ابراهيم نالو پڇيس. نوڪر چيس ته جنهن نالي سان مونکي سڏيندا اُهوئي منهنجو نالو آهي. وري پڇيائينس ته ڪيترو پگهار وٺندين؟ چيائين ته جيڪو توهين ڏيندا. ابراهيم پڇيس ته ڪهڙو ڪم ڪندين؟ هن چيو ته جيڪو ڪم ڪرائيندا. وري پڇيائينس تہ ڇا پهريندين؟ چيائينس ته جيڪي پائڻ لاءِ ڏيندا. وري سوال ڪيائينس ته ڇا کائيندو آهين؟ نوڪر چيو ته جيڪي به کارائيندا. وري پڇيائينس ته ٻي ڪا تنهنجي خواهش آهي؟ هن جواب ڏنو ته مان نوڪر ٿيس ته پوءِ منهنجي خواهش ڪهڙي! هن جون اهي ڳالهيون ٻڌي، ابراهيم جي اکين ۾ پاڻي اچي ويو ۽ چوڻ لڳو ته دنيا ۾

ورلڻ جو ڍنگ مونکي هيٺئر، هن سيکاريو آهي. هي ماڻهو دنيا جي واسطي سڀ ڪجهه قربان ڪري رهيو آهي، پر مان، من جي مرضيءَ موجب هلي رهيو آهيان. ڪهڙو نه چڱو ٿئي، جو مان به هر وقت پاڻکي مالڪ جو نوڪر سمجهي، دنيا جو ڪم ڪار ڪريان! جيڪي مالڪ ڏئي سو واهه واهه، جيڪي ڪري سو به واهه واهه. دم دم شڪر.

هڪ ڀيري ابراهيم، سنان ڪرڻ لاءِ ڪنهن حمام ۾ ويو. هن جا قاتل پراڻا ڪپڙا ڏسي، ماڻهن هنکي اندر اچڻ ڪين ڏنو. تنهن تي هن چيو، "جيڪڏهن ڪنهن کي خالي هٿين شيطان جي گهر ۾ نٿا اچڻ ڏين، ته پوءِ مالڪ جي گهر بندگيءَ جي ثمر کان سواءِ ڪهڙيءَ طرح اچڻ ڏيندا؟"

ڪن ماڻهن ابراهيم کان پڇيو ته اسين مالڪ کي وينتي ڪريون ٿا مگر هو اسانجو عرض نٿو اونائي، انهيءَ جو ڪهڙو سبب آهي؟ هن جواب ڏنو، "توهان کي مالڪ جي سڌ ته آهي، مگر توهين هنجو حڪم نٿا مڃيو. سنتن ۽ درويشن کي سڃاڻو ٿا، پر هنن جي چوڻ تي نٿا هلو. هنن جون پاڪون ۽ لکيل ڪتاب پڙهو ٿا، پر انهن تي عمل نٿا ڪريو. توهين سمجهو ٿا ته دوزخ گنهگارن لاءِ آهي، مگر انهيءَ ڳالهه جو ڪو به خوف نٿا ڪريو. شيطان کي پنهنجو دشمن سمجهي ته، هن کان پري نٿا ڀڄو، بلڪ هن سان دوستي يعني پيار ڪريو ٿا. توهان کي خبر ته آهي ته موت ايندو ۽ ڇڏيندو ڪونه، پر توهين هن کان ڏڄي ڪو به آخرت جو ثمر نٿا لاهيو. پنهنجن پيارن، مائٽن، دوستن ۽ ابن جو موت اکين سان ڏسي ته انهيءَ مان ڪو به سبق نٿا پرايو ۽ برائين ۽ ٻچڙن ڪمن کي نٿا ڇڏيو، بلڪ ابن جي عيب جوئي لا ڪريو. ڀلا ٻڌايو ته جيڪو آهڙي قسم جو لڇس ۽ ڍيٺ هوندو، تنهن جو عرض مالڪ ڪيئن قبول ڪندو؟ آهڙي ماڻهوءَ جي وينتي ڏٺي ته ...، مگر اونائي نٿو."

# مولانا روم

**مولانا روم** تمام اوچ ڪرتي جو سنت ٿي گذريو آهي. هن جو اصل نالو جلال الدين هو. ايشيا مائنر کي اُنهي زماني ۾ روم ڪري چوندا هوا. پئس جو نالو بهاؤ الدين هو ۽ هنجو وطن بلخ هو. هن جو پيءُ اُنهي زماني جو لائق عالم هو. هي ١٢٠٧ع ۾ ڄائو هو. جڏهن هو اڃا ڇهن سالن جو هو تہ خواجہ فريد الدين عطار جو هڪ ڪامل سنت هو، تنهن هنکي ڏٺي، پئس کي چيو تہ هن ٻار ڏانهن کان غافل نہ ٿج. ارڙهن ورهين ۾ هن شادي ڪئي. ڪجھ سالن کان پوءِ پٽ ڄائس جنهن جو نالو سلطان رکيائون. شروعات ۾ هن پنهنجي پيءُ کان تعليم حاصل ڪئي. تنهن کان پوءِ هنکي پئس پنهنجي شاگرد سيد برهان الدين، جو هڪ عالم ۽ خداپرست هو، تنهن کي سپرد ڪيو. پڙهڻ سان گڏ هو هنکي اخلاق جون ڳالهيون ٻڌ سيکاريندو هو. پيءُ جي مرڻ کان پوءِ بہ مولانا روم پنهنجي استاد جي خدمت ۾ لڳو رهيو.

هڪ ڏينهن هنجو امتحان ورتو ويو. برهان الدين هنکي پورو ماهر ڏسي ۽ کيس چيائين، "تو علم جون سڀ ڳالهيون سکي راس ڪيون آهن، باقي توکي حقيقي علم سکڻ جي ضرورت آهي. تنهنجي پيءُ جي مون وٽ امانت رکيل هئي جا مان توکي ڏيان ٿو." تنهن کان پوءِ بہ هو نو سال هن وٽ رهيو.

مولانا روم، علم ۽ اخلاق ۾ اهڙو تہ مشهور ٿي ويو جو تمام پريان پريان جا ماڻهو، هن وٽ علم حاصل ڪرڻ لاءِ ۽ علم جي ڏکين ڳالهين بابت رايا پڇڻ ايندا هوا. هن وٽ وڏن وڏن پڙهيلن، امير امرائن ۽ شاگردن جي ڀيڙ لڳي پيئي هوندي هئي. اهي سڀئي ڳالهيون هونديون بہ مولانا کي اڃا دنيا جو رنگ چڙهيو پيو هوندو هو، حقيقت ۾ هن جي روحاني زندگيءَ جو شروعاتي دور، شمس تبريز جي ملاقات کان پوءِ

ڇڏائي، انهي کان ڇاليھ ٻهتر آهي. پوءِ مولانا هنجو مريد ٿيو.

هڪ سپهه سالار جو مولانا جي سنگت ۾ ورهيه رهيو هو، سر وري عمر ٿو چوي ته شمس تبريز عام صوفين وانگر مريد ڪونه ڪندو هو. هو اڪثر لاهي وڪٽندو هو ۽ جيڪي انهي مان ملندو هوس، تنهن لي صبر ۽ شڪر سان گذارو ڪندو هو. هو هميشه پيو گهمندو هو ۽ مهمان سراءِ ۾ ٽڪندو هو. اندر ڌيان ڪري سماڌيءَ ۾ اچي ويندو هو. هڪ دفعي شمس تبريز مالڪ کي وينتي ڪئي، "اي شهنشاه! ڪو اهڙو ماڻهو ملاءِ جو منهنجي صحبت مان فائدو وٺي." اندر ۾ آواز آيس ته روم وڃ. هو اُتي هلي پيو ۽ اچي قونيه ۾ پهتو ۽ اچي مهمان سراءِ ۾ رهيو. انهي سراءِ جي اڳيان هڪ ٿلهو هو جتي شهر جا وڏا ماڻهو، پڙهيل ۽ بزرگ شام جو اچي ويهندا هوا. شمس به اُتي ايندو هو. مولانا روم کي هنجي اچڻ جي خبر پئي ۽ هن کي گڏجڻ لاءِ گهر مان روانو ٿيو. رستي ۾ ماڻهو هن کي پيري پوندا پئي ويا. اهڙي شان سان هو اچي سراءِ جي دروازي وٽ پهتو. شمس تبريز سمجهيو ته هي اهو ئي ماڻهو آهي، جنهن لاءِ مونکي اندران اشارو ٿيو هو. گڏجڻ سان ٻنهي بزرگن جون اکيون هڪ ٻئي ۾ ملي ويون. چاليهه ڏينهن تائين ٻئي پاڻ ۾ گڏجي ويهي روح رهاڻ ڪندا هوا. پوءِ مولانا پنهنجي اندر ۾ وڏو ڦيرو سمجهيو. انهي وقت کان پوءِ مولانا پاڙهڻ ۽ وعظ ڪرڻ ٻئي بند ڪري ڇڏيا ۽ اٺئي پهر هو پنهنجي مرشد جي صحبت ۾ رهڻ لڳو.

"ظاهر بندو باطن مولا - برهه جي بازي پرجهي ڪير،
اهو راز ڪري ٿو روشن - علي ولي شاه مردان شير." (بيدل)

انهيءَ ڳاله شهر ۾ وڏو شور مچائي ڇڏيو. ماڻهو چوڻ لڳا ته خبر نه آهي ته هڪ ديوالي کهڙو جادو ڪيو آهي، جو مولانا هاڻي ڪنهن به ڪم جو نه وڃي رهيو آهي! شور اتري بدر وڌي ويو جو خود مولانا جا شاگرد اها شڪايت

ٻين وارن کي لنگهڻ نه ڏني. اها ڳالهه وڏي ئي ڳڻتيءَ واري. هڪ ڏينهن شمس تبريز چپ چاپ ڪٿان نڪري هليو ويو. مولانا روم سڀني پاسي چوڌاري ماڻهو ڊوڙايا ۽ پاڻ خود به ڳوليو ويو، مگر هن جو ڪٿي به پتو نه پيو. شمس تبريز جي جدائيءَ مولانا کي بيقرار ۽ بيتاب ڪري ڇڏيو. جيڪي ڪلام هن انهيءَ وقت چيو هو سي ڄڻ ته باهه جا اُڪرا هوا.

"ٻڌ ڪارڻ ٻرانءِ جي - ڪيا اکر اُڪرن،

ملڻ لاءِ محبوب جي - تيرن رالو ڏينهن وسن." (سچل)

مولانا روم هڪ ٿڌي ٿي سمجهندو هو. هن ڪڏهن به پنهنجي سيڄ جي بستري تي گادلو ۽ وهاڻو نه رکيو. تنهن جو جيترو ايندو هوس، نه ويهي وهڻي ليٽي پوندو هو. هو اڪثر ڏهاڙا ڏينهن ڪجهه به نه کائيندو هو ۽ نهايت وڏي صبر وارو هو. امير ۽ شاهوڪار ڪيس سوغاتون موڪليندا هئا، پر هو پاڻ وٽ ڪجهه به نه رکندو هو، هڪدم ٻين کي ڏيئي ڇڏيندو هو. ڪنهن شيءِ جي تنگي ٿيندي هئس ته سندس پٽ سلطان جي تمام زور ڪرڻ تي ڪٿي ڪجهه رکندو هو. جنهن ڏينهن هن وٽ ڪجهه به کاڌي جو سامان نه هوندو هو، تنهن ڏاڍو خوش ٿيندو هو ۽ چوندو هو ته "اڄ منهنجي گهر مان درويشيءَ جي خوشبوءِ اچي رهي آهي." هر وقت واسه پر هرهنڌ ٻيئي هوندي هئس. ماڻهن انهيءَ جو سبب پڇيس. چيائين ته "مان ٿو چاهيان ته ڪو منهنجي وات جو ذائقو مٺو رهي." غريب ڪو سوالي ايندو هوس ته انگي پنهنجو ڪپڙو به لاهي ڏيندو هوس، انهيءَ ڪري ڪڙتي ٻه جوڙا به ڪو نه هوندا هئس، ته جيئن هڪدم اهو لاهي ڏيئي سگهي.

هڪ دفعي مولانا بزار مان پئي ويو ته ڇوڪرن هڪ ٽولو ڪنهن هنڌ چمڻ لاءِ اڳيان وڌي آيا. هو اتي بيهي رهيو ۽ ڪيترائي ڇوڪرا ايندا رهيا ۽ سندس هٿ چمي هليا پئي. ڇوڪري چيو ته "مولانا صاحب! مهرباني ڪري

ورو ترسجو، ته مان تورو ڪم لاهي تو اچان.“ مؤلانا اُنـي
ٿي اچڻ تائين بيٺو ئي رهيو.
ڇوڪري جي اچڻ تائين بيٺو ئي رهيو ڪري چوندا هوا. اهو
مولانا روم کي مولوي روم بہ ڪري چوندا هوا. اهو
زانو هن تي الهيءَ ڪري پيو، جو هو روم يعني شام ۾ وڏو
مرلوي هو. هن کي بادشاهه وٽان فقط ويهه دينار مهني ۾ پگهار
ملندو هو ۽ هو انهيءَ جي عيوض ماڻهن کي فتوائون لکي
ڏيندو هو. هن جو هڪ دوست بہ انهيءَ بادشاهه وٽ وڏي
عهدي وارو هو ۽ هن کي تمام گهڻو پگهار ملندو هو. ڪنهن
مريد مولانا روم کي چيو تہ توهان جو دوست تہ پاڻ وڏو
پگهار ٿو ڪٽي، پر توهان کي رڳو ويهه دينار ٿو ڏياري. تنهن
تي مولانا روم فرمايو تہ پاڻي! هنجو خرچ بہ تہ ڏسو!
مولانا صاحب رات جو فقط ويهي پنهنجي نند پوري ڪندو
هو ۽ هو چوندو هو تہ نند ۽ عاشق جو پاڻ ۾ وير آهي. ه
پنهنجن مريدن کي چوندو هو تہ سمهي پئو ۽ پاڻ انهن جي
تلسي لاءِ پنهنجي گوڏن تي مٿو رکي، ويهي رهندو هو تہ
مريد، انهيءَ حالت ۾ ڪيس ڏسي آزاديءَ سان سمهي سگهن
”سيج سٽي نون جهپ نہ آوي- نيڻن نند حرام،
راليان جاڳڻ صاحب سڀالڻ- اي فقيران دا ڪام،
مت عقـل دي منجهہ گئي- آيا عشق امام.“ (شاه پنا
سيج پلنـگ تي سمهندين تہ مالڪ ڪين ملندو. اها
حرام آهي. فقيرن جـو ڪم آهي رات جـو جاڳي مالڪ
ياد ڪرڻ. جڏهن مالڪ جو پريم اندر ۾ ايندو، تڏهن
جي مت ئي منجهي پوندي.
هڪ ڏينهن مولانا روم ڪنهن بئي ڳوٺ ويو، جت
پنهنجي دوست جي گهر رات جو پهتو. ڏٺائين تہ گ
دروازو بند آهي ۽ سمجهيائين تہ گهر جا ڀاتي سڀ س
آهن. گهر جو دروازو ڪين کڙڪيائين تہ متان گهر وا
رات هو ٻاهر ئي بيٺو رهيو

جي ياد ۾ روئندو رهندو، اهڙي قدر جو هن جا ڳوڙها، ٽڪ ڪري هن جي ڏاڙهيءَ ۾ ڄمي اٽڪي پيا. صبوح جو جڏهن گهر وارو هن جو دوست جاڳيو ۽ هن کي ڏٺائين تڏهن هن مولانا کان ڏاڍي معافي گهري. گويا مولانا صاحب کيس ڪي رليءَ ۾ بس تڪليف ڏيڻ مناسب نه سمجهندو هو. پر اسين ماڻهو، لوڙيءَ گهٽيءَ ڳالهه لاءِ پنهنجن دوستن ۽ مٽن مائٽن سان وڙهون، جهڳڙون ۽ رسون ٿا.

هڪ ڏينهن مولانا ٻين سان ڳالهائي رهيو هو ته، اتي هڪ ماڻهو نشي جي حالت ۾ اچي مولانا سان ٽڪرايو، ماڻهن هن کي ڌڪو ڏيئي پري هٽايو. تنهن تي مولانا ماڻهن کي چيو ته، "شراب هن پيتو آهي، پر بدمستي توهين پيا ڪريو."

شهر ۾ هڪ گرم پاڻيءَ جو چشمو هوندو هو، جنهن ۾ مولانا اڪثر سنان ڪندو هو. هڪ ڏينهن اتي وڃڻ جو ارادو ڪيائين. خدمتگارن اڳواٽ هن جي سنان جو هنڌ صفا ڪري رکيو. مولانا جي پهچڻ کان اڳ ڪي ڪوڙهي اچي اتي سنان ڪرڻ لڳا. هن جي اچڻ تي خدمتگار ڪوڙهين کي اتان هٽائڻ لڳا، پر مولانا کين جهليو ۽ اتي پاڻ به وڃي سنان ڪرڻ لڳو.

هڪ دفعي ڪي ٻه ماڻهو پاڻ ۾ پيا وڙهيا. مولانا اتان اچي نڪتو. هڪ ماڻهوءَ ٻئي کي چيو ته هڪ چوندين ته ڏهه ٻڌندين. تنهن تي مولانا چيو، "ڀائي! جيڪي چوڻو اٿئي سو مون کي چئو. مون کي هزار لفظ به چوندين ته مون ۾ هڪ به اکر نه ٻڌندين." هو ٻئي ڏاڍو شرمندا ٿيا ۽ هن جي قدمن تي ڪري پيا.

مولانا پاڻ چوندو هو ته هيتري قدر منهنجي مشهوري ٿيندي پئي وڃي، اوترو مان وڏيءَ مصيبت ۾ پوندو پيو وڃان. پر ڪريان سو ڪريان ڇا؟ ازليءَ ڳالهه جو علاج مون کي نٿو سجهي. هي مشهوريءَ جي بلڪل برخلاف هوندو هو.

هڪ دفعي سندس زال، نوڪرياڻيءَ کي پئي جهليو. تنهن مولانا زال کي چيو ته، جي هيءَ نوڪرياڻي تنهنجي مالڪڻ

هجي ها، ته پوءِ تنهنجي ڪهڙي حالت هجي ها؟ در اصل
سڀ انسان مالڪ جا پيدا آهن ۽ ڪو به ڪنهنجو غلام نه آهي.

هڪ ڏينهن هو پنهنجي مريدن سان ڪنهن سوڙهيءَ گهٽيءَ
مان پئي لنگهيو. گهٽيءَ جي بلڪل وچ ۾ هڪ ڪتو سمهيو پيو هو،
جنهن کي هٽائڻ بنا ڪو به لنگهي نٿي سگهيو. مولانا اُتي ڏاڍو
ٽائيم بيٺو رهيو. پٺيان هڪڙو ماڻهو آيو ۽ اچي ڪتي کي پري
هٽايائين. مولانا کي ڏک ٿيو ته ناحق ڪتي کي تڪليف ڏنائين.

هو اڪثر ڌيان ۾ محو هوندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ڪيترا
ڏينهن جهنگل ۾ غائب ٿي ويندو هو. هڪ ڏينهن بيمار ٿي
پيو. وڏن وڏن حڪيمن هن جو علاج شروع ڪيو. هو مرض
لاءِ ڪو به فيصلو نه ڪري سگهيا ته ڪهڙي بيماري اٿس.
مولانا کان پڇيائون ته توهين پنهنجي طبيعت جو حال ٻڌايو؟
پر هن ڪو به جواب نه ڏنو.

ماڻهن سمجهيو ته مولانا روم هاڻي ٿوريءَ دير جو مهمان
آهي. شيخ صدر الدين اوڏيءَ مهل آيو ۽ هن جي حالت
ڏسي ڏاڍو دکي ٿيو، ۽ دعا ڪرڻ لڳو ته شل توهان کي
جلد شفا حاصل ٿئي! اهو ٻڌي مولانا فرمايو، "ڇا شفا! اها
توکي ئي هجي، عاشق ۽ معشوق جي وچ ۾ فقط هڪ سنهون
پردو آهي، ڇا! تون نٿو چاهين ته اهو پردو کڄي ۽ نُور، نُور
۾ ملي وڃي. شيخ کي روئڻ اچي ويو. مولانا اُتي هڪ بيت
چيو. جنهن جو مطلب آهي ته، "توکي ڪهڙي خبر ته اندر
ڪهڙو بادشاه ويٺو آهي، منهنجي سونهري چهري کي نه
ڏس، منهنجا پير لوه جا آهن." هڪ ماڻهوءَ مولانا کان پڇيو
ته توهان جي گاديءَ لاءِ ڪير ويهندو؟ جيتوڻيڪ سندس
وڏو پٽ، سلطان، سلوڪ، تصوف ۾ وڏي درجي تي پهتو
هو، ته به مولانا، حسام الدين چلپيءَ جو نالو ورتو. ماڻهن وري
ٻيو دفعو هن کان اهو پڇيو، مگر هن اهو ئي ساڳيو جواب ڏنو.
هن سنه ١٢٧٧ع آرتوار ڏينهن چولو ڇڏيو.

# حافظ

خواجه شمس الدين محمد حافظ سن ١٣١٥ع ۾ شيراز ۾ ڄائو هو. اهڙي خاندان ۾ ڄائو هو جنهن ۾ علم جو وڏو قدر هو. انهي ڪري هن کي ٻالڪپڻي ۾ پڙهڻ وهاريو ويو. ننڍپڻ ۾ هن قرآن شريف کي برزبان ياد ڪيو. انهيءَ ڪري هن کي حافظ ڪري سڏيندا هوا. اهو لقب هن کي اهڙو پسند آيو جو هن پنهنجو تخلص حافظ ئي رکيو. قرآن کي برزبان ياد ڪرڻ کان پوءِ هي مولانا شمس دين وٽ، قرآن جي تفسير (ٽيڪا) ۽ فقه (مسلمانن جو ديني ڪتاب) پڙهيو. مولانا شمس دين هن پنهنجي شاگرد جي ٻڌي ۽ سمجهه ڪري، هن مان اهڙو ته خوش هو جو هن کي پنهنجي اولاد کان به وڌيڪ پيار ڪندو هو.

تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ، حافظ جي هوشياريءَ جي هاڪ چوڌاري ڦهلجي ويئي. حاجي قوام الدين وزير خاص هن لاءِ هڪ مدرسو کوليو، ته هو شاگردن کي فقه ۽ حديث پڙهائي. حافظ جو سڄو وقت پڙهائڻ ۽ مالڪ جي عبادت ۽ رياضت (آراڌنا) ۾ خرچ ٿيندو هو.

انهيءَ زماني ۾ ايران ۾ شاعريءَ جو ڏاڍو شوق هو، خاص ڪري شيراز ۾. جنهن ٿورو وقت اڳ شيخ سعديءَ پنهنجي غزلن ۾ عشق حقيقي ۽ عشق مجازيءَ جا ٻئي پاسا لکيا هوا. حافظ مجازيءَ عشق جي مٽيءَ جي پيالي (هن خاڪي جسم) ۾ حقيقي عشق جو شراب (مالڪ جو پيار) پيارڻ شروع ڪيو، جو هن کان اڳ شيخ سعدي ڏيئي ويو هو. مگر هن جو شعر اهڙو ته تيز هو، جنهن هر درجي جي ماڻهن کي مست ڪري ڇڏيو. ڌرمي سڀائن، ملاڻن (ملن)، اميرن جي محفلن، نزارن ۽ گهٽين ۾ انهيءَ شراب جو دور (مالڪ جو پيار) ملڻ لڳو ۽ ماڻهو چئني طرفن ۾ حافظ شيرازيءَ جا ئي غزل ڳائيندا هوا.

حافظ جي غزلن جي ديوان ۾ جنهن شراب جو ذکر ڪيل
هي، سو ڪو انگوري شراب ڪين آهي يا ڪو ٻيءِ شيءِ
ن تهيل شراب نه آهي، بلڪ اهو سچو پريم يعني مالڪ جو
شق آهي. الهيءَ طور تي جنهن خوبصورتيءَ جو بيان هن
ڪيو آهي، اها سچائي آهي.

حافظ جي سڄي حياتيءَ جي وقت ۾ ايران ۾ جهيڙي جو
زمانو هو. هن جي اٽڪل ڇاهتر ورهين عمر جي وقت ۾ ست
بادشاه ٿيا ۽ وڏيون خونريزيون لڳيون. سڀ کان آخري
تيمور جو حملو هو، جو حقيقت ۾ هڪ قيامت جو نمونو هئو.
الهيءَ بي دردي ۽ هيبتناڪ خونريزيءَ ڪئي، هن پنهنجن اکين
سان ڏٺو. آهڙي دنيا جي ٿورن سالن جي ٻاهرئين چمتڪار
لاءِ، هنکي سخت نفرت هئي. هن سڄيءَ عمر جي بادشاهيءَ
کان وڌيڪ، هڪ گهڙي، ايڪانت ۾ آرام سان گذارڻ وڌيڪ
تي سمجهي.

حافظ تمام رلڻو ملڻو هو. امير، غريب، ننڍي وڏي سيني
سان گڏجندو هو. حافظ جو نالو صوفي فقيرن ۾ تمام پريم سا
ورتو ويندو هو. هن جي اپديشن جو ماڻهن تي ڏاڍو اثر پي
گهر گهر ۾ هنجي اپديشن جو سڀ کان وڌو آدر هو. هو مڪار
(ڍونگي) ۽ فريب جو سخت دشمن هو. جيڪي اپديش ڪ
ماڻهو پنهنجون خوبيون ظاهر ڪندا هوا، تنکي هي ٻرو سمجهه
هو. هو چوندو هو ته مسجد يا مندرن ۾ وعظ يا ستسنگ ڪ
وارا، اڪيلائيءَ ۾ اهي ڪم ۽ ڳالهيون ٿا ڪن، جي اپد
يا وعظن ۾ هرگز نه هونديون آهن.

حافظ سڀاءَ جو تمام مٺو هو. هنکي ڪو جيترو بہ اه
نه هو. هو تمام سادي ۽ آزاد حياتي گذاريندو هو. هر
هردو تمام شڌ ۽ دل بلڪل صاف هئي، جنهن ۾ ڪ
ذرو بہ نشان نه هو. هن جو من، وچن ۽ ڪرٽي ساڳي
هو ۽ ڪنهن جو بہ پڪش

ڪندو هو. سڄو وقت پگهٽي ٻاق ۾ گذاريندو هو. جڏهن
ڪماليندو هو سو شيرين جي شيوا ۾ خرچ ڪري ڇڏيندو هو.
هن جو دروازو پنهنجي ۽ پرائي لاءِ هميشه کليل هوندو هو.
هڪڙو هردو پرايو وس ۾ اولين هوندو هو. سڙرداس ۽ مهران
ٻاليهه والگر هن جي شڙن ۾ پرايو جي مڏو وس، ڇن ڇن ڪري
وهندي آهي. هن جي دل ڪيتري ٿدر اداوچت هئي سا
هيٺين شعر مان اليءَ پالعت ۾ ظاهر ٿئي ٿي.

ولا ڪنيم ملامت ڪشيم خوش باشيم
در طريقت مسا، ڪافريست رنجيدن.

يعني مان ڏڪ پيو کان، ڇڙاون پيو سهان پر دل ۾ خوش
رهان ٿو، ڇاڪاڻ ته منهنجي مذهب ۾ ڪنهن سان به ناراض
۽ رنج ٿيڻ هڪ وڏو گناهه آهي. اسان ڪي هن سنسار ۾
پنهنجي جيون ڪهڙيءَ طرح گذارڻ گهرجي، انهيءَ وشيه ۾
پنهنجي مت ظاهر ڪرڻ ۾ حافظ لکي ٿو ته:-

چنان بزي ڪه اگر خاڪ ره شوي ڪس را،
غبار خاطر از رهـ گذار مان نـه رسد.

يعني دنيا ۾ اهڙيءَ طرح پنهنجي حياتي گذارين جو جڏهن
تو هين ڪنهن جي رستي جي ڌوڙ به بڻجي پئو، تڏهن به
تو هان کان ڪنهن جو هردو ملين نه ٿئي.

وري حافظ لکي ٿو ته:-

درخت دوستي بنشان، ڪه ڪام دل ٻبار آورد،
نهان دشمني برڪن، ڪه رنج بي شمار آورد.

متو تا جو وڻ پوکيو جو توهان ڪي دل گهريو ڦل ڏئي ۽
دشمني جو بوٽو اکاڙي ڇڏيو، ڇاڪاڻ ته هن سان انيڪ
دک ۽ تڪليفون پيدا ٿيون آهن.

دنيا جي وڏي درجي يا شان جي، حافظ جي نظر ۾ ڪا به
وڏائي نه آهي. انهيءَ ڪري هو چوي ٿو ته سنسار جو ڌن ۽
دولت وغيره ڪنهن به ڪم جا نه آهن جنهن جي لاءِ انسان

انسان جي پوڙهي ٽاليءَ کي جواب
...م وڙهڻ ۽ جهڳڙڻ ٿا ۽
... ٿا.

نزاع بر سر دنيا، دون نه بايد کرد،
به آشتي بهر، نور ديده گويه فلاهه.

يعني:- ٿڇ ڏن دولت واسطي وڙهڻ ۽ جهيڙو ڪرڻ نه
...رجي. سڀ سان ملي هلو. الهيءَ سان ئي ڪاميابي حاصل
...ڪري سگهندا.

نه فقط ايران، عراق، بغداد ۽ هندستان ڏانهن حافظ جو نالو
مشهور ٿي ويو، بلڪ مسافر قافلن سان گڏ هن جا غزل، ملڪان
ملڪ ڳائيندا ويندا هوا، وڏا بادشاه ۽ نواب هنکي سوغاتون
موڪليندا هوا ۽ پاڻ وٽ اچڻ لاءِ چٺيون لکندا هوا. پر هو
پنهنجي ايڪانت پسند ۽ سنتوشي سڀاءَ ڪري، ڪٿي به وڃڻ
پسند نه ڪندو هو.

ڏکڻ هندستان جي سلطان محمود شاه بهمني ۽ هن جي
وزير فضل الله، حافظ جي هاڪ ٻڌي هنکي هڪ خط لکيو ته،
اسان وٽ اچ. خط سان گڏ ڪجهه اشرفيون به موڪليائونس.
حافظ اِنهن گهڻين مان ڪجهه قرض ادا ڪيو، ڪجهه اهي پنهنجي
پاڻيجي کي ڏنيون ۽ ڪجهه پنهنجي سفر لاءِ پاڻ وٽ رکي
هندستان لاءِ روانو ٿيو. رستي ۾ اهي اشرفيون به هن ماڻه...
کي ورهائي ڏنيون ۽ کيس ڪجهه به نه وڃي ٻچيو. ايران
هندستان اچي رهيا هوا، سي حافظ جي خ...
به سوداگر جي طرح هرمز بندر ڏانهن اچ...
ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا ۽ هو اهڙيءَ لاءِ هن بندر تي غور...
پهتو. ڏکڻ هندستان مان هنجي لنگر ئي مس کنيو هو...
موڪليو ويو هو. اچا غوراب جو ...
سخت طوفان اچي لڳو. حافظ گهبرائجي ويو ۽ هيٺ...
آيو. هن هندستان وڃڻ جو اِرادو ترڪ ڪري ڇڏيو.
غزل لکي انهن سوداگرن هٿ، بادشاه کي ڏياري موڪ...
سنت ۽ ڪامل درويش هو. هن جي
لفظ ...

د رواجي ۽ شرائي زندگيءَ جي هئي. هن جي زال جرائي ۾ پي گذاري وئي هئي.

حافظ جي ديوان کي سڀ ڪنهن مذهب جا سمجهو ماڻهو روحاني سروپ ۾ حاصل ڪن ٿا. صوفي انهي کي امر سه للم ڪري سمجهن ٿا. رواجي ماڻهو هن جي غزلن جي ظاهري معنيٰ سمجهي گمراه ٿا ٿين ۽ انهيءَ الدرولي معنيٰ ۽ پيد جي تہ ڪانہ پهچي سگهن.

هيٺيون حافظ جو هڪ مشهور شعر آهي.

بہ مئي سجاده رنگين ڪن، گرت پير مغان گويد،
ڪہ سالڪ بيخبر نہ بود، ز راهہ و رسم منزلها.

يعني جيڪڏهن تنهنجو مرشد يا گرو توکي چوي تہ تون مصلي (نماز جي ڪپڙي يا آسن) کي شراب ۾ پساءِ تہ تون هڪدم انهن ئي ڪر ۽ انهيءَ ۾ ذرو بہ شڪ نہ آڻ، ڇاڪاڻ تہ رستي بذاتِ وارو سؤلهہون بيمي تنهنجو گرو، رستي جي منزلن جون، سڀ رستيون ۽ رسمون ڄاڻي ٿو.

پهرين سٽ تہ:-

"بہ مئي سجاده رنگين ڪن، گرت پير مغان گويد."

انها پڙهي سچي ايران ۾ شور مچي ويو، تہ اهو بلڪل ڪفر جو ڪلام آهي. ماڻهو قاضي وٽ ويا ۽ قاضي خواجہ حافظ وٽ آيو تہ انهيءَ ڪلام جو مطلب سمجهاءِ يا اهو واپس وٺ. خواجہ صاحب چيس تہ شعر پنهنجو ڪلام واپس نہ وٺندا آهن، ڇاڪاڻ تہ هن کي جيڪي اندران مالڪ جو حڪم ٿو ٿئي سو ئي هو چوَن ٿا. قاضي چيو تہ پوءِ انهيءَ جو مطلب سمجهاءِ. حافظ چيس تہ فلاڻي اڪريءَ ۾ هڪ شعر وڏو آهي تنهن وٽ وڃ، تہ هو توکي انهيءَ جو مطلب سمجهائيندو. شعر وٽ پهچي انهيءَ سٽ جو مطلب پڇيائين. شعر چيس تہ سامهون هيٺ جيڪو شهر آهي، اتي فلاڻي هنڌ هڪ ونميا رهندي آهي، انهيءَ وٽ وڃ تہ اها توکي سوال جو جواب ڏيندي.

قاضي منجهي پيو ته هيءَ کهڙي ماجرا آهي. هڪ ڇوري
مصلي کي شراب ۾ رڱي ڇڏ، پيو وري ڇوري ٿو ته وٺيا
وڃ. آخر شهر ۾ پڇا ڪري اچي وٺيا جي گهر پهتو. اها
يڏائين ٻاهر ڪري وٺي هئي، پر مالڪڻ وٺي هئي. هن
اضيءَ کي ڏسي ڇيو ته گراهڪ ته موٽو آهي! هن هڪڙي
وڪري پالي هئي، جا هيئر جوان ٿي چڪي هئي.
ڇوڪريءَ کي ڇيائين ته ٿوکي لـ خبر آهي ته اسالجو پيشو
حرام آهي. انهيءَ ڪري ٿوکي اهوئي ڪرڻو پوندو جنهن لاءِ
اسان ٿوکي خريد ڪيو هو.
ڇوڪريءَ کي هوءَ قاضيءَ وٽ اڪيلي ڪوٺيءَ ۾ ڇڏي
آلي ته مٿان گراهڪ ته واپس وڃي. ڇوڪري اداس هئي ۽
اکين مان ڳوڙها پئي ڳاڙيائين. قاضيءَ سوچيو ته جي هيءَ
وٺيا هجي ها ته ڪاهڙي اچي ها. سو هيءَ وٺيا نه آهي ۽
انهيءَ ۾ ڪو راز آهي. قاضيءَ پڇيس ته تون وٺيا آهين؟
ڇوڪري چپ. وري ڇيائينس ته مان ٿوکي هٿ ڪونه ٿو
لايان، ٻڌاءِ ته تون ڪير آهين؟ هن ڇيس ته مان مصيبتن جي
ماريل آهيان، هيل تائين مان نيڪ پاڪ رهي آهيان، اڄ پهريون
پيرو، ٻراين ۾ ٿي ڦاسان. قاضيءَ ڇيس ته سچ ٻڌاءِ ته تو
ڪير آهين؟ ڇوڪريءَ ڇيو ته مونکي ٿورو ياد آهي ته ا
ي ڳوٺ ۾ ڌاڙو لڳو هو ۽ ڇورن مونکي پڪڙي ورتو ۽
ٺيا وٽ وڪيائون. تنهن تي قاضيءَ ڳوٺ جو نالو پڇيس.
ڇيو مونکي ٿورو ياد آهي ته فلاڻو منهنجو ڳوٺ هو. قاض
جو ته اصل اهو ڳوٺ هو. پڇيائينس ته کهڙي پاڙي ۾ رهد
هئينءَ؟ جواب ڏنائين ٿورو ياد اٿم ته فلاڻو پاڙو هو. ق
جو به ته اهوئي محلو هو. ڏاڏي اُتي ٿيس ۽ پڇيائينس
پيءُ جو نالو ٻڌاءِ. هن ڇيو ته مان ننڍي هيس، ٿوري ياد
اٿم، ته هيءَ هنجو نالو هو. اهو ته ٻاڻ خود قاضي هو
ڇوڪريءَ کي ڳالهي لائائين ۽ روئي ڇوڻ لڳو ته تون

ڏيءُ آهن، لوڪي برابر ڇور ڪلي ويا هوا.

هرمڪريءَ کي ولي هو لئير وٽ پهتو ۽ چيائينس ته ظاهريءَ طرح توهان مرلکي، ڪرم لاءِ ولعيا وٽ موڪليو هو، پر الله والي اڳيئي ئي رمز سمجهي، جو مرلکي پهچڻ ڏيءُ سان ملاقات هوئي. تنهن جي ته هالي خواجه حافظ کي وڃي جڏهن ته، شعر جي هي مصرع نه لوڪي پڙهائي. حافظ وٽ پهچي قاضي سدس تدهن لي ڪري پهتو ۽ عرض ڪيائين ته پنهنجي ڪلام جي هي سٽ نه پڙهو. تنهن تي حافظ صاحب چيو ته:-

”ڪه سالڪ بيخبر نه بود، ز راهه و رسم منزلها.“

يعني جاڪاڻ ته مرشد منزل جي راهه ۽ رسم کان پورو واقف هوندو آهي، تنهن ڪري جڏهن ڪي گرو ڇوي الهيءَ کي ته فقط ٻڌا ڇوڻ جا جي، اهڪ پوري وشواس ۽ پريم سان سيخ ڪري مڃڻ گهرجي.

حافظ جو اهو مشهور بيت هي آهي-

”شب تاريڪي بيم، موجي گرداب چنين هايل،

ڪجا دانند حال ما، سبڪساران ساحلها.“

يعني رات اونداهي، لهرن جو ڊپ ۽ ممهن پيو پوي. جهڙو ڪناري تي هميشه ويٺو آهي، تنهڪي منهنجي حال جي ڪهڙي خبر. ماڻهو سمجهن ٿا ته جيڪي دنيا جي ڪارروائي پيا ڪرڻ تنهن پرمارٿي ڪارروائي نه ڪري سگهندا آهن.

اها هن جي وڏي غلطي آهي. سچ پچ ته پرمارٿ ۽ بالڪل سرس جهي رستي کان هلڻو آهي. پرمارٿ هڪ اصطلاحي وارو ۽ اڻالکو رستو آهي، الهيءَ ۽ جهڙي مٺو آهي. اندر اهن احساس ۽ آنک آنک ۽ رگ رگ مان آتما اڪري ملي پوڙهي ٿي، الهيءَ ۽ ڪهڙي اڪاهف تي ٿئي تنهن کان ماڻهو اڻ سهرا آهن، الهيءَ کي فقط احساسي ٿا جاڻن.

تيمور ڪيترن سلطنتن هٿ ڪيون ۽ بادشاهن جو نه بادشاهه ٿيو. آخر هن ڪروڙن رپيا خرچي، سمرقند ۽ بخارا

کي لٽين سر رونق ڏني ۽ هڪ وڏو جشن ملهايو، جنهن ۾ هن حافظ کي راڄ ڪوي ڪري ڪوٺ ڪئي. پر حافظ انهيءَ جلسي ۾ شامل نه ٿيو ۽ بادشاهه کي هيٺيون شعر لکي موڪليائين:-

”اگر آن ترک شیرازي، بدست آرد دل مارا،
بخال هندوش بخشند، سمرقند و بخارا را.“

هن بيت ۾ ٻاهرين معنيٰ آهي ته جيڪڏهن شيراز جو پهلوان منهنجي هٿ ۾ اچي ته، هنجي ڳل جي ڪاري تر مٿان مان سمرقند ۽ بخارا کي قربان ڪري ڇڏيان. مگر هن شعر جي اندرين معنيٰ آهي ته، جيڪڏهن منهنجو پورن ستگورو يعني ڪامل مرشد منهنجي اندر ۾ پرگهٽ ٿئي، ته مان فقط هن جي هڪ ڪاري تر مٿان سمرقند ۽ بخارا (دنيوي نعمتون) کي قربان ڪري ڇڏيان. اها آهي ستگروءَ جي وڏائي، جنهن جي اسانکي ذري به خبر نه آهي ۽ انهيءَ جو قدر انهن کي آهي، جن پنهنجي اندر ۾ ڪامل مرشد جو درشن ڪيو آهي.

حافظ ٧٦ ورهين جي عمر ۾ هي جڳ ڇڏي جسم سنه ١٣٨٨ع ۾ ڇڏيو، هن جي جنازي سان وڏي ڀيڙ هئي، جنهن ۾ شهر جا اميرهوا ۽ بادشاهه خود موجود هو.

# اُپديس جا ڪي سهڻا وچن

سمهڻ وقت، موت کي پنهنجن مٿن کان سمجهو ۽ جاڳڻ وقت موت کي هروقت پنهنجي سامهون سمجهو.

هميشه اها ڳالهه پڪي ياد رکو ته، مان، توهين ۽ سڄو عالم سڀ مرڻ وارن مان آهيون.

جيڪي لوڪي مليل آهي انهن لي صبر، سنتوش ۽ شڪر ڪري رهو، ته مٿان مالڪ جي بندگيءَ مهل توهنجو ڪنهن ايءَ شيءِ ڏانهن ڌيان نه ڇڪجي وڃي.

جنهن ماڻهوءَ کي هي ٽي شيون سنيون لڳن ٿيون يعني چڱو کائڻ، سنو پهرڻ ۽ شاهوڪارن جي صحبت ڪرڻ انهيءَ ماڻهوءَ لاءِ ترڪ تمام ويجهو آهي.

# خواجہ بائزيد

خواجہ بائزيد هڪ ڪامل درويش ٿي گذريو آهي. هڪ ڏينهن هو مالڪ جي ڌيان ۽ بندگيءَ ۾ ويٺو هو ته اهڙي وقت اچي هن کي بندگيءَ مان لطف آيو ۽ نه هن جو ڌيان ٽڪيو. نوڪر کان پڇيائين ته هن وقت گهر ۾ ڪهڙي شيءِ رکيل آهي؟ نوڪر چيس ته هڪ انگورن جو ڇڳو رکيل آهي. تنهن تي بائزيد چيس ته اهو ڪنهن کي ڏئي ڇڏ. منهنجو گهر ڪو واڻيءَ جو دڪان نه آهي. انگورن ڏيڻ کان پوءِ هو وري مالڪ جي ڌيان ۾ ويهي رهيو، تنهن کان پوءِ هن کي بندگيءَ مان مزو آيو.

خواجہ بائزيد سڄو وقت مالڪ جي ڌيان ۾ هوندو هو. هڪڙو ماڻهو لڳاتار ويهه ورهيه هن وٽ رهيو. جڏهن بائزيد هن کي سڏ ڪندو هو، تڏهن پهريائين ڪانئس نالو پڇندو هو. هڪ ڀيري انهيءَ شخص هن کان پڇيو، "توهين شايد چرچي ۾ سڏ ڪرڻ مهل مونکان نالو پڇندا آهيو ڇا؟ مان ويهه سال توهان جي خدمت ۾ رهيو آهيان، پر توهين هر روز مون کان نالو پڇندا آهيو!" هن جواب ڏنو، "مان اهو چرچو نٿو ڪريان، مالڪ جي ذڪر ۽ نام، مون کان ٻيا سڀ نالا ڀلائي ڇڏيا آهن؛ تنهنجو نالو ياد نه ڪريان ٿو، مگر اهو مونکان وسري وڃي."

هڪ ڏينهن بائزيد خدا جي ياد ۾، ٻاڻ کان اٿڙو ته ٻولجي ويو، جو هن پنهنجي اندر ۾ مالڪ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه ڏٺو. مستيءَ ۾ اچي هو چوڻ لڳو، "من خدايم، من خدايم، من خدايم." يعني مان خدا آهيان، مان خدا آهيان، مان خدا آهيان.

مريد به هن جي ڀرسان ويٺا هوا. جڏهن هن اهي اکر ٻڌا، دل ۾ چوڻ لڳا ته آه. اسان جي پير کي ڇا ٿيو آهي،

جو اَھڙيون ڳالھيون ٿو ڪري! جڏھن پير جي مستي لٿي، تڏھن مريدن کانئس پڇيو ته توھان پاڻ کي خدا ڇو ٿي سڏيو؟ ھن چيو، ته وري جيڪڏھن مان ائين چوان، ته مونکي شريعت موجب سزا ڏجو. ٿن ڇئن ڏينھن کان پوءِ وري ھي مستيءَ ۾ چوڻ لڳو ته مان خدا آھيان.

جڏھن مريدن ائين ٻڌو، تڏھن ٻه وڏيون تلوارون ۽ ڇريون ڪڍي ھن کي قتل ڪرڻ چاھيائون. مثنوي ۾ لکيل آھي ته جن مريدن ھن جي سر تي وار ڪيو تن جو سر ڪٽجي ويو، جن ھٿن تي وار ڪيو تن جا ھٿ ڪپجي ويا. مطلب ته جن پير جي جنھن انگ تي وار ڪيو، تن جو اھو عضوو ڪٽجي ويو ۽ پير مست ھاٿيءَ وانگر ڦرندي پئي چيو ته، "مان خدا آھيان، مان خدا آھيان." جن مريدن پير کي ڪجھه به نه ڪيو، سي سڀ ماڻ ۾ پنھنجي گھر ھليا ويا. وري ڪين جڏھن پير سان ڳالھائڻ جو موقعو مليو، ته کيس چوڻ لڳا ته، توھان کي قتل ڪرڻ وارا خود قتل ٿي ويا پر توھان کي تلوار جو ڪجھه به اثر نه ٿيو. پير صاحب ڪلي جواب ڏنو ته جيڪو مالڪ کي ياد ڪندو آھي، سو مالڪ جو روپ ٿي ويندو آھي، تنھن کي ڪوبه قتل ڪري نه سگھندو آھي.

## خواجہ بايزيد جا چونڊ وچن

چڱن ڪمن ڪرڻ کان چڱن ماڻھن جي صحبت ڪرڻ وڌيڪ سٺي آھي. اھڙيءَ طرح برن ڪمن کان، برن ماڻھن جي سنگت تمام بري آھي.

ٻِڪ اھڙو بادل آھي جنھن مان رحم جي برسات ڪانسواءِ ٻيو ڪجھه به نه وسندو. جيڪڏھن تو تي ڪو احسان ٿو ڪري، ته پھرين تون مالڪ جو شڪر ڪر ۽ پوءِ احسان واري ماڻھوءَ جا ٿورا مڃ، ڇاڪاڻ ته مالڪ ئي ھن جي دل کي تو لاءِ مھربان ڪيو آھي.

خواجہ صاحب جن فرمائين ٿا ته، "مان خيال ڪندو ھوس، ته

مان مالڪ سان محبت نه ڪريان، ليڪن جڏهن توري غور کان ڪم ورتم، ته مونکي معلوم ٿيو ته ٻهران ته مالڪ مونکي پيار نه ڪري ۽ نه ڪ مان هنکي پيار نه ڪريان."

مالڪ مونکان خواب ۾ پڇيو، "توکي ڇا گهرجي؟" مون چيومانس، "مالڪ جيڪي تون چاهين سو ڪر." مالڪ چيو، "جهڙيءَ طرح تون منهنجو آهين، اهڙيءَ طرح مان به تنهنجو آهيان." وڏڪ خواجه صاحب جن فرمائن ٿا ته، پورا ١٢ سال مون پنهنجي روح کي اجارڻ جي ڪوشش ڪئي. مون روح کي سخت ڪشالن جي ڪوڙيءَ ۾ وڌو ۽ خوب ڪوشش ۽ جدوجهد جي آگ ۾ ساڙيو. تنهن کانپوءِ مون ان کي ڇينڻي، ننڪار ۽ ملامت جي سانداڻ تي رکي، پاڻ کي خوب ڌوهڻ ڌڪ blame جي مترڪن سان سٽي، پنج سال انهيءَ کي آرسي مثل ڪري، بندگي ۽ پرمارٿ سان پالکي صاف ۽ پالش ڪيو. پوءِ سال کن مون هن ۾، وبچار سان ڏٺي نهاريو. ته مونکي پنهنجي چيلهه ۾ وڏائي، هٺ ۽ خوديءَ جو پٽو ٻڌل نظر آيو. پوءِ پنج سال ٻيا به وڏڪ مون وري محنت ڪئي. جيستائين ڪ اهو خوديءَ جو پٽو ٽٽي. تنهن کان پوءِ مون ڏٺو ته، سڄي دنيا منهنجي لاءِ مردو آهي، جنهنکي مان قبرستان ۾ دفن ڪري آيس. انهيءَ کان پوءِ ٿي مرشد جي مهر سان، وڃي مان مالڪ ۾ هڪ ٿيس.



# شيخ فريد صاحب گنج شڪر

**فريد صاحب** جو جنم سنہ ١١٧٣ع ۾ پنجاب ۾ کوٺيوال ڳوٺ ۾ ٿيو. ننڍي هوندي، هنجي ماتا هن ۾ بندگيءَ جو ٻج وڌو. ماڻس هر روز نماز جي مصلي يعني آسڻ هيٺان، کنڊ جي پڙي رکي ڇڏيندي هئي ۽ چوندي هيس ته، جيڪو ٻار نماز پڙهندو، تنهنکي مصلي هيٺان کنڊ ملندي. اُنهي ڪري ئي کيس گنج شڪر ڪري چوندا هوا. ماءُ جي سکيا ۽ اثر ڪري هن ۾ ڌرم جو اُتڪ پيو.

فريد کي ماڻس ملتان ۾ تعليم وٺڻ لاءِ موڪليو، جتي هن جلد ئي سڀ ڪتاب پڙهي پورا ڪري ڇڏيا. هڪ ڀيري دهليءَ جو مشهور ڪامل فقير قطب اَلدين، ملتان ۾ ويو هو ۽ فريد جي هٿ ۾ هن هڪ ڪتاب ڏٺو. هن پڇيس ته ”هي ڇا آهي؟“ فريد چيو ته ”نافا آهي.“ تنهن تي خواجه قطب اَلدين چيس ته ”اهو توکي نفعو ڏيندو.“ ڪجهه وقت کانپوءِ هن ديش ديشانتر جو گشت ڪيو ۽ فقيرن ۽ مهاتمائن جو سنگ ڪري لاڀ پراپت ڪيو.

آخر سفر تان موٽي، هو دهليءَ ۾ قطب اَلدين اوليا جي شيوا ۾ حاضر ٿيو ۽ هنجي خوب شيوا ڪيائين. قطب اَلدين مريدن کي هدايت ڪندو هو ته جي توهين چاهيو ته، روحانيت ۾ اڳتي وڌون، ته ٿورو سمهو، ٿورو کائو، ٿورو ڳالهايو ۽ ٿورو دنيا سان واهپو رکو. ڪجهه وقت کانپوءِ خواجه صاحب هن کي نام دان بخشيو. فريد ڏاڍي نام جي ڪمائي ڪئي. ست ست ڏينهن هو ڪاڌو نه کائيندو هو. مرشد وٽ ڪجهه وقت رهي هو گهر موٽي آيو.

فريد صاحب جي ماءُ هنکي پرمارٿ جي ترقيءَ ۾ ڏاڍي مدد ڪئي. چون ٿا فريد صاحب کي سندس منڍ‌ءَ ماءُ، ٻئي دفعا کي وڌڻ، نام جي ڪمائيءَ لاءِ جهنگلن ۾ موڪليو. پهرين

دفعو ڪجھ سال ھن ڏکر جھنگلن جا ٽل ڪاٽي لاڻ جي ڪمائي
ڪئي. وار وڏا ۽ ڳھڻ پدار ٿي ويا ھئس. جڏھن گھر موٽيو
۽ ماڻس کيس پيار سان ڦٽي ڏيڻ لڳي. وارن جي چڪ لڳي ھن
رڙ ڪري ڪيائو. تنھن تي ماڻس مهٽو ڏيئي چيس ”ابا!
ڪا خبر اٿيئي ته جن وڻن جا پن ۽ ميوا ٿي ڪاڏيءَ، تنھن وقت
تو وڻن کي ڪيڏو ايذاءُ ٿي رسايو. اُنھن ته ڪا دانھن ڪڙڪ
ٿي ڪئي! تون ٿوريءَ چڪ تي ٿو ڪڪڙائين. وڻن ۾ به
ته ساهه آھي ۽ ھو ڏک ۾ به صبر سان ٿا رھن. تنھن مهل فريد
صاحب ھي سلوڪ چيو:-

”صبر منجھه ڪمان، اي صبر ڪان ٽيھٽو،
صبر سندا ٻاڻ، خالق خطا نه ڪري.“

يعني جنھن کي ڪمان سنتوڪ جو، ڪمان جو ڏاڪو به
صبر جو ۽ ٻاڻ يا تير به سنتوڪ جو آھي، تنھنجو سچو سائين
نشان (اکيتي) نه گسائيندو.

پھرين دفعي جھنگ ۾ ڪمائي ڪرڻ وقت، فريد صاحب
گڏرن ۽ چاھن جي ٻنيءَ وٽان اچي لنگھيو. ڪو ٻڍو ماڻھو
ٻنيءَ مان ھڪ چاھن چورائي ڪاٽي، ڪلون ٻاھر آڻيندي ڦٽيون
ڪري ويو ھو. فريد ٻنگ ۾ اھي ڪلون ڪاٽڻ لڳو. ٻنيءَ واري
ھڪي ڏسي ورتو ۽ ٻه چار لٺون ھڪي لڪاءِ ڪرايائين. فريد
صاحب ھٿ ٻڌي ھڪي چيو، ”ميان! مون چاھن ڪانه ڪاڏي
آھي، ٻو ٻڌ ۾ پيل ڪاڙن ڪاڏيون آھن.“ اُھي وقت ھن ھي
بيت چيو-

”فريدا! جتنا خوشيان ماڻيا، اتنا پٽيا ورڪ،
ڪلهه ڪاڏي مارئيا، ڪِـر ڪاڏي ڪيا ھوڪ.“

يعني ته اي فريد! جيترو ن خوشيون ماڻيون، اوترا
ئي ڏک ۽ ماريون ٿا پرڳھون، تو ڏکر ڪلن ڪاڏي مار ڪاڏي،
منھنجي ٿون چاھن جي ڳڙ ڪاڻين ھا، ته پوءِ خبر نه آھي ڪيڙو
ڀنڀتي ھا! گير ابو ته ماڻس کيس چيو لـ، اجا تنھنجي

وري وچي پوري ڪمائي
م ڪمي آهي، لنهنڪري ور ي وچي پوري ڪمائي
وري هو جهر جهنگ پوڄڻ لڳو. هن دفعي هن قل قول
ڏنا ۽ چڱي ڪمائي ڪيائين. ڪاٺ جي نهيل
چڏي چڏيندو هو. بڪ مهل اُنهيءَ ڪاٺ
ماني، پيٽ سان ٻڌي چڏيندو هو. بڪ جو خيال ميٽائيندو هو. ڪو به
روٽيءَ ڪي چڪ هڻي، بڪ جو خيال ميٽائيندو هو. روٽي ڪاڌي
يءَ جي آڇ ڪندو هوس ته چوندو هو ته روٽي ڪاڌي
باقي ٻچيل، ڪپڙي ۾ پيٽ سان ٻڌي چڏي اَٿم. اُنهي
ت هي ڪلام چيائين:-
فريد! روٽي ميري ڪاٺ ڪي، لاوڻ (لاهي تي) ميري بڪ،
سنا ڪاڌي چوپڙي (اُقراٽا) گهڻي سهنگي دڪ."
يعني منهنجي روٽي سڪل ڪاٺ جي آهي، جا منهنجي
ڪ تي لاهي؛ جن ماڻهن سٺيا ڦلڪا کاڌا آهن، اُهي ئي گهڻا
دڪ ڏسندا.
ڪجهه سالن کانپوءِ فريد صاحب گهڻا ڪشٽ سهي، اڳتين
ڪان به ود يڪ نام جي ڪمائي ڪري گهر موٽي، سمورو حال
ماءُ سان ڪيائين. ماڻس ڏٺو ته اَجا به هن ۾ پڪتيءَ جو ڪجهه
قدر اَيمان آهي! سمجهيائين ته جتي خودي آهي، اُتي خدا نه
هوندو. "ڪيئن مائيندا من ۾، خودي ۽ خدا." هنجي مرضي
هئي ته پٽس پورڻ درويش ٿئي. لنهنڪري هن ۾ اَيمان دور
ڪرڻ لاءِ چيائين، "اي پٽ! لنهنجي هن دفعي واري تپسي
۾ نسقل تي، چو جو لو پاڪنه ڪيو؛ ماڻهن سان ڪوڙ ڳالهائي
ته روٽي ڪاڌي اَٿم ۽ ڪجهه ٻڌي اَٿم. ڏٺيءَ وت ڪو
قبول نه آهي. (اِها ڪاٺ جي روٽي پاڪپٽن ۾ اَجا فر
صاحب جي آشرم ۾ رکيل آهي).
فريد صاحب ٽيون دفعو وري ڪجهه سال جهنگ ۾ گذا
ڪنن ڪمائي ڪئي. جهنگ ۾ هڪ پراڻي مسجد جي ڪو
اُونڌو لڙڪي هن ڪنن ڪمائي ڪئي. مسجد جو مجاو
... ٻڌي، هنڪي کوه ۾ لٽڪائي چڏيند

۽ اھڙيءَ طرح ھو نام جي ڪمالي ڪندو ھو. ھو ڏاڍو ڪري؛
ڪنڍا ٿي ويا، ايتري قدر جو ٻيا ھنکي مردو سمجھي،
مٿان واھي، اچي اُولڳا ھڻندا ھئس. انھي حالت ۾ ھن ھيٺيون
سلوڪ چيو:-

”فريدا! تن سڪا پنجر ٿيا، تليان کونڍھ ڪاڳ،
اجي ٿئس رب نه ٻاھڙو، ڏيک بندي جي ڀاڳ.“

يعني اي فريد! تنھنجو بدن سڪي پڃرو ٿي ويو آھي؛
ڪانءُ تنھنجي پيرن جي ترين ۾ اولڳا ٿا ھڻن، پر افسوس، جو؛
اڃا تائين توکي رب نه مليو آھي!! ڏسو! ته ھن بندي جي
ڪھڙي نه ڪوڙي قسمت آھي! انھن چئي ھو زار زار روئيندو؛
ھو ۽ وري ڪانون سان ھيءَ لاٽ لنئوندو ھو.

”ڪاڳا! ڪرنگ ڍنڍوليا، سڪلا کاڌيا ماس،
اي! ٻه نيڻا مت ڇُھو، پِر ڏيکڻ کي آس.“

يعني:- اي ڪانءَ! منھنجو شرير تو ڦولي ڪڍيو ۽ سڀ
انھي جو ماس کاڌءِ، پر منھنجين ٻن اکين کي مٿان چھنبن، ڇو
جو انھن نيڻن سان، مونکي پنھنجي پريتم مرشد جي ڏسڻ
جي آس آھي. وري ويراڳ ۾ اچي ڪانءَ کي فريد چوندو
ھو:-

”ڪاڳا! چُونڊ نه پڃرا، ٻسيءَ ته اُڏر جاھ،
جت پڃريءَ پيرا شھ وسيءَ، ماس نه تدُون کاھ.“

اَرٿ:- ھي ڪانءَ! منھنجو شرير جو سڪي پڃرو اچي
ٿيو آھي، تنھنکي ٿونگا نه ھڻ. جي ڪٿي اُن تي اتفاق سان
وھين، ته اتان اُڏامي وڃ؛ ڇاڪاڻ انھيءَ شرير ۾ منھنجو مالڪ
يعني ستگرو وسي ٿو. خاص ڪري منھنجي دل جو ماس نه
کاءُ جتي منھنجو پريتم وسي ٿو.

ساڙو ڏينھن رات ھو سچي سائينءَ جي سڪ ۾ گھاريندو
ھو ۽ چوندو ھو ته مرشد جي پريت ھٿ ڪرڻ ۾ جي ھيءَ
منھنجي جواني ھلي وئي، ته ٻه چار ٿيرا. ھڪ ڏينھن چيائين:-

۽ اهڙيءَ طرح هو ٿر جي ڪمالي ڪندو هو، هو ڏاڍو ڳري ڪندا ٿي ويو، ايتري قدر جو ٻڪي هنڪي مردو سمجهي، مٿان ويهي، اکيون ڏونگا هڻندا هئس. اهڙي حالت ۾ هن هيٺيون سلوڪ چيو:-

”فريد! تن سڪا پنجر ٿيا، تليان کونڊهه ڪاڳ،
آجي ٿاس رب نه ٻاهيو، ڏيک بندي جي ڀاڳ.“

يعني اي فريد! تنهنجو بدن سڪي ٻجرو ٿي ويو آهي؛ ڪانو تنهنجي پيرن جي ترين ۾ اونگا ٿا هڻن، پر افسوس، جو اڃا تائين توکي رب نه مليو آهي! ڏسو! ته هن بندي جهڙي ڪهڙي نه ڪوني قسمت آهي! ائين چئي هو زار زار روئندو هو ۽ وري ڪانون سان هيءَ لاٽ لنولدو هو.

”ڪالڳا! ڪرنگ ڦولهي ٿيا، سڀئي کائجا ماس،
اي! ٻه نيڻ مت ڇهنبو، پيرِ ڏسڻ جي آس.“

يعني:- اي ڪانءَ! منهنجو شرير تو ڦولي ڪڍيو؛ سڀ اهي جو ماس کاڌءِ پر منهنجين ٻن اکين کي مٿان ڇهين، ڇو جو اهي نيڻن سان، مونکي پنهنجي پريتم مرشد جي ڏسڻ جي آس آهي. وري ويراڳ ۾ اچي ڪانءَ کي فريد چوندو هو:-

”ڪالڳا! چونڊ نه پنجرا، بسيءَ ته اڏر جاهه،
جنهن پنجريءَ ميرا شهه وسيءَ، ماس نه تنهن کاهه.“

ارٿ:- هي ڪانءَ! منهنجو شرير جو سڪي ٻجرو اچي ٿيو آهي، تنهنجي اونگا نه هڻ. جي ڪٿي اُن ٿي اتفاق سان وهين، ته اتان اڏامي وڃ؛ ڇاڪاڻ اهيءَ شرير ۾ منهنجو مالڪ يعني سڳرو وسي ٿو. خاص ڪري منهنجي دل جو ماس نه کاءِ جتي منهنجو پريتم وسي ٿو.

سارو ڏينهن رات هو سچي سائينءَ جي سڪ ۾ ڳهاريندو هو ۽ چوندو هو ته مرشد جي پريت هٿ ڪرڻ ۾ جي هي* منهنجي جواني هلي ويئي، ته نه ڇا ٿيو. هڪ ڏينهن چيائين:-

جي چرڻ لاءِ ۽ هن ناڙين، ڳالهيءَ کي مارڻ لاءِ ڇڏيو. ڪجهه ڏينهن ڪلهوڙو فريد صاحب وٽ آيو. انهي مڪان وٽان لنگهيو. ڏٺائين ته اُها نوڪرياڻي، گهر جي مالڪياڻي بڻجي ويٺي آهي. پڇيائين ته ڪر خبر! تنهنجي مالڪڻ ڪٿي آهي؟ هن جواب ڏنو ته هوءَ مري ويئي. تنهن تي فريد صاحب کيس چيو ته مونکي هن جي قبر ڏيکار. اُهي گڏجي قبرستان ۾ آيا. ڏٺائون ته ولڻا جي قبر گڏن ڪولي ڇڏي هئي ۽ جيتن هنجو ماس ڪاٽي ڇڏيو هو ۽ ولڻا جي اکين جي ڪوئن ۾ پکين جا ٻچا ويٺا هئا. وڳاڻ ۾ اچي فريد صاحب هي شبد اچاريو:-

”فريدا! هن لوئڻ (اکين) جڳ موهيا، سي لوئڻ ميءَ ڏٺا، ڪجل ريک نه سهنديان، سي پکين سوءِ ٻچا.“

اي فريدا! هن سهڻين اکين جڳ کي ٺڳي موهيو، سي اکيون مون ڏٺيون هيون ته اهي سرمي جي ريک به نٿي سهي سگهيون! اڄ انهن اکين ۾ پکين جا ٻچا ويٺا آهن.

هڪ دفعي فريد صاحب ڪنهن شهر مان پئي لنگهيو ته اُتي ڪيس ٻيگر ۾ ورتو ويو. ڪنهن حاڪم کيس ٻيگر ۾ ورتو هو، سو اُتي اوچتو گهوڙي لتان ڪري پيو ۽ ڪن ئي ٻيءَ ۽ مري ويو. اُتي فريد صاحب هي سلوڪ چيو:-

فريدا! پني گهڙي سولوي، لتي ٿا گرلج،

عزرائيل فرشتا، ڪيءَ گهر نالي اڄ.“

اي فريدا! سرار ورهي سهڻو ڏاڍو پڇي پيو ۽ سونن سواسن جي لوڙي ٽٽي پئي. جمراج مجبور نه آهي ته اڄ ڪنهن گهر ۾ مهمان ٿيندو يعني ڪال جو ڪم ڪير ٿبندو.

هيترن سالن جي ڪمائيءَ ڪلهوڙو فريد صاحب جي ڪمائيءَ اڳيان ۽ هنڪي مالڪ جو اُلڊو ۾ اڃڻ ٿيو. ڪاٽي ٿيون ڏهه سالن ڪلهوڙو گهر موٽيو. هن ٻيري مائٽس هن کي ڏسي ڏاڍو

خوش ٿي ۽ چيائينس، "پٽ! هيئن لون رڇي راس ٿي لائق ٿيو آهين." پوءِ فريد صاحب ڪجهه وقت دهليءَ ۾ پنهنجي مرشد قطب الدين جي صحبت ۾ گذاريو ۽ خوب خدمت ڪيائين. مرشد جي چولي ڇڏڻ ڪانپوءِ هو سندس گاديءَ تي ويٺو.

دهليءَ جي بادشاه ناصر الدين بدو ته فريد صاحب هڪ اعليٰ درويش آهي ۽ هو هنجو مريد ٿيو. هڪ ڏينهن بادشاه فريد صاحب کي پنهنجي محلات ۾ وٺي آيو ۽ راڻيءَ کي چيائين ته اڄ اسانجو نصيب زور آهي، جو ڪامل درويش اسان وٽ آيو آهي، انهيءَ وقت بادشاه جي ڌيءَ هزابرا اتي بيٺي هئي. فريد صاحب پڇيو ته هيءَ ڪير آهي؟ بادشاه چيو ته هيءَ منهنجي ڌيءَ آهي. بادشاه سمجهيو تہ فريد صاحب جي مرضي هن سان شادي ڪرڻ لي آهي. هن فريد صاحب کي ڌيءَ جي آڇ ڪئي. شادي ٿي. بادشاه گهڻو ئي ڏاجو ۽ ٻانهيون ڌيءَ کي ڏنيون. شهزادي هزابرا پنهنجو ڪمرو، اوچي سامان سان ڪٺي سينگاريو ۽ رات جو وچي اتي پلنگ تي سمهي. جڏهن فريد صاحب ڪمري ۾ گهڙيو، تڏهن ڪيس اهو لاتت ڏسي ڪراهت آئي ۽ هڪ لڏو گهرائي، پلنگ جي پاسي ۾ وڇائي اتي سمهي پيو. ٻئي ڏينهن شهزاديءَ پنهنجي ٻانهيءَ کي اها شڪايت ڪئي. ٻانهيءَ فريد صاحب کي انهيءَ بابت چيو. فريد صاحب جواب ڏنس ته اسان فقيرن کي لاتت ۽ اڌ نبر پسند نہ آهي ۽ هزابرا کي جڳائي ته پنهنجا زيور ۽ اوچا ڪپڙا وڪڻي، جيڪي ملي سو غريبن کي ورهائي ڇڏي ۽ غريبي اختيار ڪري هوءَ سادي پوشاڪ پهري.

شهزاديءَ پوءِ ائين ئي ڪيو. ٿوري وقت ڪانپوءِ، فريد صاحب جو زال تي اهڙو اثر ٿيو جو هن دنيا جو عيش آرام ڇڏي، غريبي اختيار ڪئي ۽ پڻن بندگيءَ ۾ لڳي رهي. بادشاه کي اها ڳالهه نہ وڻي ۽ هن ٿي دعا گهڻو ئي مال موڪليس، جو هن سڀ مالڪ جي نالي ڏئي ڇڏيو. تنهن تي شهزاديءَ فريد

صاحب کي چيو تہ مهنجو پيءُ تہ بادشاهہ آهي ۽ هو اهڙيءَ طرح مال موڪليندو رهندو ۽ مان فقيرانو لباس پائي ڇڪي آهيان، هلو تہ هلي پنهنجي هنڌ رهون. فريد صاحب پوءِ دهليءَ جي گادي جمال الدين کي ڏني، پاڻ زال سوڌو پنجاب ۾ پاڪپٽڻ ڳوٺ (جو هينئر پاڪستان ۾ آهي) ۾ اچي رهيو. اتي بہ ناصر الدين بادشاهہ هڪي ڪترا ئي رپيا ۽ ڪن ڳوٺن جي سند لکرائي ڪري موڪليا. روڪڙ تہ هن غريبن ۽ مسڪينن ۾ ورهائي ڇڏي ۽ ڳوٺن جي سند بادشاهہ کي موٽائي موڪليائين تہ فقير اهي سندون ڇا ڪندا!

شيخ فريد صاحب جي مشهور مريد نظام الدين اوليا پنهنجي مرشد بابت هيٺيون بيت چيو آهي.

”پير من پير اَست، مولانا فريد
همچو اُو در سحر مولانا فريد.“

يعني منهنجو مرشد مولانا فريد آهي ۽ انهيءَ جهڙو ٻيو هن دنيا ۾ خدا پيدا نہ ڪيو آهي. شيخ فريد صاحب سنہ ١٢٦٦ع ۾ ٩٣ ورهين جي عمر ۾ هي جسماني خاڪي چولو ڇڏيائون.

## شيخ فريد صاحب جا ڪي چونڊ وچن

”فريدا! خالق خلق مهہ، خلق وسي رب ماهہ،
مندا ڪس نون آکيئي، جان تس بن ڪوئي ناهہ.“!

يعني:- مالڪ سڀني جيون ۾ موجود آهي ۽ سڀ خلقت مالڪ ۾ ٿي وسي. تنهنڪري ڪنهن کي بہ مندو يا ڇڙو نہ چئجي، ڇاڪاڻ تہ مالڪ کانسواءِ ڪير بہ خالي نہ آهي.

”فريدا! چار گنوايا هنڍ ڪي، چار گنوايا سم،
ليکا رب منگيسيا، تون آهو ڪيري ڪم.“

چار پهر يعني ١٢ ڪلاڪ ڏينهن جا، تو رلي پني وڃايا ۽ رات جا چار پهر لنمر سمهي ننڊ ۾ برباد ڪيا. مالڪ جڏهن توکان ليکو وٺندو، تہ ڪهڙي ڪم لاءِ تون دنيا ۾ آئين تہ پوءِ تون ڪهڙو جواب ڏيندين.

"اُٿ فريدا! اُٺو ساز، صبح نواز گذار،
جو سر سائين نالوڙيءَ سو سِرُ ڪپ اُتار."

اَرٿ:- فريد صاحب جن فرمائين ٿا تہ، اي بندا! اُٿ، هٿ منهن ڌوئي پوڄن ڪر. جيڪو سر سچي سائينءَ يعني ستگروءَ اڳيان نٿو نمي يعني پوڄن بندگي نٿو ڪري، سو ڪپڻ لائق آهي.

"جو سر سائين لانوڙيءَ، سو سر ڪيجي ڪانءُ،
ڪني هيٺ جلائيجيءَ، بالن سنديءَ ٺانءُ."

جو سر سائين اڳيان نٿو نمي يعني پوڄن سمرن نٿو ڪري، تنهن کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ فريد صاحب پاڻ ئي جواب ڏين ٿا تہ انهي سر کي، ديڳڙي هيٺيان چيڙهن ۽ ڪاٺين وانگر جلائڻ گهرجي.

"فريدا! پڇل نہ جاڳيوهہ، جيئرو نڌ ڙيو مئيوهہ،
جي توءِ رب وساريا، تہ رب نہ وسريوهہ."

اَرٿ:- فريد صاحب جن فرمائين ٿا تہ جيڪڏهن تون پوئينءَ رات جو اَمرت ويلي نہ ٿو جاڳين تہ پوءِ تون جيئري ئي مئل آهين. جيتوڻيڪ تو صاحب کي وساريو آهي تنهن هوندي سچي صاحب ستگروءَ توکي نہ وساريو آهي.

"فريد! گليي س سجڻ ويهہ، اڪ ڍونڍيدي نہ لهان،
دکان جئہ ماليهہ، ڪارڻ تنان ما پرين."

فريد صاحب جن فرمائين ٿا تہ ڳالهين ڪرڻ وارا تہ ويهہ سنگتي ملي ويندا، پر ڳولڻ سان هڪ بہ سچو پريتم نہ ملي سگهندو. مان پنهنجي پريتم جي سڪ ۾ چيڙهي وانگر پيو دکان.

فريدا! من ميدان ڪر- ٽوئي ٽبي لاهہ،
اگي مول نہ آواسي - دوزخ سندي باهہ.

هي فريدا! اندر ۾ نيچائيءَ جون کڏون ٻُوري، اهنڪار جا دڙا ڊاهي، تون من جي ميدان کي صاف ۽ نرمل ڪر، تہ موت ڪانپوءِ توکي نرڪ جي باهہ ۾ ڪين سڙڻو پوندو.

فريدا! جي ڄاڻا لل ٽورڙي - سمل ٻڪ ڀري
جي ڄاڻا شيہ لنبڙا - تہ ٿورڙا ساڻ ڪري
جي ڄاڻا لڙ ڇڪا - ٻيڌي پاڻي ڳنڍ
لي جيوڻ مي ناھ ڪو - سب جڳ ڏٺا ھنڍ.

هي رب! جي مونکي خبر هجي ها تہ، منهنجا سواس روپي ٿر ٿورا آهن، تہ مان سنڀالي اُنهن جو ٻڪ ٻڪ ڀريان ها يعني سنڀالي پنهنجي عمر گذاريان ها؛ ۽ اَهنڪار، وڏائيءَ ۽ ٻين پرجي وشين پويان بہ ڪين وڃان ها! هي منهنجا شاہ ستگرو! هي مونکي خبر هجي ها، تہ لون نماڻن ۽ ٻي وسيلن جو آهين، تہ مان ٻوءِ اَصل هٺ وڏائي ڪين ڪريان ها. جيئن مونکي ٻُڌجھ هجي ها تہ، هي سرير روپي ڇولو جلدي ڇڏڻ وارو آهي، تہ مان جيڪر اِنهيءَ کي پڪي ڳنڍ ٻڌان ها. يعني هٺ ڪري تہ ڳالهايان ها! ڇو تہ مون سڄي دنيا ڳولي ڏٺي آهي، تہ دنيا ۾ ٽو جيڏو وڏو، پر ڪو بہ نہ آهي. لون ٽي جيئن جو وڏو آسرو آهين. 'مان ۽ منهنجا' اِهي اَهنڪار جا خيال سڀ اَجايا آهن ۽ اِهي دکن ۾ وجهڻ وارا آهن.



# آمير خسروُ

امير خسرو، هي نظام الدين اولياءَ جو شش هو ۽ ملتان جي نواب وٽ هن کي وڏو عهدو هو. وڏيءَ ڪماليءَ وارو درويش هو. ڪنهن ڳالهہ تان حاڪم سان مٽ پيد ٿي پس ۽ عهدو ڇڏي ڏنائين. پنهنجو سامان اُٺن تي لڏي، ٻارن ٻچن کي ساڻ ڪري، هو پنهنجي مرشد نظام الدين ڏانهن دهليءَ والو ٿيو.

هو ڏانهن نظام الدين وٽ هڪ غريب ماڻهو آيو ۽ چيائينس، ڌڻيءَ جي شادي آهي، ڪجھ مونکي ڏيو. هاڻي فقيرن وٽ آهي...؟ سندن لنگر لاءِ مشڪل هلندو آهي.

چيائينس تہ اچ ترس، جيڪي بہ ملندو، سو تون کڻج. مالڪ
جي موج اهڙي ٿي، جو انهيءَ ڏينهن ڪجهہ بہ نہ آيو، ٻئي
ڏينهن بہ ڪجهہ نہ مليو، ٽيون ڏينهن بہ خالي ويو. اهو حال ڏسي
هن غريب چيو، "حضرت صاحب! هاڻي مان وڃانٿو. منهنجي
نصيب ۾ ڪجهہ بہ نہ آهي." تنهن تي حضرت نظام الدين چيس،
"چڱو هيءَ منهنجي جتي کڻي وڃ، رستي تي وڪڻي، خرچ
ڪج." ٽُٽل دل سان هو جتي کڻي گهر لاءِ روانو ٿيو.

اُنهيءَ رستي تان اَمير خسرو، نظام الدين ڏانهن پئي آيو.
اَمير خسرو چوڻ لڳو تہ ڪٿان منهنجي مرشد جي خوشبوءِ
پيئي اچي؟

جڏهن اهو غريب واٽهڙو، هن جي پرسان سامهون لنگهي
اڳيان هليو ويو تہ پوءِ وري خوشبوءِ پٺيان اچڻ لڳي. خسرو
سمجهي ويو تہ اُنهيءَ ماڻهوءَ وٽ اِنهيءَ جو راز آهي. اُنهيءَ
کي سڏي چيائين، "تون ڪٿان ٿو اچين؟" هن جواب ڏنو،
"مان دهليءَ مان نظام الدين اولياءَ وٽان ٿو اچان. مان غريب
آهيان، نياڻيءَ جي شادي ڪرڻي اٿم، مون سمجهيو تہ هو
صاحب ڪجهہ ڏيندو، مگر فقير وٽ بہ ڪجهہ نہ هو؛ جڏهن
مالڪ ڪجهہ نٿو ڏئي تہ پوءِ فقيرن وٽان بہ ڪجهہ پلئہ نٿو پوي."

اَمير خسرو وڏو پرهيزگار شخص هو. اِها ڳالهہ ٻڌي هن کي
ڏک ٿيو. مسافر کي چيائين، "توکي هن وٽان ڪجهہ مليو بہ،
ڪين نہ؟" واٽهڙوءَ چيس "اِجها هيءَ جتي ڏنائين." خسروءَ
چيس تہ "اِها وڪڻندين؟" هن چيس تہ "وڪڻندس." اَمير خسرو هڪ
اَٺ پنهنجي لاءِ ۽ هڪ اَٺ زال ۽ ٻارن لاءِ رکي، ٻيا سڀ
اَٺ مال سان لڏيل، هنکي ڏيئي ڇڏيا ۽ چيائينس تہ "هاڻي
وڃي پنهنجي نياڻيءَ جي شادي ڪر." خوش ٿي مسافر مال
سان لڏيل اُٺ وٺي هليو ويو.

جڏهن خسرو، مرشد جي دربار ۾ آيو، تڏهن اُها جتي
اڳهي صفا ڪري اُتي رکيائين. نظام الدين پڇيس، "گهڻو جتيءَ

لي ڏنو اٿيئي؟" جواب ڏنائين ته "جيڪي نه ساڳ هوم سو ڏنم." اهو ٻڌي حضرت نظام الدين چيس: "تنهن ٻه اِها سستي ملي آئيئي." هن جو ڪمال جذبو عشق ڏسي، نظام الدين اتري قدر جيو نه صبروءَ جي قبر منهنجي قبر جي پرسان نه لاهجو، جي ناهبدا نه اها ڦاٽي پوندي.

حضرت نظام الدين کي ٢٢ مريد هوا، جن مان هرهڪ جي خواهش هئي ته گادي مونکي ملي. نظام الدين هنن جي پرک لهڻ لئي چاهي. هڪ ڏينهن هن مريدن کي چيو ته هلو ته شهر گهمي اچون. بازار ۾ جڏهن ماڻهن پير صاحب کي ڏٺو، تڏهن چوڻ لڳا ته اڄ پير صاحب ته مريدن سان بازار پيو گهمي! گهمندي اچي ولشيائن جي محلي ۾ پهتا. ماڻهو عجب ۾ پئي چوڻ لڳا ته اڄ پير صاحب مريدن کي لاولي ڪٿي پيو گهمي! آخر نظام الدين هڪ ولشيا جي ماڙيءَ هيٺ اچي بيٺو. مريدن کي چيائين سڀ هتي بيهو؛ ڪوبه هتان نه وڃي، مون کي هتي ڪو ڪم آهي، اهو لاهي پو اچان. ائين چئي هو هتي ماڙيءَ لي چڙهي ويو.

ولشيا پير صاحب کي ڏسي هٿ جوڙي بيهي چوڻ لڳي، "منهنجا وڏا ڀاڳ آهن جو توهان منهنجي گهر ۾ پڌاريا آهيو، هن ته وڏي ٽنيڪوڻ آهيان، ڪجهه حڪم ڪريو."

حضرت صاحب چيو ته مون کي هڪ رات رهڻي آهي. جدا ڪمرو ڏي؛ اسين ٻئي ڪنهن ڪمري ۾ آرام ڪري؛ هيءَ بتيا وٺ پنهنجي نوڪر کي چئه ته ٿالهيءَ ۾ ٻه چار قلڪا، دال جو ڪٽورو؛ هڪ بالي شربت جي وٺي ڍڪي کڻي اچي.

نوڪر جوڻ موجب سڀ وٺي، ٿالهي ڍڪي کڻي آيو. هيٺ مريدن جڏهن اهو ڏٺو ته چوڻ لڳا ته، پير جي پيري وڃي هلي آهي. ڪاٿي هتي شراب ڪباب جو دور هلندو وغيره وغيره. ائين مان هڪ هڪ ڪري کسڪندو ويو باقي هڪڙو جهڙو وڃي رهيو.

# خواجه معين الدين چشتي

حضرت غريب نواز **خواجه سيد معين الدين چشتي** ١١٤٣ ۾ ڄائو هو. هن جي پيءُ جو نالو **سيد غياث الدين حسن** هو. ٧ سالن جي عمر تائين هو خراسان ۾ رهيو. جڏهن سالن جو ٿيو ته سندس والد جهان ڇڏيو. ورثي ۾ هن کي هڪ هوا تي هلندڙ آني پيهڻ جي چڪي ۽ هڪ باغ مليو، جنهن جي آمدني اهڙي هئي جو هو آرام سان زندگي گذاريندو هو. هن جي شهر ۾ چڱي عزت هئي.

خواجه صاحب هڪ ڏينهن باغ ۾ ويٺو هو ته هڪ درويش ابراهيم قندوزي نالي آيو، جنهن جو هن وڏو آدرستڪار ڪيو ۽ ڪجهه انگورن جا ڇڳا هن جي اڳيان رکيا، جي هن وڏي شوق سان کاڌا. فقير صاحب پنهنجي ڳوٿريءَ مان هڪ ڪڻ جو ٽڪر ڪڍي، ان کي چٻاڙي اهو خواجه صاحب جي وات ۾ وڌو، جو هن نعمت سمجهي کاڌو. اڃا اهو نڙيءَ جي هيٺ مس ويو ته هن جي نيانيءَ جو پردو دور ٿي ويو ۽ هو ڇا مان ڇا ٿي ويو! هن جي طبعيت دنيا مان اداس ٿي پئي. هو باغ ۽ چڪي وڪڻي، سڀ پيسا مالڪ جي نالي خيرات ڪري گهر مان نڪري ويو.

آخر هارون شهر ۾ اچي خواجه عثمان هارونيءَ جي خدمت ۾ رهيو جنهن آخر کيس خاص مريدن ۾ رکيو ۽ نوازي ڇڏيو. پورا ساڍا ويهه سال، هن مرشد جي صحبت ۾ گذاريا. جيڏانهن خواجه صاحب ويندو هو، اوڏانهن هي به هن سان گڏ ويندو هو ۽ هميشه پنهنجي مرشد جو سامان پنهنجي مٿي تي کڻي هلندو هو.

هن کي هندستان ۾ وڃڻ جو اشارو مليو، مرشد کان موڪلائي جو گهڻن فقيرن ۽ اوليائن سان ملاقات ڪندو، شهاب الدين غوريءَ جي لشڪر سان هندستان ۾ لاهور آيو

جتان پوءِ اجمير آيو. اُنهيءَ وقت هن جي عمر پاونجاهه سال هئي. اَجمير ۾ هي صاحب اَندروني اپياس ۾ لولين تي ويو ۽ وڏي درويش گنتيءَ کي وڃي پهتو. هن جي اپياس جو اهو حال هو جو هو لڳاتار سترهن سال رات جو نه سمهيو. سڄو وقت هو ڌيان ۾ رهندو هو ۽ وڏي آواز ڪرڻ سان هو پنهنجون اکيون کوليندو هو. هن اجمير ۾ هڪ لنگر کوليو جو هندستان ۾ پهريون لنگر هو.

خواجہ صاحب جي زندگي وڏي پاڪ هئي. هو سادو ۽ تمام ٿورو کائيندو هو. هن جو لباس هڪ ڪڙتو ۽ هڪ گوڏ هئي. اُهي قائمدا هوا ته اُنهڪي پاڻ خود چتي هڻي پائيندو هو ۽ ايستائين نڪر ڳنڍيندو هو، جيستائين ڪابه گنجائش نه رهي.

خواجہ صاحب جي وچن واڻي وڏي اوچي درجي جي آهي. هو فرمائيندو هو ته جيڪو ذڪر، فاقعو (لنگهڻ) ۽ بيماريءَ سان دوستي ٿو رکي، تنهن کي مالڪ پنهنجو دوست (پيارو) ٿو ڪري.

٩٥ ورهين جي عمر ۾ هن صاحب چولو ڇڏيو. اَجمير ۾ هنجي مقبري کي درگاهه ڪري چوندا آهن، جتي هر سال ميلو لڳندو آهي ۽ پري پري کان ماڻهو زيارت ڪرڻ ايندا آهن خواجہ صاحب جن ٢١ مئي ١٢٣٨ع ۾ حجري ۾ گهڙيا ۽ دروازو بند ڪري ڇڏيائون. ستن ڏينهن کانپوءِ جڏهن ڪوبه آواز اَندران نه آيو تڏهن دريچي اَندر ڏٺائون ته خواجہ صاحب هي فاني چولو ڇڏي دائمي بقاداري حاصل ڪئي هئي. هنن جي موت جي پوري تاريخ نه معلوم هئڻ ڪري، سندس درگاهه تي ڇهه ڏينهن ميلي لاءِ مقرر ڪيا ويا آهن.

## خواجہ صاحب جا ڪي چونڊ وچن

١- خدا جي پهچڻ لاءِ خلقت کان پري ۽ خاموش ۾ رهجي.
٢- عارف جي علامت اِها آهي ته هو خاموش ۽ غمگين رهي

۽ صبر ۽ ڏک ۾ تڪليف ڏسي به شڪايت نه ڪري.

٣- سڀ کان ڀلارو اهو آهي جو موت کي ياد گهڻو ڪري ۽ هو خوشيءَ کي گهٽ ڪري، مالڪ جي ذڪر (نام) جو پلئه گهڻو پڪڙي.

٤- سڀ کان ڪوڙي اهو آهي جو جڏهن صبح جو اٿي ته هن کي رات واري ڳالهه ياد نه هجي.

٥- سڀ ڀلارو ۾ چار ڳڻ گهربا آهن- (١) نفس کي روڪڻ (٢) نيڪ سيرت (٣) علم ۾ هوش رکڻ (٤) دشمن سان دوستي رکڻ.

٦- جيڪو ماڻهو بندگي نٿو ڪري، اهو حرام جي روزي ٿو کائي.

٧- اي غافل! تون موت جي اچڻ کان اڳ، پنهنجو توشو تيار ڪر ۽ موت لاءِ هميشه تيار رهه.

٨- جنهن کي مالڪ پيار ٿو ڪري، تنهن تي دکن جو مينهن ٿو وسائي.

٩- وڏن ۽ سنت جو درشن ڪرڻ ۽ انهن جي خدمت ڪرڻ پڻ بندگيءَ ۾ داخل آهن.

١٠- اولاد لاءِ ماءُ پيءُ جو منهن ڏسڻ، بندگيءَ ۾ داخل آهي. جو پٽ ماءُ پيءُ جي قدم بوسي ڪري ٿو يعني پيري ٿو پوي، انهيءَ جا مالڪ گناهه معاف ٿو ڪري.

١١- مالڪ جنهن کي پنهنجو ٿو ڪري، تنهن کي ٽي شيون ٿو بخشي. درياءَ جهڙي سخاوت، زمين جهڙي ٻالڻ ۽ پروش واري دل ۽ سج جهڙي شفقت (Patronage).



# بلي شاهه

بلي شاهه جو ... ۾ ١٦٨٠ع ۾ لاهور جي ڀرسان پنڊوڪ ۾
ذات جو سيد هو. مذهبي تعصب ۽ فرقي پرستيءَ کان
مٿي هو. برابر چاليهه سال هن کوج ڪئي. گهڻيئي ڪتاب
هيائين. پر ورهين ڪجهه به ڪو نه. آخر ڪنهن ماڻهوءَ چيس
خانخواه ڇو ٿيو پٽڪين ۽ ٿا هٽين، عنايت شاهه وٽ وڃ ته
ڪجهه حاصل ٿيئي.

ڪملون بس ڪرين او يار، اِڪ الف تيري درڪار.

هو عنايت شاهه وٽ لاهور ۾ آيو، جنهن کان رستو مليس.
ڪمائي ڪيائين ۽ اندر پڌرو ڪايس. بلي شاهه کي پنهنجي مرشد
لاءِ بي حد محبت هئي. چوندو هو ته "مولا آدمي بن آيا."
مرشد جي مهر سان رنگ ۾ رنگجي ويو، مستيءَ ۾ چوڻ لڳو:-

"حاجي لوڪ مڪي نون جاندي،
اسان نون جانا تخت هزاري،
حاجي لوڪ مڪي نون جاندي،
ميري گهر وچ نوشا! (ڪعبه)."

يعني:- دنيا ماڻهو مڪي تا وڃن پر منهنجو مڪو مرشد
جي درگاه آهي. سچو تيرٿ يا مڪو منهنجي دل اندر آهي
جتي منهنجو مرشد سدائين وسي ٿو.

عام ماڻهن جي نظر باهرين آهي، سي اهي ڳالهيون ناج...
سمجهڻ لڳا.
جڏهن شريعت وارن هن جون ڳالهيون ٻڌيون ته هن جي ...
لڳا ته بلي شاهه ڪفر ٿو ڪري ۽ هن جي برخلاف فتوي...
گهرجي. سڀ ڪٺا ٿي هن وٽ آيا ۽ پنهنجو اعتراض ...
ڪيائون. بلي شاهه کين چيو ته پهرين منهنجي مقدمي جو ...
ڪريو، پوءِ جيڪا توهان جي مرضي هجي ليڻ ڪريو.
مون کي ٻڌايو ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو چاليهه سال ا...

اقرار ڪندو رهي ۽ ڏني اُصل ڪجهه بہ نہ، تہ پوءِ توهين الهيءَ کي ڇا ڪندا؟ قاضيءَ چيو تہ الهيءَ جي دل گهٽي ٿيڻ گهرجي ۽ جيتري جلاڻ کپي. اهو ٻڌي بلي شاه چيو تہ مون ڪتابن ۽ گرنٿن ۾ پڙهيو تہ هي ڪريو ۽ هو ڪريو، هن مطالعا هيٺئن ڪيو تہ هي ڏنو. مان اهي ڳالهيون پڙهي ٿڪس، پر سچي حقيقت حاصل نہ ٿي. اهو جواب ٻڌي هو لاجواب ٿي پيا ۽ هليا ويا.

جڏهن ماڻهن هنکي ڏاڍو اُچي لنگ ڪيو، تڏهن هن ولي ڳالهيون حريد ڪيون، تہ ماڻهو هن تي نفرت ڪن ۽ ويجهو نہ اچن. بلي شاه اوچيءَ ذات جو سيد هو. هنجي ڪنهن ويجهي مائٽ جي گهر شادي هئي. هن پنهنجي مرشد عنايت شاه کي شاديءَ تي اچڻ لاءِ عرض ڪيو. عنايت شاه هڪ گهٽ ذات جو ڪڙمي نوڪر، پنهنجو عوضي شاديءَ تي موڪليو. بلي شاه جي مائٽن، نوڪر کي گهٽ ذات جو سمجهي هن کي ڪا عزت نہ ڏني. جي هو عقل وارا هجن ها تہ هنکي عنايت شاه جو عوضي سمجهي هنجي عزت ڪن ها! شاديءَ تان موٽي هن چوڪري، عنايت شاه کي هنن جي سڄي حالت ٻڌائي. عنايت شاه ناراض ٿي چيو تہ هن لکمي بلي شاه جو پاڻي بہ ڪين پيئبو. الهيءَ جوڻ ڪالهوءَ بلي شاه جو اندريون نار جو رنگ لڳي ويو.

هي مرشد جي جداليءَ ۾ بي قرار ٿي پيو ۽ هنکي ڪنهن بہ نموني راضي ڪرڻ لاءِ سڀ وجهي ڳائڻ وارين زالن ڪان ڳائڻ ۽ نچڻ سکيو. هڪ ڏينهن ڳائڻ وارين سان گڏ، هي بہ زنانا ڪپڙا پائي، عنايت شاه وٽ ڳائڻ ويو ۽ ڳائيندي مرشد جي پيرن جي مستيءَ ۾ اچي ويو. عنايت شاه هنجو آواز سڃاڻي ڪيو ۽ پڇائينس تہ تون بلي شاه آهين؟ هي مرشد جي قدمن تي ڪري پيو ۽ معافي گهرائين. مرشد هنکي ڪلهي لڳي سان لاتو. سنت سدائين دٻالو ٿيندا آهن.

آزمائش مهل گهٽي قدر پڙهيل ڪري پوندا آهن. جڏهن ڪنهن کي گرو ڪرڏيندو آهي ته لون فلاڻي شيوا ڪر يا فلاڻي هنڌ ستسنگ ڪر، ته پوءِ کي سڀڻ پاڻکي ڪجهه جو ڪجهه پيا سمجهندا آهن ۽ پوءِ هو رهجو وڃن. شيواڌارين کي سدائين منو ڳالهائڻ گهرجي ۽ هميشه چئجي 'معاڻي يار معافي' سائين جي در لوبهه ڪجي. شاه صاحب فرمايو آهي، "لوبهه جي لون لند لنوار" ڪن سياڻن چيو آهي:-

"جيڪو منڙا بول تو بولي، در دريا جا سو تو کولي،
سک سچو سو ماڻي تو، سکي سو پاڻ کي جاڻي تو."

بلي شاه مِن جي هٿ وڏائي ۽ اوچي ذات کي ناس ڪرڻ لاءِ، هڪ ڏينهن جڏهن رستي تي ڪدڙن وٽني ڳايو ۽ نچيو ته، هي به هنن سان وٽني نچڻ لڳو. ماڻهوءَ وڙي وڃي، پٽس کي چيو ته تنهنجي پٽ پهرين گڏهيون رکيون ۽ هاڻي وري هو رستي تي ڪدڙن سان گڏ پيو نچي، چگي هو سيدن جي عزت برباد ڪري رهيو آهي. اهو ٻڌي پٽس هڪ هٿ ۾ لڪڻ ۽ ٻئي هٿ ۾ مالها کڻي اچي اتي نڪتو. بلي شاه جڏهن ڏٺو ته، سندس پيءُ آيو آهي تڏهن، دل ۾ چيائين ته اڄ بابو به خالي نه وڃڻ گهرجي. سو پيءُ ڏانهن نهاري، نوجه ڏئي وري ولني نچڻ لڳو ۽ ڳائيندي چوڻ لڳو:-

"لوڪان دی هٿ ماليان- تي بابي دي هٿ مال،
ساري عمر پٽ کي مر گيا- تي ڪس نه سڪيا بال،
چينا! ايون چڙي دا او يار! چينا ايون چڙيندا."

يعني ماڻهن جي هٿ ۾ مالهائون آهن، منهنجي پيءُ جي هٿ ۾ به مالها آهي. سڄي عمر ائين پٽيندي هو مري ويا ۽ هڪ وار به ڇڪي نه سگهيا. پوءِ اها حالت تي جو پٽس به رني، انهن سيني سان گڏ نچڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو:-

"پتر جنان دي رنگ رنگيلي- ماءُ پيءُ ليندي تار،
چينا ايون چڙي دا او يار- چينا ايون چڙي دا."

يعني جيئن هو ٻئي مالڪ جي رنگ ۾ رڱيو ٻيو آهي ۽ اُن
ٻيءَ ماءُ کي ٿاري ٿو.

ٻيو شاهه جو چوڻ آهي ته اڄڪلهه ڏرم جا پرچارڪ ڪيترو
ڪري پڳيادار، سوار ٿي لوڪ آهن، ليڪن ڪري ڏرمي انسان،
والار جا مرڪزي شخصي ونا آهن، پر مالڪ جا سچا پيارا ۽ عاشق
الهي سڀئي کان الڳ آهن.

"ڏرساليءَ ڏڙواليءَ رهندي - ٺاڪر دواري لڪ،
مستان وچ ڪسبي رهندي - عاشق رهن الڪ."

اُهڙي ئي سچند جو ڌطبي ڏرم جي رکوالن جي ڪرتبي
انسان، انسان جو دشمن آهي ۽ مضحڪ ٿي پيو آهي.

"نه خدا مسجد ليدا - نه خدا خانه ڪعبي،
نه خدا ملن ترمسڪ ڏٺا - اوين ٻلندي جيائي،
بلا شاهه عنايت مرشد مل ڳيا - مٺي سب لڳادي."

يعني:- پرماتما نه مندر ۾ ملندو ۽ نه ڪعبي يا ڏرڊوار
۾ لڀندو. ڪلڪرن وليءَ مرن لبرڻ ٿي مالڪ کي ڳوليو پر
الي نه هٿڪي نه ڏٺم، پر جڏهن مونکي سچو مرشد مليو تڏهن
هن منهنجا سڀ اُهاڻا ونهم ۽ پرم لائي ڇڏيا ۽ تڪليفون دور
ڪري ڇڏيون.



# شاهه عبداللطيف

شاه حيدرآباد سنڌ ضلع جي، هالا حويليءَ نالي ڳوٺ ۾ سنه ١٢٩٨ع ۾ ڄائو هو. سندس والد جو نالو شاه حبيب هو. سندس ڏاڏو شاه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو، مشهور درويش ۽ شاعر هو. شاه جي جنم کانپوءِ سندس والد هالن جي ڀرسان ڪوٽڙيءَ نالي ڳوٺ ۾ لڏي اچي ويٺو. ننڍي هوندي کان ئي سندس ڪهڻي ۽ رهڻي غير معمولي هئي. درويشيءَ جا آثار بالڪپڻ ۾ ئي منجهس نظر ايندا هوا. اڪيلائي هنکي ڏاڍي وڻندي هئي. جڏهن ٥-٦ ورهين جي ڄمار جو ٿيو تڏهن کيس آخوند نورمحمد وٽ پڙهڻ وهاريو ويو. جڏهن آخوند الف بي سيکارڻ شروع ڪيس ۽ چيائينس ته، چئه "الف،" ته شاه هڪدم چيو، "الف" وري آخوند چيس ته چئه "ب" ته شاه چيو ته "ب وري ڇا جي!" هن کي ابيءَ وٽ وٺي آيا، جنهن پنهنجي پٽ جي روحاني رمز سهي ڪئي ۽ چيائينس ته، "ابا تون بيشڪ حق تي آهين." شاه ڪا اسڪولي تعليم ڪانه ورتي هئي.

شاه ايڪانت ۾ گذاريندو هو ۽ جي ڀور ڀوندو هوس، ته جنگهل ۾ هليو ويندو هو. هنکي مولانا روم جي مثنوي ۽ شاه ڪريم بلڙي وارو رسالو هميشه ساڻ هوندو هو. هڪ ڀيري جهنگل ۾ واريءَ جي دڙي تي وهندي اهڙو مالڪ جي ڌيا ۾ اچي ويو، جو پنهنجي بدن جي خبر ئي نه رهيس. ٽي ڏينهن اهڙيءَ حالت ۾ هو. جهولن جي ڪري، واريءَ لٽجي ويو. شاه حبيب گهڻي ڳولا ڪئي پر پٽ ڪونه پيس نيٺ هڪ ڏنار جي نظر شاه تي وڃي پڙهي، جنهن پٽس ک وڃي ٻڌايو. جڏهن پٽس آئي پهتو ته ڏٺائين ته شاه جو واريءَ ۾ دٻجي ويو آهي، باقي سندس چادر جي ڪنڊ پيئي ڦڙڪي. درد جي آواز ۾ پڪاريائين:-

"لڳي لڳي واءُ، وڃا اَڱڙا لڇي."

شاهه عبداللطيف اُن درد جي دانهن تي چرڪ ڀري اُٿيو ۽ ورائي ڏنائين:-

"ٻيڙي ڪالهه ٻاهه، ٻرڻ ڪارڻ ٻُرانءِ جي."

وٽن ورهين جي عمر ۾ هو قرب ۽ درد جا شعر چوڻ لڳو. هن کي الاهي عشق جي تلوار لڳل هئي. ڪنهن سمجهيو ته شادي ڪندو ته هي جهرڪ جهنگ ڇڏي ڏيندو.

هڪ ڏينهن ٻيا جوڳي آيا هو جهنگ ۾ هليو ويو، جتي جوڳين جي ٽولي ملي. وٽس جي سان اُٿهارو ۽ ٻرن گڏجي رهندو رهيو. ٽي سال انهن سان گڏجي رهيو ۽ انهن کان گيان، وراڳ، اوجاڳا عبادت ڪشت ۽ ڪشالا ڀرائيائين ۽ رڃ راس ٿيو. هوڏانهن سندس پيءُ پنهنجي پٽ جي وڇوڙي ۾ بي حال ٿي پيو. هڪ ڏينهن شاهه اچي گهر پهتو. ٽن ورهين جي دوران ۾ فقيرن جي صحبت ۽ پاڪ پاڻي جي ماڻهن جي ملاقات، سندس دل مان دنيا جي ڪٽ لي لاهي ڇڏي ۽ هن ۾ انسان ذات لاءِ قرب ۽ همدردي وڌي.

شاهه صاحب مرزا مغل بيگ جي نياڻي سيده بيگم سان شادي ڪئي. هوءَ نهايت پاڪدامن ۽ حليم عورت هئي. جيتوڻيڪ وڏ گهرائي ۽ ناز سان پليل هئي، ته به گهر جو سمورو ڪم رڌڻ پچائڻ صفائي وغيره پنهنجن هٿن سان ڪندي هئي. جهڙو هو شاهه پيارو، تهڙي هئي سندس گهرواري سگهڙ. شاهه کي ڪوبه اولاد ڪونه ٿيو. شاهه صاحب جي زندگي هاڻي رسيد شخص وانگر، ترڪل همراز هئي. پنهنجو وقت بندگي ۽ ڌيان ۾ لڳائيندو هو. سندس مرشد عنايت علي شاهه هو، شاهه جو ناماچار اهڙو وڌي ويو جو هالن ۽ مٽيارن جي پيرن جي سيني ۾ حسد جي باهه ٻرڪي اُٿي. انهن ڏينهن ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙو سنڌ جو حاڪم هو. اهو انهن جي [illegible] ڳالهين تي لڳي، شاهه صاحب جو دشمن ٿي پيو ۽

هڪ دفعي شاهه عبدالڪريم مخدوم صاحب جي ديدار لاءِ ٿي ويو ۽ واٽ تي ٽٽ وٽان لنگهيو هوس. اُتي پنهنجن فقيرن کي اِشارو ڪيائين ته، منهنجي اولاد مان هڪ الله لوڪ ٿيندو جو هي هنڌ وسائيندو. اها ڳالهه سچي ٿي ۽ شاهه اچي ٽٽ وسائي. مٿرائي گدرلاءِ ڪنهن ڏيک جو ضرور ڪونه آهي. ماڻهن سان گڏ شاهه پنهنجن هٿن سان به ڪم ڪندو هو. آخر هڪ مٽيءَ جو جهوپڙو پاڻ لاءِ ۽ هڪ حويلي ماءُ پيءُ لاءِ ٺهرايائين. پنهنجن فقيرن کي لڪا ڪڍي ٽٽ ورهائي ڏنائين. هُن پنهنجون جهوپڙيون جوڙيون.

شاهه صاحب جي دل ڪومل، باجهاري ۽ پاڪ هئي. هو پاڪائي پرچاءُ کان پري هو. هنجي راهه لبستيءَ، واري هئي. هو ٿورو کائيندو ۽ سادا ڪپڙا پائيندو هو. پُر پولدو هوس ته جيتي ڪين پائيندو هو ۽ اکيون بند ڪندو هو. رليءَ تي سمهندو هو. ڪنهن جو به ٿورو ڪين کڻندو هو. پاڻي به پاڻ ڀري پيئندو هو.

شاهه جي جسماني حياتيءَ جا ڏينهن جڏهن پورا ٿيڻ تي آيا تڏهن پورا ايڪيهه ڏينهن خلوت (ڌيان) ۾ رهيو. اُنهيءَ ساري عرصي ۾ ٻن ويلن جيتري ماني مس کاڌي هوندائين. جڏهن ٻاهر نڪتو تڏهن سنان ڪري چادر اوڍي، مراقبي (سماڌيءَ) ۾ رهيو. اها حالت ٽي ڏينهن هلي. اُنهيءَ ڪالهوءَ ڏسڻ ته روح سندس خاڪي جسم وٽي رهيو آهي. هن سنه ١٧٥٢ع ۾ چولو ڇڏيو. پنهنجن فقيرن کي تاڪيد ڪيو هوائين ته جڏهن مان دم ڏيان، تڏهن دفن ڪان پوءِ منهنجي مرڻ جي ڳالهه ظاهر ڪجو. سندس تربت مٿان ميان غلام شاهه ڪلهوڙي هڪ عاليشان قبو اڏايو.

شاهه قد جو اُلبت ڊگهو، شڪل جو سهڻو هو. سندس پيشاني ڪشادي هئي، سندس اکين مان جوت ته جوت پئي ڇلڪندي هئي. هُن جي، هلمه درويشي هئي... ڪڏهن

ڪڏهن ڪل چرچو ڪندو به هو. اڪثر گمڀير نظر ايندو هو. ڏيک ويک سان ڪين پوندي هيس، اڪو سيٺ سرمي سان. سرمي جي سينگار کان کيس نفرت هئي. انهيءَ باري ۾ هدايت ڪيائين ته:-

"سرمون سياهيءَ جو- رنن کي رهاءِ،
ڪاڄي ڪرائيءَ جي- مڙس تي م پاءِ،
اکين ۾ اُلڪاءِ- لالائي لالن جي."

يعني ڪارو سرمون رنن جي سينگار لاءِ آهي. جي تون مڙس آهين ته اها سرمي جي سرائي اکين ۾ نه پاءِ، پر اکين ۾ مالڪ جي سڪ ۽ عشق جي لالاڻ پاءِ.

شاهه سادي پوشاڪ، اڪثر ڪفني پائيندو هو. سادو کائيندو هو. ننڊ نهايت ٿوري ڪندو هو. اوچي بستري تي ڪين سمهندو هو گودڙيءَ تي سمهندو هو. هنجي وات مان نڪتي لات جيان، پاند پڙيءَ کي رستو ڏيکاريو آهي ۽ سلوڪ جو سبق پٽي سيکاريو. هڪ ڏينهن هو منجهند جي وقت آرام ۾ هو ته ٻاهران ڪنهن ٻاڪريءَ آواز ڏنو- "سوٽا، پالڪ، ڇوڪا." شاهه آواز تي ڇرڪ ماري اٿيو. فقيرن کي عجب لڳو ۽ سبب پڇيائونس. هن فرمايو، "ابا اوهان ٻاڪريءَ جو هوڪو نه ٻڌو؟ هن ٿي چيو، **"جيڪو پٽڪ سٿو سو چڪو."**

انهيءَ کان پوءِ وري ڏينهن جو ننڊ نه ڪيائين ۽ ٻين کي پڻ صلاح ڏيندو هو ته گهڻو سمهڻ چڱو نه آهي. شاهه جيترا پنهنجي تن کي ڏکيا ڏنا يا ٻکون ڪيائون سي ڪنهن ورلي ڪيا هوندا. جيئن جيئن وڌيڪ سختيون ايندي هيس، تيئن تيئن وڌيڪ مالڪ جي ڌيان ۾ وڃندو هو.

هڪ مريد، شاهه جي ڏاڏي جي شيوا ڪئي. راضي ٿي فرمايائونس ته "ڇا گهرجيئي؟"

هن عرض ڪيو:- "ماري ڪئي مون هن وقت سان، وڏائي وس ڪيا، هاڻي ڪاٽ سيکاريس تون، ته منهنجي سواريءَ

ٻه سڌو ٿئي."

يعني:- مون روپي گهوڙي کي سڌي ڪرڻ جا مون ڏاڍا ڏس ڪيا، پر هو سڌو نه ٿيو. هاڻي توهان ھڪڙي اهڙي ترڪيب يا رمز سيکاريو جو هو منهنجي چئي ۾ هلي. (منهنجي چئي ۾ هلي اهو سوکيو اهنڪار، مان مان جو آهي، جو سمجهڻ کي ڏکيو وڻندو آهي.)

تنهن تي شاه صاحب چيس ته، "بابا، ڏٺو گهڻو ڏٺا ٿيئي؟" مريد چيو ته "بابا جا طالع ڪئا ڏسندا آهن." وري شاه چيو ته، "ڀلا ڪجهه سون، ڪهڙا جواهر ڏٺا اٿئي؟" هن چيو ته "ڪڙن سون وغيره جي چاهنا انڌ انسانن کي ٿيندي آهي!" وري پڇيائينس ته "ڪاڏا ڀيتا ميوا لڏون هردم کپني؟" تنهن تي هن چيو ته "ڪاڏي جي چاهه ٻهوسڪن کي ٿيندي آهي!" اهو ٻڌي شاه صاحب فرمايو ته، "آسا اجا ٻالڪو صاف نه ٿيو آهي!" شيواداريءَ وري سڪ مان گهڻو وقت شيوا ڪئي. پوءِ سن تي وري پڇيائونس ته "ٻيا ڇا گهرجيئي؟" وري به هن چيو ته:-

ماري ڪٽي مون هن ڏهت سان، وڏائي وس ڪيا،
هاڻي ڪاسه سيکاريس ٿون،
ته منهنجي سواريءَ ۾ سڌو ٿئي.

شاه صاحب چيس ته، "ٻارا اڃا ڪڙو صاف نه آهي."
تڏهن شيواداريءَ چيو ته:-

"اهي ڪنڻ ڪنب ڪٽي ويا، جيڪي رانڪ رلڪن،
ڪڙا دلاسا دل ڪي، ڏيهاڙيون لا ڏين،
مولالي: لا لين، ماڻهو ميرا ڪڙا."

اهي دل صاف ڪرڻ وارا ڪٽي ختم ٿي ويا جي سچي ونگ ۾ دل کي رڱيندا هوا. هو ڪوڙا دلاسا ڏيندا تا رهن ته دل جا ميرا ڪپڙا مولالي تا ڏين.

لاهين. اها آئي گڏ پيدا آهن جتي پاڻ ۾، رڳو لسڻي آهي.

اهو ٻڌي انهيءَ جگياسوءَ چيو ته، "سائين مون بس ڪئي توهان جو ڀيد نٿو سمجهي سگهان. تنهن تي شاهه صاحب ڪلي جس ته چند ٻيا هاڻي ڇا ٿو چوين؟ وري چيائين ته سائين!

"ماري ڪتي مون وهت سان، وڏائي وس ڪيا،
هاڻي لاهه سيڪار بس لون، ته منهنجي سواريءَ ۾ سدو ٿئي."

تنهن تي شاهه صاحب حبس ته ٻيا ٻڌ!

"اُڏ ڪاڏو آن جو، بو ترو ڪاهه وجهيس،
لنگ توڪل عنو حقيقت، ترا ٺهراليس،
پنجني وقت نماز سان، ٻورا پهراليس،
وحد هو واحد هو، لاشريڪ هو، اهو وات ڪڙيالو ڏيس،
بد اعمالن کان پاسو ڪري، اهو چهبوڪ چڪاليس،
آئي امر ولي جو، توبهه طالب جو ڪڙڪٽو گهماليس،
محبت جي ميدان ۾، ترون ٽلائيس،
اها هر هيراليس، ته سدو ٿئي شاهه عبداللطيف چئي."

يعني:- شاهه صاحب جن فرمائن ٿا ته، هن من روُپي گهوڙي کي وس ڪرڻ لاءِ، تون ترو ڪاءِ. هنڪي سڌي هلائڻ لاءِ، تون مالڪ ۾ توڪل رک ۽ ڪروءَ ۾ ٻڪو وشواس ڪر ۽ سڀو وقت پريم ۽ نياز سان من کي اڪاگر ڪري پوءِ دنيا روپي ميدان ۾ هنڪي هلاءِ. من روپي گهوڙي جي وات ۾ تون هيئن چئه، ته هي مالڪ! تون ئي سچو آهين ۽ تنهنجي ڪوبه برابر نه آهي. تنهن کانپوءِ تون من کي ٻيڙن ڪمن ۽ ڪام ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار کان پاسي ڪرڻ لاءِ هنکي نام جو چهبوڪ لڳاءِ. صبح جو سويل اٿي، توبهه ۽ پڇن بندگي ڪر، دنيا ۾ پريم سان هل. اهڙيءَ طرح هلڻ سان من سدو ٿي وس ۾ ايندو.

ٻئي هنڌ شاهه صاحب وري من جي ڀيٽ ڪتي سان ڪئي آهي.

تون پنهنجو سر سڪروءَ مٿان وارهو پيو وارج يعني ٻلهار پيو وڃج. ٻوءِ تون ٿام روپي چرخو هلائي، اُن مان ست جي سڌي تار ڪڍج يعني تہ پنهنجي خيال کي هڪ هنڌ سا ٽڪڻ جي جمائي، ٿام جيج.

وهي هٿان تو مٿو وڃي وٽي، ڪين ڪنڊيءَ کي ڀت ڀر وٽي،
وقت تمام ڏس تہ ٿيوئي، قوت ساھ بہ تون ٻڌي،
ليت خاصي رڪ نسار، چرخو چوري ڪت ڪا تار.

سگھڙا شاه صاحب جن، آسانکي ستيءَ ۾ لنڊ م وقت وڃائيندو ڏسي، افسوس ڪائي، سمجهائين ٿا، تہ اي ٻيارا! تنهنجي عمر پاڻيءَ وانگر لڪي وهندي پئي وڃي. تو پاسرو واٽي پٽن سمرن ڪين ڪيو آهي. هيٺر تہ تون همت ڪري، پنهنجي لبت ۾ اندر کي صاف ڪري، ٻرلر سان پٽن سمرن ڪر، تہ سچي ساٿ ۾ اڳيان سرهو ٿين.

اٿي ڪا پالتي آڏيءَ پر، لنڊ طلب جي سيرلو سر،
ست صبر جو ڪت تون هير، لت ٿاڙيءَ سين هٿڙو هير،
روز رضا سان اوب دلبار، چرخو چوري ڪت ڪا تار.

تون آڏيءَ راھ جو آئي، سڪ صبر ۾ ٻرلر سان پٽن ڪر. پنهنجو ڏبان، سکمن ٿاڙيءَ يعني تن اک لي جمالي، خوشيءَ سان پٽن ڪر.

تون ٻوري ساٿ نہ افعال، ڪرڻ ڪمٽي قيد مٿال،
ووءِ ووءِ تنهنجي هٿ هٿ حال، وٽي وڃائي سمنڊا سال،
عڪس لوڙن لنڊ خمار، چرخو چوري ڪت ڪا تار.

اي بيوقوف ڪمبخت! لنڊون ڪري، پٽن نہ ڪرڻ جا ڪوڙا بهانا ڪري تو پنهنجي عمر برباد ڪري ڇڏي. هيٺر بہ وقت نہ ويو آهي، الي پٽن سمرن ڪر.

ڪتي ڪتبڌلن ڪيترو، ڪر سوداگر يار.
ڪتڻ مٿڻ ڪرلر جٿي، آهي آڳي جي اعتبار،
ٿئي ٻورھبعد تو يار تنهنجو ست سوجهي ڪولڪر.

سچي رهبر ڪانسواءِ تنهنجو پڇن سمرن نيڪ برابر نہ ٿيندو.
[…]جي پڇن جو قل ڏڻ سڀ ڪامل مرشد جي وس ۾ آهي.
[…]ڪڍهن تو سنگروءَ کي راضي ڪيو نہ پوءِ تنهنجو ڪيترو
تورو پڇن قبول پوندو.

توڙي تون ڪاتار، جم[1] هيڪاڙي[2] پيرڻن،
ڏني ڪا ڏاٿ[3]، صرافن انهين ست ۾.

تون ڪٽي پاهران ڪتڻ يعني پڇن سمرن ۾ هوشيار هجين،
[…]نہ بہ متان اَڪيلي اَٽت هلائين يعني مرشد جو آسرو ۽ سهارو
متان ڇڏين! ڇاڪاڻ تہ صراف يعني مرشد تنهنجي ست يعني
پڇن سمرن ۾ ڪا اوٽائي ڏٺي آهي.

جان ڪتين تان ڪت، هيءَ[4] هڏ وهاڻي[5]،
ڪاپائتي[6] سپڪا، ڪتي سيباڻي[7].
چالو جن جالي، لس هٿان پڇي نہ ڇڏي.

جيترو ڪتي سگهين يعني پڇن سمرن ڪري سگهين اوترو […]
ڪر. هيءَ اَملهہ حياتي، اَجائي سستي ڪري برباد نہ ڪر[…]
جيترو نيڪ ۽ صحيح پڇن سمرن ڪبو، اوترو سنگروءَ ڪي[…]
وٽبو. جن اِها ڳالهہ سمجهي آهي، تن ڪتڻ ۾، ڪپهہ جو ذ[…]
بہ هٿان نہ ڇڏيو آهي يعني منٽ بہ اَجايو نہ وڃايو آهي.

هيءَ هڏ وهاڻي، جان ڪتين تان ڪت،
ڪر پنهنجي عيد[8] کي، پيري ڪج پرت.
متان روئين رت، صباح وچ سرتين.

وقت هميشه ساڳيو ڪين هوندو، متان اِهو وڃائين! […]
جي ماڻ جي خوشيءَ لاءِ، سنو پرت پر يعني نيڪ […]
پڇن سمرن سان زندگيءَ کي سهڻو بڻاءِ، جي اِئين نہ ڪ[…]

---

(1) جم=متان (2) پيرڻن=اَٽت هلائين (3) ڏاٿ=گ[…]
(4) هيءَ=هيءُ وقت (5) وهاڻي=گذري (6) ڪاپائتي[…]
(7) سيباڻي=وڌي (8) عيد=مالڪ جو ميلاپ[…]

لون وقت برباد ڪندا ٿي ته، مالڪ وقت حساب ڏيڻ مهل ۽
سڪڻ جي وچ ۾ لون افسوس ڪري، روئي جا ڳوڙها ڳاڙيندا ٿي.

ڪتڻ جي ڪاڻ ڪري، ستي ساهين هڏ[1]،
جٽ سڀ لون ڪندءِ سڏ، اُت ڪندا ٿي سينگار کي.

لون پڃن سمن ۾ ستي ڪري، لبني پيو جيءُ آرام
ڏئي، پر جڏهن ستسنگي لوکي مالڪ جي ديدار لاءِ سڏ ڪندا
تڏهن لون، مالڪ جي ديدار کان وهنجي ويندا ٿي.

اَڄ پڻ اُجهڻ[2] کي مرن، لکي ڪتيءَ ڪال،
پوري! لوسن پال، ڪالڌ ڪريندو ڪيترا.

اي سچڻ! ڪالهه لو پڃن نه ڪين، اَڄ به سمهيو پيو آهين.
اُڙي ني سمجه بيوقوف! سچو مرشد لوسان ڪيترا ئي پلاءُ
ڪري، ڪيتريون ڪندو!

اَڄ پڻ اجهڻ کي مرن، لکي ڪتيءَ ڪال،
سولا[3] الجي اڪڙيا، اُوٽ ٻوڙکي مال.
هڏ[4]! لين جي حال[5] جن ڪاپي منجهان ڪين ڪيو.

ڪالهه والگر اَڄ به لون لنگون لڙي سمهي پئين، سڌو ئي
نه ويٺين ۽ جهوٽا کاڌءِ. اهڙيءَ طرح پنهنجي جواني برباد ڪري
لوکي ٻڍاپو آيو ويو. پنهنجي اهڙي هلت لئي وڏو افسوس
۽ لعنت آهي.

سون سار ڪا هئڙا، ڪوهه نه ڪتين روڏ[6]،
ويهي ڪند ڪا ٻوڪر، گهٽون گوهيون چڏ،
نه صراطي سڏ، مرڪيو هولد متالين[7].

لوکي هيٺ سون جهڙا هت آهن يعني السالي جولي ۾
جواني آهي. جوانيءَ ۾ لون چو لٿو پڃن بندگي ڪرين؟

---

(1) ساهين هڏ = شرير کي آرام ڏيڻ (٢) اُجهڻ = آرامي
(٣) سولا = اُلٽ جون ڪالون (۴) هڏ = لعنت (٥) حال = ڏور
(٧) متالين = آلند ماڻين.

ستي ۽ ڀـهانا ڦٽا ڪر. پاسيرو ويهي مالڪ کي ياد ڪر، ته
ت ڪانپوءِ آنند مائين.

يـڳو ٿي پيٽ، جاسين رتو راس ٿئي،
ٻري بيڪاريءَ سين، هاري! پاڻ م هير،
ڪت ڪتيندءِ ون ڪير، تنين سين نه جاڻجي.

يڳل اَئت ٿي هلاءِ جيسين مرمت ڪري اهـو نهي راس
ئي. يعني جي بيمار آهين ۽ جيسين چڱو ڀلو تين، تيسين پير
ڇن بندگـي ڪر. اي هارايـل مورک! ٻيڙيءَ بيڪاري ۽
ستيءَ ڀي پاڻـکي نه هير. خبر نه آهي تون نيڪ ٿيدين يا
۽ لوکي وري بندگيءَ لاءِ تنون اِنساني جنم ملي يا نه ملي.

پـيرڻين ۽ پـانڻين، اِئـن وڏوڻو ڪانڊ،
ويني اور آرت سين ڳـجهيءَ پاپو پـاند،
نه تنهنجو ٿي وڻوان[1]، ڪتو وتو[2] نه ٿي.

تون يڇن سمرن ڪري پـاڻ ۾ اَهنڪار تو ڪرين. اِئين
ڪرڻ ۾ ستگرو ناراض ٿيندو. هت وڏائي ڇڏي، نهنائي سان
يڇن ڪر، ته تنهنجو تپ يڇن ٻه مالڪ وٽ قبول پوندو.

چائت پائي چت ۾، سنهو ڪتيو جن،
تن جو صرافن، دڪو[3] داخل نه ڪيو.

جن من ۾ ابرڪـا ۽ حسد رکـي، سنهو ست ڪتيو يعني
بندگي ڪئي. تنجي بندگي مالڪ وٽ ذري ٻه قبول نه پيئي.

محبت پائي من ۾، رنيا روڙيا جن،
تـن جـو صرافن[4]، اَڻ توريو اَگهايـو.

جن پريم پيار سان ڪڻي ٿلهو ست ڪتيو يعني ڪنهن ٻـه
نموني يڇن سمرن ڪيو، تن جي بندگي، بنا حساب جي، مرشد
وٽ قبول پيئي.

---

(۱) وڻوان=عيبدار (۲) وتو=برباد (۳) دڪو=ذرو
(۴) صراف=مرشد.

ڪوڄو[1] وهه[2] ڪا پاڻين، ڪنهن ۾ ڪٿهن،
ڪارڻ سود سوارين، آلاڻ[3] مڇ اڇن،
اُن جي سولهن سيد چئي، صراف ٿي سگهن،
آگهيا ست سندن، پاڻي ٿرازيءَ نه تورئا.

سچن ڀڳتي ڪرڻ وارن کي اهڙي مرشد جي لوڙ لڳل آهي، جو هو مرشد جي پڙ ۽ پاڙ ۾ پنهنجن بندگي لهر سان ٻيا ڪن. اهي صبوح جو سوال پنهنجي لڳي لاءِ آلي اڇو پنهنجن ۾ وهن. اهڙي جي پيار ڀري پنهنجن لاءِ، ڪامل مرشد سگهن ٿا. اهڙن پنهنجيڪن جو پنهنجن، مالڪ وٽ بنا حساب ڪتاب جي قبول آهي.

ست اُلهن جو سڦرو، جي پسر[4] ۾ پچائين،
آواز اُرمت جو، ساهه نه سٺائين،
اڪايو لطيف چئي، ڪميو ڪتائين،
جي مالڪ موٽائين، ته ملهه مهانگو اُن جو.

پنهنجن اُلهن جو سڦلو آهي، جي ڏيکاءُ کان سواءِ ڳجهو نام جو سمرن ڪن ٿا. اهي ڪيمدين، ٿوبه ڪندي ڳجهو ٿا نام جپن، جيئن ڪو به ٻاهر آواز نه نڪري. اهڙا سچا جگباسو دنيا جي هرس، وڏائي ۽ ڏن کي لتا چاهين. اهڙن سچن عاشقن جو مالڪ وٽ وڏو قدر ۽ ملهه آهي.

ڪي اوبين[5] عرب ۾، ڪي ڪاتل مڇ ڪتين؛
ست اُلهن جو سڦرو، متيو مالڪن،
قادر ڪير ڪدن، ٿيلهي[6] ٿلهي وارين.

مالڪ وٽ ملڪ ۽ ذات جو ڪو به فرق نه آهي. ڪئي جي ه سچن ڀڳتن جي پنهنجن جو، مالڪ وٽ ملهه ۽ قدر آهي. اهڙن سچن عاشق جي ٿوري پنهنجن هوندي به، هو مالڪ جي دربار ۾ داخل ٿين ٿا.

---

(١) ڪوڄو = ڪيڙي به (٢) وهه=لڙ (٣) آلاڻ=پنهنجن ڪرڻ
(٤) پر=ڳجهو (٥) اوبين=ڪتين (٦) ٿيلهي=ڏ ڪي.

پير ٿين ۽ پاٿين، پالڻ پڇي چڱ،
ڪتو ولو پورهيم، هوڏ وجهندءِ هڏ،
هتي ڏيڏو[1] مڇ ڏڏ! جتي ڏڪن ڏهسي[2] واريون.

جيڪڏهن هٿ وڏائيءَ ۾ پيرچي پالڪي وڏو ٿو سمجهين، ته اي سڄڻ! تون اهو هٿ وڏائي ڀري ڦٽي ڪري ڇڏ. اها وڏائي تنهنجي پڇڻ جي ڪمائيءَ کي، اي فائدو بڻائي، لوڪي نقصان ۾ وجهندي. اي بيوقوف! مالڪ جي درٻار ۾ وڏا وڏا پڇڻ ڪرڻ وارا پير فقير ٻه ڪمبن ۽ ٽڃن ٿا، سو تون ڪهڙي ڳڻت آهين.

جاسين اٿي ڪو دم پساهه، تاسين چرخي لائج چاهه،
پڇا پاڻ ڪندءِ پاتشاهه، نه نوڪن ست نه ڪپاهه،
نه ڪتڻ جي نيت نسار، چرخو چوري ڪت ڪا تار.

جيستائين شرير ۾ ساهه اٿيئي، ليستائين دل لائي نيڪ سان پڇڻ سمرن ڪر. ستڪرو جڏهن لوڪان موت ڪانپوءِ حساب ڪتاب پڇندو، تڏهن جي پڇڻ سمرن تنهنجي هڙ پلئه ڪجهه ۾ نه هوندو نه پوءِ تون ڪهڙو جواب ڏيندين. هي پيارا! تون هيئر جيسين جيئرو آهين چڱي طرح پڇڻ سمرن ڪري سوڀارو ٿيءُ.

شاهه صاحب جن هميشه هدايت ڪندا هوا تہ هر ڪنهن انسان کي نهٺائي ۽ هيٺائين لي هلڻ، پنهنجي وونڪ موجب هلڻ جڳائي.

پاٿي مهن مولن ۾، غربت ساڻ گذار،
مفتي مجهه وهار، نه قاضي ڪانيارو ٿئين.

اي جيو! لسون ماٺ، صبر ۽ غريبيءَ ۾ گذار ۽ پنهنجي وونڪ موجب هلت ڪر.

---

(۱) ڏيڏو = هٿ وڏائي.
(۲) ڏهسي = ڏهه سو پوٽيون ڪتيندڙ.

سياڻپي شاهه سائينءَ کي ڍڪ ڍڪڻ وٽندو هو. هُو چوندو هو ته وڏائي ڪرڻ جي سنگت کان هميشه پاسو ڪجي، نه ته اخلاق کي نقصان پهچندو.

”لائيون لباس ڪون، سي ڇپائي ڇڏ،
آڻ‍ڻ اُسڻ ڪن جي، پاسي تن ٻر اَڏ.“

اي سڄڻ! تون سٺن ۽ قيمتي ڪپڙن جون ڳالهيون ٻري لٽي ڪري ڇڏ ۽ ’مان ۽ منهنجي‘ جون جيڪي وڏائيءَ جون ڳالهيون ڪن ٿا، تن جي سنگت کان پاسو ڪر.

آدمين اخلاص[1] مٿانئي مالو ڪيو،
هائي ڪائي سيڪر، سندو ماڙهوءَ ماس،
دلبر! هن دليا ٻر، وڃي رهندو واس،
ٻئي سڀ لوڪ لباس[2] ڪوهڪ دل وندو هيڪڙو.

ماڻهن پنهنجي سچائي ۽ سٺا گڻ وڃائي ڇڏيا آهن. هينئر ماڻهو هڪ ٻئي سان وڙهي پيا پنهنجو ماس پٽن ۽ رت چوسين. پيارا! هر ڪنهن جي لڪڻ ۽ سرهاڻ وڃي دليا ٻر رهندي. هينئر ماڻهو رڳو ٻاهران ظاهري ڍڪ ٿا ڪن ٻر دل جو سچو ڪو ورلو آهي.

لک ميڙئي لٽيا، هنهن وڃا هزار،
لوڪــي آرس اَڪڙڻ ٻر ا
ڏکر ڏهالين لوڻ، رنگ ڪٽوري گهرين.

انسان پاڻ سان پساهن يعني ساهن جا اَمل ماڻڪ کڻي آيو آهي. هن لنڊن، سستيءَ ۽ غفلت ڪري، سچي سائينءَ کي وساري، حياتيءَ جا قيمتي ساهه لتائي برباد ڪري، پاڻکي سچو ۽ پينگبر ڪري ڇڏيو. اهو نه سمجهه، وري مالڪ جي وصال ۽ مڪتيءَ جون سڌون ڪو ڪري!

(١) اخلاص = اخلاق (٢) لباس = ظاهري ڍڪ

لنهن جو ڏڪ، هي لنبگر لاهيندو." يعني هن جيڪا روحانيت دنيا ۾ ظاهر ڪئي آهي، لنهن کي سچل وڏڪ ظاهر ڪندو. شاه صاحب جو اهو سمن سچو ثابت ٿيو. چو ته جيڪي راز ۽ رمزون پاڻ پوشيده نموني سمجهايون هوائين، سي سچل کليل نموني ظاهر ڪيون آهن.

سچل کي پارسيءَ ۽ عربيءَ جو ڳوڙهو ابياس هو. هي شاه والگر سماع لي عاشق هو. جڏهن هو سارنگي ۽ طبلي جو آواز ٻڌندو هو، لڏهن بيخود ٿي ويندو هو، نه فقط اترو پر مٽي جا وار به اڀا ٿي ويندا هئس. اهڙيءَ حالت ۾ سندس زبان مان شعر پالومت ڪري نڪرندو هو، جو فقير ۽ منشي لکندا ويندا هوا.

سچل ايڪالت پسند ڪندو هو ۽ ڪڏهن به دروازن کان ٻاهر نه ويو. هن جو ڪاڏو لوڙي پوشاڪ سادي نموني جا هوا. دال ۽ ڏڌ کيس وڻندا هوا. سمهندو به ڪاٺ جي صندل تي هو. هو صاحب نهايت پرهيزگار، نهنو، نماڻو ۽ ڏاڍو حليم هو.

سچل سرمست وڇولي قد جو هو ۽ وار ڊگها ۽ اکيون مرگهه جهڙيون هيس. سندس چهري تي هميشه اداسائي پرايل هوندي هئي. هن ١٨٢٩ ۾ نوي ورهين جي ڄمار ۾ هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪيو. وفات کان ٽي ڏينهن اڳ پنهنجي حجري ۾ وڃي خلوت ۾ ويٺو ۽ نڪري پيڻ بند ڪري ڇڏيائين ۽ رمضان جي ١۴ تاريخ حقّ ۽ حقّ پاڻ ۾ هڪ ٿيا.

سچل جي مکيه شخص ۾ يوسف (نانڪ يوسف) يعقوب، فقير قادربخش (بيدل) شادي شهيد ۽ مير علي مراد خان ٽالپر اهي تا وڃن. هي پنهنجي روحاني امانت نانڪ يوسف کي ڏيئي ويو.

شاه، سچل ۽ سامي سنڌ جا ٽي اي نها رتن آهن. شاه سنڌ جي وارياسي ٽڪر ۾ روحانيت جو ڪنو چاڙهيو ۽ مشڪل

لهين کي وڌندڙ رنگين نموني پيش ڪيو. عام لوڪ ڪتائون ي هرهڪ جي زبان تي هيون، تن کي هن بيتن ۾ آڻي، ماڻهن ي روحاني راز سيکاريا. جئن ته:-

"جي ڪڻون بيت ڀائيين، سي آيتون آهين،
ڏجيو من لائين، پرينءَ سندي پار ڏي."

* * * *

"پيهي جان پاڻ ۾ - ڪيم روح رهاڻ،
لڪو ڏونگر ڏيهه ۾ - ڪا ڪين ڪاڻ،
پنهون تيس پاڻ - سسئيءَ تان سڙر هوا."

سچل جنهن روحاني دبڪڙي جو ذڪر لاتو آهي، سو تو ته:-

"آءَ ادا سالڪ صحي ڪر - تون هن طلسمات کي،
پيچ دوئي تا ڪل پوئي - دور ڪر درجات کي."

ڏيڪ ڇوي تو ته:-

"وسرپو روزو، ناهي ياد نماز مونکي،
ڪيڙو مست، پرينءَ جي ناز مونکي."

امي نماٽو، حليم گر ڪرپا ۽ گرگم سان آکي تو تہ اچ کي واٽي سٽايان. اها واٽي، جا من، واٽي، ٻڌ کون ٻري، ۽ پسر اگوجر آهي.

"مدر مرلي، ڪان وجائي مُڪ سان،
پڌي گوپي گوار جي سامي سُرت پلي،
اوديا ڳنڍ کُلي - ڏسي منهن محبوب جو."

سچل سڀني رهبر والگر، قاضين ۽ ملن تي چوٽ چلائي آهن، جي مذهب يا ڌرم جي سچيءَ معنيٰ کان بيخبر آهن رکو بهشت جي دلاسن ۽ دوزخ جي ڏڙڪن سان ماڻهن ۾ رعب رکندا آهن. سچل کين سچيءَ راهه تي هلڻ جي صلاح هدايت تو ڪري:-

تنهن جو بڪ، هي ليکو لاهيندو.“ يعني هن جيڪا روحانيت
دنيا ۾ ظاهر ڪئي آهي، تنهن کي سچل وڌيڪ ظاهر ڪندو.
شاهه صاحب جو اِهو سخن سچو ثابت ٿيو. جو ڳجھا راز ۽
رمزون ڳالهيون پوشيده نموني سمجهايون هئائين، سي سچل کليل
نموني ظاهر ڪيون آهن.

سچل کي پارسيءَ ۽ عربيءَ جو ڳُوڙهو اڀياس هو. هو
شاهه والنگر سماع تي عاشق هو. جڏهن هو سارنگي ۽ طبلي جو
آواز ٻڌندو هو، تڏهن بيخود ٿي ويندو هو، نه فقط ايترو پر
مٿي جا وار به اُڀا ٿي ويندا هئس. الهيءَ حالت ۾ سنڌي
زبان ۾ شعر بالوقت ڪري لکرائيندو هو، جو فقير ۽ معتقد لکندا
ويندا هوا.

سچل اڪيلائي پسند ڪندو هو ۽ ڪڏهن به درازن کان
ٻاهر نه ويو. هن جو کاڌو لوڙي پوشاڪ سادي نموني جا هوا.
دال ۽ ڏڌ کير وٺندا هوا. سمهندو به کاٺ جي صندل
تي هو. هو صاحب نهايت پرهيزگار، نهٺو، نماڻو ۽ ڏاڍو
حليم هو.

سچل سرمست وچولي قد جو هو ۽ وار ڊگها ۽ اکيون مرگهه
جهڙيون هيس. سندس ڇهري تي هميشهه اداسائي پيل هوندي
هئي. هن ۱۸۲۹ ۾ نوي ورهين جي ڄمار ۾ هن فاني جهان
مان لاڏاڻو ڪيو. وفات کان ٽي ڏينهن اڳ پنهنجي حجري ۾
وڃي خلوت ۾ ويٺو ۽ ڪڙو ٻاهران بند ڪري ڇڏيائين ۽ رمضان
جي ۱۴ تاريخ حق ۽ حق ڳالهه ۾ هڪ ٿيا.

سچل جي مکيه شخصن ۾ يوسف (نانڪ يوسف) يعقوب،
فقير قادر بخش (بيدل) شادي شهيد ۽ مير علي مراد خان ٽالپر
اچي ٿا وڃن. هي پنهنجي روحاني امانت نانڪ يوسف کي
ڏيئي ويو.

شاهه، سچل ۽ سامي سنڌ جا ٽي اهي ٻها رتن آهن. شاهه سنڌ
واراسي ٽڪر ۾ روحانيت جو ڪُنو چاڙهيو ۽ منڪل

عام لوڪ ڪتائون ٿي ڪيو. عام لوڪ ڪتائون
ڳالهين کي وڻندڙ رنگين نموني پيش ڪيو. عام لوڪ ڪتائون
جي هرڪ جي زبان تي هيون، تن کي هن بيتن ۾ آڻي، ماڻهن
کي رُوحاني راز سيکاريا. جيئن ته:-

”جي لُوڻ بيت پائين، سي آنئُون آهين،
وڃيو مَن لائين، پريان سنڌي پار ڏي.“

* * * *

”پيهي جان پاڻ ۾ - ڪيم رُوح رهاڻ،
نڪو ڏُونگر ڏيهه ۾ - نڪا ڪيچن ڪاڻ،
پنهون ٿيس پاڻ - سسئيءَ تان سُور هوا.“

سچل جنهن رُوحاني ڏيکڙي جو ڍڪڻ لاٿو آهي، سو
چوي ٿو ته:-

”آءَ ادا سالڪ صحي ڪر - تُون هن طلسمات کي،
پيچ دوئي تا ڪَل پوئي - دُور ڪر درجات کي.“

وڏيڪ چوي ٿو ته:-

”وسريو روزو، نه آهي ياد نماز مونکي،
ڪيڙو مست، پرينءَ جي ناز مونکي.“

سامي نماڻو، حليم گر ڪرپا ۽ گر ڪم سان آکي ٿو ته اڄ
ته توکي واڻي سڻايان. اها واڻي، جا من، واڻي، ٻڌ کون پري
۽ اندر اگوچر آهي.

”مدُر مرلي، ڪان وڄائي مُک سان،
ٻڌي گوپي گوار جي سامي سُرت ڀلي،
اوديا ڳنڍ کُلي - ڏسي منهن محبوب جو.“

سچل سچي رهبر والگر، قاضين ۽ ملن تي چوهه چمبا
آهن، جي مذهب يا ڌرم جي سچيءَ معنيٰ کان بيخبر آهن
رڳو بهشت جي دلاسن ۽ دوزخ جي دڙڪن سان ماڻهن
رعب رکندا آهن. سچل کين سچيءَ راهه تي هلڻ جي صلاح
هدايت ٿو ڪري:-

جي من مان ڪڏهن نه مڙ- نه حضوري حاصل نه ٿئي."

يعني جيستائين من مان مير يعني وڏائي ۽ خودي نه نڪرندي، تيستائين مالڪ جي حضوريءَ ۾ نه وڃي سگهبو ۽ نه الهيءَ جو درشن اندر ۾ ٿيندو.

سچل سمجهائي ٿو ته، انساني چولو هڪ بي بها رتن آهي. انسان ۾ ئي عاشق جي سوغات ۽ مالڪ جي ملڻ جو رستو آهي ۽ نه ڪ اهو ديوي ديوتائن ۽ ملائڪن ۾ آهي. انسان جي ئي اندر ۾ مالڪ ۽ حقيقي سلطان آهي.

"ناهي منهنجي ملڪن، اها امانت،
خامن خيالت، وڏي اڃي عشق ۾."

ڪامل فقير سچل چوي ٿو ته، مالڪ انسان جي صورت ۾ مرشد بڻجي ٿو اچي.

"عشقون لئي انسان- آيو ميلاني سير لئي،
صورت ۾ آدم- آدم دم مهمان،
سچا! لئون سلطان- سڪر سچ سڃاڻو."

ٻاهريان مذهب، ريتون رواج ئي انهن جي مالڪ کان پري ڪن ٿا ڪن.

"مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو منجهايا،
اوڏا ڪين آيا، عقل وارا عشق کي."

* * * *

"نوڙج رواج رسمون ساريون- مرد لڪين مردانو،
ٻاڻ ٻڪانو، مول نه- جاڻين- آهين يار يگانو."

سچل سچيءَ راه لئي حلق جي هدايت آهي ۽ جوي لو ته، دنيا وارو مذهبي رستو سچو رستو نه آهي ۽ اهو مالڪ کان آسانئي ڏي ٿو ڪري. الهيءَ جي علاف هن آواز آثار ۾ آهي.

"جاڏي ٻورب پنڌ- ناڏي آءُ نه وڃو
هي هنن جو هنڌ- منهنجو هنڌ هنگلاج ۾."

سڀ ڪجهہ اندر ۾ آهي ۽ ٻاهران ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿيندو. هو آڀو ڪيئي هستيءَ کي نابود ڪرڻ جي سچي صلاح ٿو ڏئي.

”پاڻ وڃائي پاڻ، ڳولي لهہ پاڻ کي،
پاڻ مڃائين پاڻ کي، پوندي ڄاڻ سڃاڻ.“

* * * *

”چا جو ڪعبو، چا جو قبلو- هي پڻ سڀ بهانا،
ناقص نيست، ڪعبي واري- مرد گهمن مستانا،
سچل ستگر ائين آکيو- حق لهن مستانا.“

يعني:- تيرٿ ۽ مندر پيٺڻ، اهي مالڪ جي ملڻ جا ڪُوڙا بهانا آهن. سچي ستگرو اها چڱيءَ طرح سمجهائي آهي. مالڪ جا سچا پيارا، مالڪ جي ئي عشق ۾ پيا گهمن ۽ انهن کي ئي مالڪ ملندو.

”طالب زنده نہ تقويٰ طاعت- موج منگان مون مستي،
ڏني آهہ استاد اَزل جي- همت طلب جي تختي،
سچا مستي مُول نہ ايندي- جان جان وڃي نہ هستي.“

يعني نہ پراڻائام ۽ ظاهري ڌرمي پاڪائن ڪرڻ سان ڪجهہ بہ نہ وريندو. مرشد جڏهن توکي طلب جي تختي يعني نام ڏنو آهي، اُنهيءَ رستي تون خودي وڃاءِ تہ شبد ڏني پڻي، سچي مستي ملندي.

هن ساريءَ سرشٽيءَ ۾ وحدت مان ڪثرت آهي، يعني هڪ مان گهڻا ٿيل آهن. دنيا جي هر هڪ چيز ڪل جو جزو آهي. آتما ست پرش جي آنس آهي: ايشور جو روپ آهي. سائين هڪ آهي ۽ پنهنجو تماشو پاڻ پيو پسي. ڪٿي پوٿيون پيو پڙهي تہ ڪٿي قرآن. سلطان پاڻکي پاڻهي حيرت ۾ وڌو آهي. جيڪي بہ سرشٽي ۾ ڏسي رهيا آهيون، سو سڀ انسان جي اندر ۾ آهي هڪ ئي ذات تو ۾، مون ۾، هن ۾ ۽ هرجاءِ آهي. انسان مالڪ جو حصو آهي ۽ مالڪ انسان

جو. اِنسان خاص خدائيءَ جو مالڪ آهي، يعني سچ ڪلهہ ۾
وجهڻ سندس حق آهي ۽ هن دنيا جي ترجمہ ۾ سندس سير
آهي، سچي گيانيءَ جي نظر ۾ هرڪا صورت سندس ئي
آهي. هو لامڪان آهي ۽ هرڪنهن خيال کان آزاد آهي. دَر
حقيقت اِنسان نہ هندو، نہ سنڌي نہ عربي نہ آمريڪي يا
آفريڪي آهي، بيرنگيءَ جا سڀ اِهي رنگ آهن. مالڪ
اُمرت جو چشمو آهي، جنهن نان اِنسان ٻري نہ آهي. جيڪي
هت آهي سو هت آهي. رڳو وچ وارو حجاب يا پردو پيو
ڪرِئو آهي.

”سچل سارو سچ ئيو- مچيهان ڪثرت ڪُلُ،
الف مان آدم ٿيو- ڪري هنگامو هُلُ،
هندو مومن هڪ ٿيو- ڀُلُ نہ ٻئي ڪنهن ڀُلُ،
ڦٽو گلابي گُل- مرِ[1] ماريئي منصور جان.“

* * * *

سچو سائين هيڪڙو- ناهي شڪ گمان
پنهنجو تماشو پاڻ ڏسي ٿو- صورت منجهہ سلطان،
ڪالي پڙهي پوٿيون- ڪالي پڙهي قران،
ڪٿي عيسيٰ ڪٿي اَحمد- ڪالي هنومان.
حيرت ۾ حيران- پنهنجون وڌائين پالڪي.“

سچل فرمائي ٿو تہ **اِنسان حق جو جزو آهي. مالڪ**
**جو ڪوبہ ڌرم نہ آهي تنهنڪري اِنسان جو بہ ڪو**
**ڌرم يا مذهب نہ آهي.** هن کي نہ هند جو نہ سنڌ جو
يا ٻئي ڪنهن ولايت جو باشندو چئي سگهجي ٿو، ۽ نہ وري
هن کي ڪنهن ڌرم جي تابي سان سڏڻ روا آهي.

”جا جو شڪ گمان- سيڪا صورت تنهن جي،
متان ڪرين ارمان- گهيلا! الهيءَ گسالہ جو.“

---

(1) مر = ٻلي.

**ڪي ٿو ڳڻجي.** مالڪ جي پنڌ ۾ بيحد ڏکيون ۽ ڏکيائون آهن. **هن سفر ۾ غم گوندر ۽ سوز ئي سچا رهبر آهن.**

”اُلي ڪمر ٻڌ - لوچ[1] لـ لهن سمرن،
هاڙي[2] وارو هنڌ - ڏسين اکڙيـن سان.“

سچا سنت ۽ بزرگ ايڪانت جو الڳ سچائن ۽ اهن اکرن ۾ لئا ڪاسن. هو نڪي شروع جي ڪتابن ۽ نڪي ڪنز قدوري ڪاڻ ٿا پڙهن. **هو دنيا جي حالن کان ڪنارو ڪري واحد ملجهه ٿا ٿيهون ڏين.** مالڪ جو پهريون اکل هو سو کين سهسين روپن ۾ ظاهر ٿيو آهي. هو هڪڪي سچ پچ ڏسي سگهي ٿو پر اسانجي جسماني اکين کان هو مخفي آهي. هنجو ديدار اُهي ٿا ڪن، جن پاڻ کي گم ڪيو آهي.

پرينءَ پياري، ستگر، مرشد جو مارگ نهايت اُڃو آهي. جڏڪي الهيءَ رستي لي مرن ٿا تن جو تخت وڏو آهي. جي هن راهه ۾ فنا ٿا ٿين، تن کي حقيقي محبوب وڃهو آهي.

اي عاشق! هي پنڌ پري ڏسي، پر هنتي نه پاءِ. تون مارگ لـي سرخرو ٿيءُ. جي تون فنا ٿين نه هوت تنهنجي هنج ۾ آهي. پرينءَ جو پنڌ عجب آهي. سدس درشن مٿان سر گهوري گهماءِ. هي پنڌ پهرن جو نه آهي پر سر ۽ سيءَ جو آهي. هن پنڌ ۾ مان يا خودي نٿي هلي سگهي. اُهو لي طالب هن سفر ۾ هلي سگهندو جنهن **مان** ترڪ ڪئي.

”پنڌ عجائب پرينءَ جو - ”**مان**“ سان ڪين هلي،
ساتي چاهه چلي[3] - جڏهن ”**مان**“ ڇڏي وڃ ۾.“

مالڪ جي سڪ سا جيڪا گڏري وڃي آهي سا سڀ اجالي وڃي. اُچا وقت ڪوڙ ڪر ويو آهي، هيئر لي اُٿ ۽ سجاڳ ٿيءُ.

---

(۱) لوچ = ڳول (۲) هاڙي = هاڙهر جبل.
(۳) چاهه چلي = شوق سان مالڪ جي راهه لي هلي.

سامي سلوڪ لاهي ڪاغذن جي جنگن ۾ لکي خالي مت ۾ وجهندو ويندو هو. جنهن مان سندس مت جي پوري خبر پوي ٿي، ته اها تلڪل سچي سنت مت هئي. سامي صاحب ڳالهائڻ جو مٺو ۽ سڀ ڪنهن لاءِ هن کي الدر ۾ پيار هو ۽ هن ڪنهن ڪي به نه رنجايو. جيئن شيخ سعدي چيو آهي ته:-

”شنيدم ڪه مردان راهِ خدا،
دل دشمنان هم نکردند تنگ.“

يعني:- ٻڌو اٿم ته مالڪ جي راهه ۾ هلندڙ پرشن ڪڏهن به دشمن جي دل کي به ڏکويو. هن جي رهڻي آدرش واري هئي. هن جو ڪاڌو پيتو ۽ پهرڻ سادو هوندو هو. پنهنجن سلوڪن ۾ هن ڇڏڻ ۽ غريبيءَ سان هلڻ لاءِ چيو اٿس.

غريبي گلزار، آئي مرجاري مينگهو ڇوري،
سازڻ ڪاڻ جڳ ۾، آئي اهر آهنڪار،
اسان نئي بول بڌائيا، توهان کي لڪرار،
اڳتي اوهانجي اختيار، اسان چيو حرف حساب جو.

هن کي پاکنڊ اصل ڪين وڻندو هو. سچل وانگر بنخوف ٿي هن ڏرم جي پاکنڊين کي پڌرو ڪيو آهي.

”ويدن ها واديي، اُسين آهيون ڪين ڪي،
لکي جاڻون جت ۾، ڪا اٽڪل اُستادي.“

سچل به ملن ۽ قاضين کي ساڳئي نموني چليو آهي-

لکي قاضي، لکي ملا، معلم پڙ بڻياسين،
لکي لاهه لکيءَ جا لاهي، رنگ رساءِ رکياسين.

سامي‌ءَ معدرن ۽ مڙهين ۾ ٺاڪرن ۽ بتن جي پوڄا ڪان وڌيڪ اُهر پوڄا زنده گروءَ جي ڪئي آهي، جنهن جي ذريعي انسان هن پرجل جي ساگر مان ترپ سگهي ٿو. مورک پنڊت ٻين کي ڪتابي گيان ڏين ٿا پر پاڻ مايا ۾ ڦاٿا پيا آهن.

ديوي ۽ ديوا، مورک پوڄين مت ري،
لائن يوڳ پرالت جو، ڪير ڪندون ميوا،
ورلو ساڌ ڪري، سامي سد سيوا،
الکہ ايپوا، پورن ڏسي پريم سان.

*   *   *   *

مورک واد ڪئي، پنڊت ڇئي پاڻ ڪي،
بڌايائين سڀ ڪي، چارئي ويد پڙهي،
سامي سار سروپ کي، ڪيائين ڪين سهي،
وئڙو پاڻ وهي، ڏئي هٿ ٻين کي.

سامي جن ڪليءَ طرح سمجهائين ٿا تہ ٽوڙ ۽ ڪانسواءِ اندر
...و ڪاف ڪڍهڻ ڪين ڪاند و. پيا بہ سڀ سنت اِئين
...ئي ويا آهن.

ڪنهن ڪون ڪين لهي، اوديا ڪاف اندر جو،
ٽوڙي تيرٿ ڏسي ڪري، دک بک سڀ سهي،
تياڳہ ڪري گهر ٻار جو، غفا مڃهہ رهي،
ساڌو سرن پوي، تہ سکي ٿئي سامي چوي.

سامي جن فرمائين ٿا تہ انسان اجايو اچي مايا پٺيان لڳو
...هي ۽ مٽي مائٽن جي موهہ ۾ ڦاٿو آهي، انهن سڀني کي هن
...ي ضرور ڇڏڻو آهي. سائينءَ جي نام کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ
...اڻ نہ هلڻو آهي.

گهرين ڪوهہ گهڻي، مورک مايا رام ڪون،
ويا پٺيندا ڪيترا، منهن ٿي هٿ هڻي،
تون پڻ نيندين ڪانڪا، ڪوڙي ساڻ ڪٺي،
سار سنڀال ڏئي، تہ سکي ٿئين سامي چوي.

*   *   *   *

ڪنهن جو ڪولهي ڪر، جي تو پاڻ پانيان،
پيازي پرين ڪون ڪريب، جامو مني جوءِ،
جڏهن ويندءِ پران پنڊي مون، پريت چوندءِ پوءِ،
سنگي تيندءِ سوءِ، جيڪي جيئندين جڳديش کي.

پرمارٿ ۾ پير اڳتي وڌائڻ لاءِ **شڪر ۽ رضا لئي راضي رهڻ** جي هدايت ڪئي آهي.

سدا ڪر شُڪُرُ، سامي دَرِ دوسن جي،
پاوين ملي مليدو، پاوان شُڪر اُڪر،
رکي چاهه اَندر ۾، گهٽ وڌ ڪڍهن نه ڪهر،
نُور الهيءَ ۾ ترُ، ته خاصو خلوت دار ٿئين.

سامي جن ور ور ڪري سمجهائين ٿا ته **من مت ڇڏيو، نِوڙت ۽ عاجزي سکو.**

ڪر اَدب سان عاجزي، پالڊ گهڙيءَ ۾ پاءِ،
من مت ڇڏي ڪر، حت چرڻن سان لاءِ،
پرينءَ کي پرچاءِ، ته سامي پائين سڀ ڪي.

سامي جن فرمائين ٿا ته سچو ستگرو وڏن ڀاڳن سان ٿو ملي جن کي ڏُرِ مستڪ ۾ لکيل آهن تن کي ئي ملندو.

ڀاڳن ڏنو پيرُ، ڪڏهن ستن سنگ لهو،
حيد جو هئمن جو، سو سڀ ٿاپ پيو.

* * * *

لکيو منجهه للاٽ، تنهن کي سامي مليو ستگرو.

ستگرو ۾ پورو پريم، پرليت ۽ پورن وشواس هئڻ بلڪل ضروري آهي.

عاشق ڪوٺائين، ته صرفو ڇڏ سِر جو،
ڏئي سِرُ ستگروءَ کي، سرائي پائين،
ڪڏهن نه لائين، سامي سيرن سان.

* * * *

وڏو جاڳ وساهه، سامي سنگتهن ڪون.

سامي جن آخر ۾ فرمائين ٿا ته دنيا جا ماڻهو، مالڪ ڏنهه حيڙي اَملهه شيءِ جو قدر پائجي، وجهو ڪوڙن حرفتن ۾ پون. هن پهنجي ڪئي جو ڪجهو ٿا لوڙين، ڪڏهن وڃڻ

هاءِ هاءِ ڪن ۽ مٿهن مٿو پٽين. سچا انسان، دنيا جا ڏکه ؟ تڪليفون صبر سان سهي به مالڪ جو در نٿا ڇڏين. نتيجو اهو ٿو ٿئي، جو ڪوڙا سڌو وڃيو نرڪ جا ڏکه ڏسن ۽ چوراسيءَ جي چڪر ۾ پون. اُني ڪوڙن جا جپ، تپ جوڳ، اصل نٿا اگھن... سچا سڌو مالڪ جي گود ۾ وڃيو وهن.

ڪوڙن جي ڪوڙي، ٿانءِ نه پوي جوڳ جپ،
پوڳن پوڳ نرڪ جا، رهن سدا روڙي،
سامي سچارن جو، سر سچو سپوڙي،
جڻ رنگ رلي لوڙي، لڳن رتا رهن رنگ ۾.

* * * *

مورک ڇڏ گمان، ڪايا مايا ڪل جو،
جهڙي وڻ ڇانءِ ڪري، پيد ٻيا پڳوان،
اڃي هٿڙءَ اوچتو، ڪال ڦهري ڪان،
سامي سڀ جهان - ماري جنهن مٽي ڪيو.

* * * *

منجهه ٿي منجهه تنوار، وڄي ويل سڀ ڪهين،
چنگ تنبورا ڪيترا، سامي ساز اپار،
الستي ٻهر اندر ۾، وڄي پرلءِ پچار،
ڪو ورلو مکڻ هار، سمجهي هن سرود کي.



## سچو واپاري ڪمر آهي؟ ان جا نشان ۽ رهڻي.

بنيا پڙرا سوئي هئي- جو تولي ست نام،
جو تولي ست نام- ڪميا ڪا ناٽ[1] وچاوي،
برہر ناوازو ڪري ناٽ[2] وشواس بنائي،
وويڪ ڪي ڪري دڪان- گيان ڪا لبادا بنا،
گادي هئي سنتوش- نام ڪي ماري لٽا[3]،
لادي الدي[4] يجن- وجن قر مبني تولي،
پلتوجس ڪي ين بري- اسي سي مرا ڪام،
بنا پڙرا سوئي - جو تولي ست نام.

يعني:- سچو واپاري اهو آهي جو ڪميا جي تڙڪيءَ لي واهي، ست نام کي توري ٿو. هو برہر جي ساهميءَ ۾ وشواس جا وٽ وجهي توري ٿو. هو وويڪ کي پنهنجو دڪان ٿو بنائي ۽ ان ۾ مالڪ جي گيان جي ڏي وٽ ڪري ٿو. هو سنتوش جي گاديءَ تي واهي، شرق سان انندي وهندي نام ٿو جهي ۽ سمهي سان مٺا بول ٿو تولي.

## ڪمئن من جي پلجن وڪارن کي قابو ڪجي؟

ستگر ڪي پرتاپ سين - پڪڙا پانچون چور،
پڪڙا پانچون چور - نگر ۾ عدل چلايا،
ترگنڌ ديا نڪار[5]- آلڪي[6] پڪب وسايا،
لوڀ موه کو پڪڙ - ناتهه ڪي گردن ماري،
ترشنا اور اهنڪار - بهت ديا ان ڪو ڦاڙي،
ڏرمت ديا نڪال - شمت ڪو حاڪ ديا،
چڙهي سپاهي سس- اماهه ڪايا ڳڙهه[7] ڪبا،
پلٽوُ سجم[8] مئن ڪيا- پڙا ملڪ ۾ شور،
ستگر ڪي پرتاپ سين- پڪڙا پانچون چور.

---

(١) ناٽ=تڙڪي (٢) باٽ=وٽ (٣) ماري لٽا=ڪان مروڪ
(٤) لادي الدي = انندي وهندي (٥) نڪار = ڪڍي
(٦) آلڪي=آلي (٧) ڳڙهه=قلعو (٨) سجم=ڪوشش.

عني سنگروءَ جي شرڻ ۾ اچڻ ۽ اُنهي جي ئي مدد سان
پنج چور- ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موھ ۽ اهنڪار وس ۾
آهن. انهن چورن کي قابوءَ ۾ آڻڻ سان ئي، شرڌا روپي
يءَ ۾ صلح، سانت ۽ انصاف جو ورتاءُ ٿو هلي. تنهن کان
ءِ اندر مان ئي گڻ نڪري ويا ۽ پگهتي اچي ويٺي. سمت
ي ڇهبوڪ سان ڪوئي مت نڪري ويٺي. پوءِ سنت سپاهيءَ
ي ڪرپا ۽ مدد سان منهنجو ڪايا روپي قلعو فتح ٿيو.

**سچو علم اھو آهي جنهن تي عمل ڪجي.**

پلٽو پڙها پر عمل نهين- عمل بن علم خاڪ هئه جي،
علم پڙهي اور عمل ڪري- اسڪي هم لو مشتاق هئه جي،
بيهد ڪٽي اور حد رهي- اسڪا لو منهن ناپاڪ هئه جي،
پلٽو گفتن سوئي ديدن- وه لو معرفت ڪي ناڪ هئه جي.

يعني:- پلٽو صاحب جن فرمائين ٿا ته ڪير به ڪيترو ڪٺي علم پڙهيو هجي پر جيڪڏهن هو عمل نٿو ڪري ته پوءِ، هنجو سچو علم (گيان) اجايو آهي. وڌيڪ هو فرمائين ٿا ته مان انهي کي پسند ڪريان ٿو جو علم پڙهي انهي موجب هلي ٿو. جيڪو ٻاهران بيهد مالڪ جون رڳو ڳالهيون ٿو ڪري پر هو حد وارن ديوتائن کي جپي ٿو، انهي جو منهن ناپاڪ آهي. پلٽو صاحب جن فرمائين ٿا ته سنت جيڪي اندر ۾ ڏسن ٿا، سو آسانڪي ٻڌائين ٿا. اُهي ئي سچي مالڪ سان مليل آهن.

**پلٽو صاحب اندر جو ڀيد ٻڌائين ٿا.**

الٽا ڪوان[1] گگن ۾ - تس ۾ جرين چراغ[2]،
تس ۾ جري چراغ - بنا روغن[3] بن باتي[4]،
ڇهه رتو بارنهن ماس - رهت جرتا[5] دن راتي.
سنگرو ملا جو هوءِ - تاهه ڪي نظر ۾ آوي،

---

(1) وان=کوهه (2) چراغ = بتي پيٺي ٻري (3) روغن
(4) باتي=وٽ (5) جرتا=ٻرڻ.

بن ستگرو ڪرلو هوند - تهين واڪر ڏو ساوي،
لڪيين ايڪ آواز- چراغ ڪي جوت هن مانهين،
گيان سماڌي سنهه - اور ڪرلـو سدا تاهين،
پلٽو هو ڪرڻي سيين - تاڪي پوري پاڪ،
ألٽا ڪو واں گگن م - لس ب جولسن چراغ.

پلٽو صاحب جن فرمائين ٿا ته أساڻجو مٿو، أيتي ڪوه والگو لرو مٿي ۽ منهن هيٺ آهي، جنهن ۾ جوت نا ٿبل ۽ ۽ مت جي، بارهن لي مهنا سدائين رات ڏينهن پئي ٻري، انها جوت ألهي کي ڏسڻ ۾ ايندي، جنهنکي سچي ستگرو ۽ کان أپديش جو رستو مليل هوندو ۽ هن ألهي موجب عمل ڪيو هوندو. ألهيءَ جوت مان لي شبد جو آواز پيو لڪري. اهو شبد جو آواز ألهي کي ٻڌڻ ۾ ايندو، جيڪو ڏيان ڪري شبد جي ڪمائي ڪندو. آهڙو شخص وڏو ڀاڳن وارو آهي.



## سوامي جي مهاراج

پرم پرش ، سوامي جي مهاراج جن آگري ۾ پيدا ٿيا. ٢٤ آگسٽ مهني جي سنه ١٨١٨ع ۾ جنم ورتو. سندن أصل نالو شو ديال سنگهه هو، قوم کتري سيٺ هئي، سندن وڏا اصل پنجاب ۾ رهندا هوا. جڏهن هو ڇهن سالن جا ٿيا، تڏهن سندن ماتا کين صبوح جو سويل سنان ڪرائي ٻندگي لاء تيار ڪندي هئي. أنهيءَ وقت کين ٻاڙهڻ جو به ڪم چالو هو. همن هندي، گرمکي، ڦارسي به سکي ۽ انهن ۾ تمام قابل ٿي ويا. انهيءَ زماني ۾ ڦارسيءَ جو رواج زور هو. سوامي جن سنسڪرت ۽ عربي پڙهي جاڻندا هوا.

مهاراج جن وٽ ڪيترا چوڪرا سکڻ ايندا هوا. جن ڪي هو مفت وديا دان ڏيندا هوا، جيڪڏهن ڪو ٻه هنن وٽ

جو ڪم پورو نه ٿيندو
هو نه جيستائين هن ض ڪٽي ويندو
ڪير به هنن سان ڳالهه ڇڙڻ ۽ ليسين ڪين شانتي نه ايندي هئي.
ڳالهيون هوا ۽ هن جو سان تمام پريم پريت سان هو هن نه ندو
هو.
خوش ٿي واپس ويندو هو.
ڪم ضرور ڪندا هوا ۽
گرو نانڪ صاحب مهاراج جن جا پتا لالا دلوالي سنگهه پهرين
پاٺ ڪندا هوا،
ٽيڪ رکندا هوا ۽ انهن جي پاٺي‌ءَ جو
روز پاٺ نيم سان
جپ صاحب، رهراس ۽ سکمني‌ءَ جو هو
ڏاڏي کان وٺي هلندو
ڪندا هوا. اهو نمونو سواميءَ جن جي
سکمني پارسي‌ءَ ۾ لکيل، اهڙا
پڙهي آهن. هنن جي هٿ جي،
تائين موجود آهي.
پوءِ مهاراج جن جي پتا کي تلسي صاحب جو پورن سنت
هو جو هاٿرس ۾ رهندو هو ۽ آگري ۾ به ايندو هو، تنهن
جو سنگ ٿيو، جن جي هو پريم سان شيوا ڪندا هئا. سندن
ڏاڏي، ماتا، پڦي ۽ نانيءَ کي به تلسي صاحب جو ستسنگ
پراپت ٿيو. انهيءَ ڪري انهن سڀني ۾ سنت مت جي مهما،
پريت ۽ سرت شبد يوگ جو قدر ذهن نشين ٿي ويو هو، مگر
انهن مان ڪن کي اها ڀيد جي پوري پوري واقفيت نه هئي.
تنهنڪري سواميءَ جي مهاراج جن دايا ڪري سڀني منزلن جو
احوال ۽ پيا سڀ راز هنن کي چڱيءَ طرح سمجهايا. هو هر روز
شام جو تورو ستسنگ ڪري هنن کي سمجهائيندا هئا.
هڪ ڏينهن تلسي صاحب جي سندن ماتا کي خود چيو هو
ته تون پنهنجي پٽ کي، پٽ ڀاءُ سان نه ڏسج. هي پرم سنت
آهي، جنهن تو هان جي گهر ۾ اچي جنم ورتو آهي. انهي
ڪري گهر جا سڀ ڀاتي ادب ۽ پريت سان مهاراج جن سان
ورتاءُ ڪندا هئا.
عام طرح ماڻهو گيڙو پهريل ڪپڙن وارن کي سنت ڪري
ليکيندا آهن. مگر سچو پرم سنت اهو آهي، جنهن جي آ
تنهن لوڪن کان پري، ست لوڪ ۾ پهتي هجي، جنهن ک

ڏيهان ڏيهه نڪري وڃي ٿو. اهو ڏيهه ڪال ئي حد کان ٻاهر آهي. انهيءَ ڏيهه کي پري نه ٻيا ڏيهه آنامي ۽ راڌا سوامي آهن.

سوامي جي مهاراج جن جي ڪيتري تعريف ڪئي وڃي. اهو ئي جوڙ ڪاڻي آهي ته؟ ڪل مالڪ آنامي پرش، پاڻ جيون جي اڌار لاءِ هن دنيا ۾ اچي پرگهٽ ٿيو آهي. سچي مالڪ جڏهن ڏٺو ته عام ماڻهو، تيرٿ، ورت، پاڻي، پٿر ۽ مورت، مندرن ۾ اٽڪي پيا پون ۽ هن کي مالڪ جو لع ٻيد ڪري ڏئي نٿو سگهي، تڏهن هن خود ديهه ڌاري، جيون کي اچي سچو ڀيد ظاهر ڪيو.

سوامي جن اڃا مدرسي ۾ ئي پڙهندا هوا ته انهيءَ وقت کان وٺي، جيڪي به سندن تعلق ۾ ايندا هوا، تن کي، سنسار جي ناشمان هئڻ جي چڱيءَ طرح سمجهاڻي بيان ڪندا هئا. جيئن هن سار وچن ۾ لکيو آهي ته:-

”يهه تن درلڀ تم ني پايا- ڪرت جنم ڀٽڪا جب کايا،
آب يا ڪو برٿا مت کوهو- جيتو جن تن ڀڳتي ڪمائو.“

سوامي جي مهاراج جن جي شادي، فريدآباد ضلع دهليءَ ۾ لالا عزت راءِ جي ڌيءَ راڌا سان ٿي. هن کي به سوامي جن اوچي درجي جي پرمارٿ جي سمجهاڻي ڏيندا هئا. راڌا جيءَ تي ستسنگ جو اهڙو ته اثر ٿيو جو هن پنهنجا سڀ زيور، جي هزارن روپين جا هئا، سي سوامي جي مهاراج جن هٿ وٺي، سادن شبدا ۾ خرچ ڪرائي ڇڏيا. جيڪو به گرهستي اچي پنهنجي تڪليف راڌاجيءَ کي ٻڌائيندو هو، تنهنکي هوءَ سيڌو، ڪپڙو ۽ ڪجهه نقدي به ڏيندي هئي. هن کي سادن جي ڪارائڻ جو اهڙو ته شوق هو جو هوءَ پاڻ هر روز چاليهن سادن جو کاڌو پنهنجي هٿن سان رڌي هن کي کارائيندي هئي.

سوامي جن جي پڙهائيءَ پوري ڪرڻ کان پوءِ، ڪنهن راڄا کي فارسي ڄاڻوءَ جي ضرورت ٿي ۽ هن سوامي جن کي باندا

شهر ۾ گهرايو. مگر ٿوري وقت کان پوءِ هن راجا کي چيو ته، هن نوڪريءَ ۾ منهنجو ڀڳوان بندگي جو ڪم نٿو ٿي سگهي. انهيءَ ڪري هو استيفا ڏئي واپس آگري ۾ آيا ۽ اُتي عبادت ۾ ئي مشغول رهندا هئا. مگر سندن پتا جي اها خواهش هئي ته مهاراج جن ڪجهه روزگار ڪن. لنهن ڪري هن سندن سهري کي فريدآباد لکي موڪليو ته، هي سوامي جن کي پاڻ وٽ گهرائي سمجهائي، نوڪريءَ لاءِ ڪجهه سلسلو ڪري. مهاراج جن پنهنجي سهري کي به چيو ته مان پرمارٿ جو هرج نٿو ڪري سگهان، البت مان اهڙي قسم جي نوڪري ڪندس، جنهن ۾ رڳو هڪ ٻن ڪلاڪن جو ڪم هجي.

اُنهيءَ وقت بليڳڙهه جي راجا کي ڪنهن ٻڙهائڻ واري جي ضرورت ٿي ۽ سندن سهري کيس چيو ته جهڙي نوڪري توهين چاهيو ٿا، تهڙي ئي هڪ هيءَ نوڪري آهي. سهري جي چوڻ تي، ڪجهه وقت سوامي جن اُتي وڃي نوڪري ڪئي.

راجائن جي نوڪريءَ ۾ اهو قاعدو هو ته پگهار ڪانسواءِ، نوڪر ۽ ڪاڌو به هو ڏيندا هئا. جيڪو به ڪاڌي جو سامان راجا وٽان سوامي جن وٽ ايندو هو، سو سڀ هو غريب محتاجن کي ڏيئي ڇڏيندا هئا ۽ ٻيا نوڪر عجب کائيندا هئا ته هي سڀ شيون مالڪ جي راهه ۾ ڏيئي ٿو ڇڏي! هو تمام ضروري شين کان سواءِ ٻيو ڪجهه به پاڻ وٽ نه رکندا هئا.

جيڪو به سوالي مهاراج جن وٽ ايندو هو، سو هنن جي در تان خالي نه ويندو هو.

هيءَ نوڪري مهاراج جن فقط پنهنجي پتا جي مرضي پوري ڪرڻ لاءِ ڪئي هئي. هو اهو خوب ڄاڻندا هئا ته هنن جي پتا جو ديهانت فلاڻي وقت ٿيندو. جڏهن اُهو وقت ويجهو آيو، تڏهن هو نوڪريءَ جي استيفا ڏئي، هڪ ڏينهن پهرين، آگري ۾ آيا ۽ ٻئي ڏينهن سندن پتا، جو شڪوهه آباد شاديءَ

۾ وڃو ها، جتي هو بيمار ٿي پيو هو، سو آگري ۾ موٽي آيو. اهو سندس پڇاڙيءَ جو ڏينهن هو. انهيءَ وقت مهاراج جن پتا جي، اهڙي شيوا ۽ خدمت ڪئي، جهڙي اولاد کي لازم ۽ مناسب آهي. سڄي رات هن جي آلما جي سنڀال ڪندا رهيا ۽ پاڻ خود پاٺيءَ جو پاٺ ڪندا رهيا ته جيئن هنجي سرت، نام جو آنند وٺندي رهي. انهيءَ عرصي ۾ سندن پتا ڪمرائي دنعا، انهي آنند جو بيان ورلن ڪيو. آخر ۾ مهاراج جن هن جي آلما کي ست لوڪ ۾ پهچايو.

سوامي جن جا پتا ۽ ڏاڏو سڀ پارسي پڙهيل هوندا هئا ۽ نوڪريءَ وارا هوندا هئا جڏهن سندن پتاجن تندرستيءَ ۾ ضعيف ٿي پيا، تڏهن نوڪري ڇڏي گهر ۾ اچي رهيا ۽ هو پرمارٿ جي طرف وڌيڪ ڌيان ڏيڻ لڳا. جاڪاڻ ته گهر جو خرچ ڪين هلائڻو هئو، تنهڪري هن پئسي ڏيڻ وٺڻ يعني وياج وٺي جو سلسلو شروع ڪيو ۽ اهو سلسلو سندس مرڻ کان ڪجهه ڏينهن پوءِ به جاري رهيو. انهيءَ عرصي ۾ سوامي جن جي وچين ڀاءُ يعني سوامي جن جالپوءِ ننڍي ڀاءُ بندرابن داس کي، پوسٽ ماسٽر جنرل جي آفيس ۾ نوڪري ملي. تڏهن سوامي جن پنهنجي سڀ کان ننڍي ڀاءُ لالا پرتاپ سنگهه کي کي حڪم ڏنو ته، "اي پيارا! جڏهن سڄي مالڪ هيتري روزگار جي ضرورت ئي ڏني آهي، تڏهن هاڻي ڏيڻ وٺڻ يعني وياج جي وٺڻ مان ڪنڌ ۽ گهربار جو خرچ ڪرڻ نامناسب آهي. لون سيني قرضدارن جا اسٽامپ، ڪاغذ وغيره گولي ڪڍ ۽ انهن سڀني کي ڪولي ڇڏ ته، جي لوهالڪي اسانجا روپيه وابس ڏيڻا آهن ۽ پنهنجو ايمان سلامت رکڻو آهي ته، اسانجا فقط ڏنل روپيا، يعني وياج ڪجهه به نه هڪ هفتي اندر ڏيئي وڃو، نه ته لوهالجا دستاويز ڪاغذ وغيره لوهالجي روبرو ٽڪرا ٽڪرا ڪري اڇلايا ويندا ۽ اهو ڪم هڪدم بند ڪيو وارو. ماٺهن کان وياج وٺڻ جي ڪم کي سڀني مهامالن بـرو

اهي؛ ۽ مسلمانن جي مذهب ۾ وياج وٺڻ حرام آهي•

ر صاحب اِئين فرمايو آهي ته:-

»ڦورا، چوري، مخبري- وياج، گهوڙلس، ٻر ٿار؛

جيو چاهي ديدار ڪو- اِلي وست لوار•«

يعني ته ڦورا، چوري، نشبازي، وياج، رشوتخوري ۽ پرائي

ل، جو مالڪ جو جيڪو ديدار ڪرڻ چاهي، سو اِنهن شين

ي هڪدم ڇڏي ڏئي•

وياج جي ڪم بند ڪرڻ کان پوءِ، گهر جو دنيوي ڪم،

بندرائن داس جي پگهار سان چڱيءَ طرح هلندو رهيو• هنڪي

شروعات ۾ چاليهه روپيه پگهار ملندو هو• هي صاحب ۾ اول

درجي جو پرمارٿي ۽ رسيدو ماڻهو هو• هن ڪيترا پرمارٿي

ڪتاب ڇپايا ۽ سوامي جن جي تن، من، ڌن سان خدمت ۽

فرمانبرداري ڪئي• هن اِها فرمانبرداري، ايتري قدر ڪئي

جو هو پنهنجا ڪپڙا به، حضور مهاراج جن جي موڪل کان سواءِ

ڪين لهرائيندو هو• جتي جتي هن جي بدلي ٿيندي هئي،

اُتي هو سڪول ۽ يتيم خانا کوليندو هو ۽ سرڪاري عملدار

بہ هنکي اِنهيءَ ڪم ۾ مدد ڏيندا هئا• ان شهرن ۾ اڃا بہ

هي هنجا ڪم، جن جو هن بنياد وڌو هو سي اڃا بہ جاري

آهن• هڪ اجمير ۾، جتي چار پنج سال پوسٽ ماسٽر هو

اِهو آهي گورنمينٽ سڪول جو اڄڪلهه گورنمينٽ ڪاليج

جي صورت ۾ هلي پيو اچي•

سندس نوڪريءَ ۾ واڌارو ٿي، پنج سو رپيا سند

پگهار ٿيو• ڪيس سڀي اُوڌ جي پرڳڻي جي پوسٽ

سپرنٽينڊنٽ ڪري، فيض آباد ۾ رکيو ويو، جتي هن

يتيم خانو کوليو جو اڃا تائين هلندو پيو اچي• سنه ١٨٧٧

والسراءِ وٽان، ڪيس انهن خيراتي ڪمن ڪري هڪ سَنَدَ بہ

جڏهن شروعات ۾ بندرائن داس کي چاليهن روپين

تڏهن سڀي عيالداريءَ جو خرچ الهي

ڏيندو هو ۽ سوامي جي مهاراج جن اڀياس جي آنند ۾ ئي ڏکريءَ سان رهيا ۽ هنن راڌا سوامي مت جو پرڪاش شروع ڪيو.

راڌا سوامي مت ڪسي سنت مت ۾ ڳڻيو آهي ۽ انهيءَ ۾ سرت شبد يوگ جو اڀياس ڪرايو ويندو آهي. مالڪ شبد سروپ آهي. شبد مان ئي سرشٽيءَ جي سڀ رچنا ٿي آهي. شبد جي رستي ئي سرت يعني آتما مٿين منڊلن ڏي چڙهندي. انهيءَ واسطي سنتن، هي سڀ کان سڌو ۽ سولو رستو، جيون جي اڌار لاءِ جاري ڪيو آهي. هن مت ۾ سرت کي شبد سان لڳائڻو آهي يعني شروع ۾ ئي آتما کي مالڪ جو پلئه پڪڙائڻو وڃي ٿو. اها هن مت جي هڪ وڏي خوبي آهي.

پراڻي زماني ۾ جيڪي سنت ٿيا آهن، سي جيون کي جڏهن هو گهر بار ڇڏيندا هئا، تڏهن هنن کي اپديش ڏيندا هوا ۽ سرت شبد يوگ، پراڻايام رستي ڪرائيندا هئا جو بلڪل مشڪل ۽ خطرناڪ رستو هو. اهي ڪم گرهستيءَ کان نه ٿي ڪين سگهندا هئا. انهيءَ ڪري تمام ٿورا انهيءَ جو فائدو وٺي ٿي سگهيا، پر راڌا سوامي ديال، جيون تي اهڙي ديا ڪئي جو، گرهستين کي به هنن اپديش ڏنو ۽ پراڻايام کي بلڪل انهيءَ رستي مان ڪڍي ڇڏيو. هنن اپديش جي جڳتي اهڙي سولي ڪري ڇڏي، جنهن کي مرد، زالون ننڍا ۽ وڏا سولائيءَ سان ڪري سگهن ٿا. انهيءَ ۾ گهر ٻار ۽ روزگار ڇڏڻ جي ڪا به ضرورت ڪانهي ۽ اڀياسي، پنهنجي جڳري تي هن اڀياس جو فائدو ۽ اڌار جي ڳالهه پنهنجي اکين سان ڏسي سگهي ٿو.

سوامي جي مهاراج جن انوراڳ (ويراڳ) ۽ ڀڳتيءَ تي زور ڏنو آهي ۽ فرمايو آهي ته انهيءَ مان دنيا جي ڪمن کي ڪرڻ هرج ڪونه ٿي. مالڪ ٻرهم جو سروپ آهي ۽ جيو به ٻرهم سروپ آهي. فرق رڳو آهي ته، مالڪ ٻرهم سمنڊ آهي ۽ هي جيو ٻرهم جي هڪ ڦڙو آهي. مگر مايا جو پردو پيهي

ي وچ ۾ آهي. انهيءَ پردي جي ڏور ٿيڻ کان پوءِ ئي،
د پنهنجي سمنڊ ۾ پهچي ويندي. سو اهو پردو ستگروءَ
۽ شوق، پريم ۽ اڀياس ڪانسواءِ هٽي ڪين سگهندو.
جنهن وقت سواميءَ جن، پريمين کي اُپديش ڏيندا هئا،
جيءَ وقت ڪن پريمين کي، پنهنجي بل سان مٿين لوڪن
و آنند ۾ وٺائيندا هئا. تنهن ڪري، انهن کي هڪدم وشواس
ڇي ويندو هو. انهن جي سرت تمام مٿي نه چاڙهيندا هئا،
ناڪاڻ ته جيو گهٽي آنند کي هڪدم برداشت ڪري نه
سگهندو آهي.

هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته، هڪ زال جنهنجو نالو لڇمي
بائي هو جا پنجاب جي وٺل هئي ۽ سوامي جن جي گهر ۾
ئي رهندي هئي. هڪ ڀيري هن جا ڪي مائٽ مترا وغيره
تيرٿ ڪري آيا ۽ لڇمي بائيءَ کي گڏجڻ آيا ۽ کيس
چيائون ته تون هت ڇا لاءِ پيٺي آهين؟ توکي اڃا ڪائين هت
ڇا حاصل ٿيو آهي ۽ تيرٿ وغيره ڇو نٿي ڪرين؟ اِها ڳالهه
هن سوامي جن سان ڪئي ۽ ڪين چيو ته مونکي ڪجهه اندر
جو آنند بخشيو ۽ سرت کي مٿي چاڙهيو. تنهن تي مهاراج جن
سوچيو ته متان هن جي وشواس ۾ گهٽتائي نه ٿئي، تنهن ڪري
هن کي چيائون ته پيهن ۾ ٿي وڃ. پوءِ هنن پنهنجي بل سان،
هن جي سرت کي مٿي چاڙهيو ۽ وٺي ٿورو وڌيڪ ڇڪيو.
انهيءَ تي هوءَ رڙيون ڪرڻ لڳي ته منهنجي جان ٿي نڪري
۽ چيائين ته جيڪا شيءِ مونکي بخشي اَٿو سا موٽائي وٺو، مان
سهي نٿي سگهان، بار بار اِئين چئي هوءَ بيهوش ٿي پيئي، ۽
ڏينهن هوءَ بيهوش ٿي رهي. پوءِ مهاراج جن هن جي سرت
کي هيٺ لاٿو. اِهو سڄو احوال هن پنهنجي مائٽن سان ڪيو.
پوءِ انهن سيني کي يقين آيو ۽ سيني سوامي جن کان اُپديش
ورتو.

اَنامي پرش يا ڪل مالڪ، جو سڀ جو پيدار آهي ۽ جنهن

جي طاقت سان سڄي رچنا هلي رهي آهي ۽ جيڪي به پرم سنت اُتان اچن ٿا، اُهي به اهائي طاقت کڻي ٿا اچن. تنهنڪري اُنهن ۾ ۽ انامي پرش ۾، ذرو جيترو به فرق نٿو ٿئي. اهي سڀ انامي پرش يا پرم سنت، هن سنسار ۾ جيئن جي اُپڪار لاءِ پرگهٽ ٿين ٿا. سنسار ۾ اُنهن کان ڪير به وڏو نه آهي.

سوامي جي مهاراج جن، رات ڏينهن هڪ اڪيلي ڪوٺيءَ ۾ اٽڪل پندرهن سال سرت شبد جو آنند وٺندا رهيا. اُڪثر نه ته ڏينهن جو بلڪل ٻاهر نه نڪرندا هئا ۽ ڪي ضروري حاجتن لاءِ ٻاهر ويندا هئا ۽ سڄو وقت انامي ديس ۾ سمايا پيا هوندا هئا. سندن شرير تمام سوڪهڙو هوندو هو. صرف هڪ ڇٽانڪ (٦٠ گرام) جيترو سندن سڄي ڏينهن جو کاڌو هوندو هو، تڏهن نه هو شينهن وانگر گرجندا هئا ۽ اُٺ اُٺ ڪلاڪ بنا ٿڪاوٽ جي وچن فرمائيندا هئا.

سرت شبد جي جڳتي، جا سوامي جن هاڻي شروع ڪئي هئي، سا اڳ ڪڏهن به اهڙيءَ سوليءَ طرح جاري نه ڪئي هئي. انهيءَ سبب ڪري ئي اندروني ابياس جيڪو هن مت ۾ هو، سو پوشيدو ئي ويو هو، تنهن ڪري سڀ ماڻهو ٻاهر مکي پوڄا، ڌرم ۽ ڪرمن ۾ لڳي ويا ۽ سچي مالڪ کي سڃاڻڻ ۽ انهيءَ کي ملڻ جي جڳتي ۽ هن جي رستي ۽ منزلن جي ڀيد کان هو ناواقف ئي رهجي ويا.

راڌا سوامي مت ۾ چار ڳالهيون ضروري آهن، واراڳ، پورو گرو، ستسنگ ۽ نام جو ڀيد. اِنهن چئن ڳالهين سان ئي انسان جو اُڌار ٿو ٿئي. گرو سچو ۽ پورو هئڻ گهرجي. نام نه اصلي ۽ پورو هئڻ گهرجي. صفائي نام سان ڪم نه ٿيندو. ستسنگ به سچو هئڻ گهرجي. هڪ آهي اندروني ستسنگ ۽ ٻيو آهي ٻاهريون ستسنگ. اندروني ستسنگ اهو آهي ته اَبياسي، اندر ۾ پنهنجي سرت چاڙهي اُها پنهنجي سچي گرو جي چرنن ۾

باهرئين ستسنگ جو نمونو
گائي يا انهيءَ طرف ولي وڃي. باهرئين ستسنگ جو نمونو
هي آهي ته، جڏهن اپياسيءَ کي سچي مالڪ يا ستگروءَ جو
درشن نصيب ٿئي، تڏهن هو هن جا وچن ٻڌي ۽ درشن
ڪري ۽ جيڪا سيوا ٿي سگهي سا ڪري. انهن ٻنهي ستسنگن
ڪرڻ سان، ڪجهه ڏينهن ۾ جگياسوءَ جي حالت بدلجي ويندي.
ٻيا جيڪي پرمارٿ جا ڪم آهن جهڙوڪ تيرٿ، ورت،
مند ۽ مورتون پوڄڻ ۽ پوٿيون پڙهڻ، پاٺ ڪرڻ، جپ ڪرڻ،
صفاتي نام جو سمرن ڪرڻ وغيره، انهن ڪمن ڪرڻ سان ڪجهه
ڦل ضرور ملندو، مگر جنم مرڻ جو ڦيرو بند نه ٿيندو يعني
مڪتي ڪانه ملندي.

آلما يا روح ست پرش جي انس آهي. اهو هن ديهه ۾
وڏو جوهر آهي، جنهن جي طاقت سان، سڄو بدن، من،
اندريون وغيره پنهنجو پنهنجو ڪم ٿيون ڪن. سنتن انهيءَ
جوهر کي چوندي، اُن جو منهن اُن جي اصل ڀنڊار جي طرف
ڪيو آهي. جڏهن اُن جو سچو ڌيان اوڏانهن ٿيندو، تڏهن
آهستي آهستي انسان جي حالت بدلجندي ويندي. پوءِ دنيا
۽ اُن جا پدارٿ، روز بروز آلما جي نظر ۾ ننڍا ڏسڻ ۾ ايندا.
انهيءَ سوکيم جوهر جو اثر ۽ هند، ٻن اکين جي وچ آهي
اتان ئي اهو بدن ۾ ڦهليل آهي ۽ سڄي بت کي طاقت ڏئي
رهيو آهي. انهيءَ جوهر يا آلما جو ڀنڊار ناد يا شبد آهي.
شبد جي مهما سڀني متن ۾ آهي، مگر شبد جو ڀيد تفصيلوار
ڪنهن مت ظاهر نه ڪيو. انهيءَ ڪري ماڻهو انهيءَ کا
ناواقف رهجي ويا آهن. هاڻي راڌا سوامي يعني سنت مت
شبد جو تفصيل صاف اکرن ۾ لکيو ويو آهي.
سڀني جي آد يعني شروعات راڌا سوامي يعني ڪل مال
آهي، راڌا معنيٰ روح، سوامي معنيٰ مالڪ، راڌا سوامي مع
روح يا آلما جو مالڪ. راڌا سوامي ديش ۾ شبد بلڪل گ
آهي ۽ انهيءَ شبد جو نمونو هن دنيا ۾ کولهي. انهيءَ

مان ست پرش پرگهٽ ٿيو، جنهن جو استان ست لوڪ يا سچ کنڊ آهي.

شبد پيرايو:- **ست پرش جو شبد**، جنهن کي ست نام ۽ ست شبد نه چيو وڃي ٿو. انهيءَ مان پيو **سوهنگ شبد، نيون پار برهم شبد**، جنهن جي مدد سان ٽن لوڪن جي رچنا پيدا آهي، پيدا ٿيا. چوٿون **برهم شبد**، جنهن مان سوڪير يعني برهمنڊي وند ۽ ايشور مايا پرگهٽ ٿيا. پنجون **مايا ۽ برهم جو شبد**، جنهن ۾ ٽرلوڪيءَ جي رچنا جو مصالح پرگهٽ ٿيو ۽ آڪاشي وند ظاهر ٿيا. مايا شبد جي هيٺ، **ويراٽ پرش جو شبد** ۽ جيو ۽ **من جو شبد** پرگهٽ ٿيو.

سوامي جي مهاراج جن، عام ستسنگ پنهنجي گهر پني گليءَ ۾ سنه ١٨٦١ع ۾ شروع ڪيو ۽ اهو هنن ستسنگ برابر سادا ١٧ سال ڪيو. انهيءَ عرصي ۾ اٽڪل اٺن ڏهن هزارن کي هنن سرت شبد پيد جو اپديش ڏنو. جنهن ۾ سڀ ذات جا ماڻهو، هندو، جيني، سک، عسائي ۽ ڪي مسلمان پڻ هئا.

ستسنگ ۾ سوامي جن، مورتي پوڄا، گنگا جمنا جي پوڄا، ورت نم جو کنڊن ڪري، فقط هڪ سچي مالڪ ۾ اعتقاد وڌائيندا هئا. انهيءَ جي برخلاف اڪثر ڪي ماڻهو اٺه ڏهه ڀاڻ ۾ گڏجي، اچي ستسنگ ۾ گوڙ ۽ بحث شروع ڪندا هئا. مگر جڏهن سوامي جن جا جواب ٻڌ، وچن ٻڌندا هئا، ته بلڪل چپ ٿي ويندا هئا.

ست، ڪال جي ڳالهه ۾ اڪثر دخل نه ڏيندا آهن. هڪ دفعي سوامي جي مهاراج جن، پنهنجي ساهري گهر فريدآباد ۾ ويا. انهيءَ وقت سندن ڏرمپتنيءَ راڌا جو ڀائٽيو، جو هڪ ٿي سڪندو ٻار گهر ۾ هو ۽ مائٽن کي وڏيءَ عمر ۾ ڄائو هو ۽ سڀ کي پيارو هو، سو اچي سخت بيمار ٿيو. راڌاميءَ جي ڀاڄائيءَ وڏا ڪي چيو ته، سوامي جن کي هوءَ عرض ڪري

، هن ٻار کي وڏيڪ عمر ڏئي. راڌا اِهو عرض سوامي جن
ڳيان پيش ڪيو. تنهن تي سوامي جن جواب ڏنو ته هن ٻالڪ
جي عمر تمام ٿوري آهي. ها باقي هڪ ڳالهه آهي جنهن ۾
هي ٻالڪ وڏيڪ جيئرو رهي سگهندو. اُها هيءَ آهي ته مان
منهنجي عمر هن کي ڏيان! جي اِها ڳالهه ڪيس منظور آهي ته
پوءِ ائين ٿئي! راڌاجيءَ اِها ڳالهه قبول نه ڪئي ۽ ٻار ٻن
ڏينهن کانپوءِ گذر ڪري ويو.

سوامي جن جا شيوڪ مرد توڙي زالون هئا مگر اُنهن مان
تمام خاص ٿورن جو هيٺ ذڪر ڪيو وڃي ٿو.

اُنهن مان هڪ هو سوامي جن جو ننڍو ڀاءُ سيٺ پرتاب
سنگهه، جنهن کي چاچاجي به ڪري چوندا هئا. جڏهن هن
جي عمر ڏهه سال هئي تڏهن کان وٺي هي سوامي جن جي
چرنن ۾ رهندو آيو ۽ ڪڏهن به هنن کان پري نه ٿيو. مهاراج
جن ئي هن جي پرورش ڪئي هن جي دين ۽ دنيا جا سڀ
ڪم سڌاريا يعني پڙهائڻ، شادي وغيره جا ڪم، پرمارٿ جي
ڏات ۽ ديا سڀ هن تي ڪندا رهيا. جڏهن کان وٺي
هن کي سمجهه آئي، تڏهن کان وٺي هو سوامي جن کي گروُ
ڀاو سان ڏسندو هو ۽ هميشه برابر هنن جي شيوا ۽ فرمانبرداريءَ
۾ پڪو رهيو. جڏهن جڏهن ٻاهران موٽندو هو ته پهرين سوامي
جن جو درشن ڪري، پوءِ ٻيو ڪم ڪندو هو. سوامي جن
کانسواءِ ٻئي ڪنهن ۾ به هن جي پريت نه هئي.

ٻيو خاص ۽ پيارو سوامي جن جو شيوڪ، راءِ بهادر سالگرام
هو. هو ڪيئن سوامي جن جي چرنن ۾ آيو تنهن جو ٿورو بيان
هيٺ ڏجي ٿو.

هڪ دفعي چاچا پرتاب سنگهه، ڊاڪٽر پاٽن صاحب پوسٽ
ماسٽر جنرل سان گڏ، ميرٺ ۾ گشت تي ويو هو ۽ اُتي هن سان
گڏ مهينو ڏيڍ رهيو. هن کي اُتي پوسٽ آفيس جي ڪالني جي
ٻين ٻن ڪلارڪن سان گڏ هڪ جاءِ ۾ رهايو ويو. اُنهيءَ وقت

راءِ بهادر سالگرام جو پوسٽ ماسٽر جنرل جي آفيس ۾ سڀ کان وڏو عملدار هو، تنهن کي ڳالهه صاحب کنهن ڪم لاءِ ميرٺ ۾ گهرايو. راءِ بهادر سالگرام به اُنهيءَ هنڌ جتي پرتاب سنگهه کي رهايو ويو هو تنهن جي اڳوڻيءَ ٻئي ڪمري ۾ اچي رهيو. ٻنهي ڪمرن جي وچ ۾ رڳي هڪڙي پٽ هئي. پرتاب سنگهه صبوح جو جڏهن ڪم کان واندو ٿيندو هو، تڏهن ورانڊي ۾ واهي سگهجيءَ جو پاٺ ڪندو هو، ڇاڪاڻ ته اُنهيءَ وقت تائين سوامي جن اچي پنهنجي پاڻ کان رجي هئي، اُنهيءَ پاٺ جي ٻڌڻ ۾ راءِ بهادر کي ڏاڍو آنند ايندو هو ۽ هو ڏيان سان اهو ٻڌندو هو. تنهن ڪالهوءِ پرتاب سنگهه، حاطي جي سامهون باغ جي ايڪانت ۾ وڻن هيٺ اڀياس ڪندو هو ۽ ڪلاڪ ڏيڍ ڪالهوءِ جڏهن ڪاڏو تيار ٿيندو هو ته پوءِ اهو ڪائي هو ڏهين بجي ڪچهريءَ ۾ سرڪاري ڪم سان ويندو هو. اها هن جي ڪارروائي، راءِ بهادر ڪجهه ڏينهن پئي ڏٺي، تڏهن هن پرتاب سنگهه جي نوڪر کان پڇيو ته هو باغ ۾ ڇا وجي ڪندو آهي؟ تنهن تي نوڪر جيو ته پيو ته مونکي معلوم نه آهي، پر سمجهان ٿو ته هو ڪجهه اڀياس ٿو ڪري.

هڪ ڏهين رات جو نوين بجي، جڏهن ڪمري ۾ رهيل سڀ ڪلارڪ پنهنجن ڪمن لئي وڃي ليٽيا، تڏهن راءِ بهادر سالگرام، پرتاب سنگهه کان مٿئين احوال پڇيو. جيڪا نه ڳالهه هئي سا هن هنکي ٻڌائي ۽ سوامي جي مهاراج جن جي دنيا ۽ مهما جو به ٿورو احوال هنکي ٻڌايائين. اُنهيءَ مهل راءِ بهادر، سوامي جن جي درشن ڪرڻ جي، ڏاڍي خواهش ظاهر ڪئي. اهو فيصلو ڪيو ويو ته جڏهن پرتاب سنگهه واپس آگري ويندو، تڏهن سوامي جن کان هنجي لاءِ ساڻن ملاقات جي موڪل وٺي هو کيس ڇتائيندو.

آگري واپس اچڻ سان، پرتاب سنگهه سوامي جن سان،

سوامي جن جن لاءِ ملاقات
بهادر لاءِ ملاقات جو ذڪر ڪيو.
ڪرڻ جي اجازت ڏني. آرتوار ڏينهن صبوح جو راءِ بهادر
سالگرام، سوامي جن وٽ آيو، هن هنڪي پنهنجي اُپاس واريءَ
ڪوٺيءَ ۾ اندر گهرايو. راءِ بهادر پنهنجو سڄو حال سوامي جن
سان ڪيو ۽ ڪيترائي پرمارٿي سوال پڇيا. برابر ٺيڪ جواب
ملڻ ڪري هنکي تسلي ٿي ۽ شانتي حاصل ٿي.
هن ملاقات ۾ چار پنج ڪلاڪ لڳي ويا. جڏهن راءِ بهادر
ٻاهر آيو، تڏهن هن پرتاپ سنگهه کي چيو ته، ”مون جنهنکي
ڳوليو ٿي، سو ئي مونکي مليو.“
راءِ بهادر سالگرام هر ڪنهن آرتوار تي سوامي جن وٽ ايندو
هو ۽ آخر هو هر روز سوامي جن جي خدمت ۾ اچڻ لڳو. اٽڪل
ويهه سال هن سوامي جن جو ستسنگ ڪيو ۽ تن، من، ڌن سان
هن سوامي جن جي اول درجي جي شيوا ڪئي، جنهن کي
ڏسي سڀ ماڻهو عجب ۾ پئجي حيران ٿي ويندا هئا.
هو سوامي جن جي واسطي شهر کان ٻاهر کوهه تان منو پاڻي
گهاگهر ۾ ڀري ڪلهي ايندو هو. جيٺ ۽ آکاڙ جي مهنن ۾ به
ننگي پير تتل ڌرتيءَ تي برابر هڪ ميل پنڌ ڪري، اهو پاڻي
آڻيندو هو. سوامي جن جي ڪاڏي لاءِ پنهنجن هٿن سان جنڊ ۾
اٽو پيهندو هو ۽ وڻ مان سندن لاءِ ڏندڻ ڪپي ايندو هو.
هر ڪنهن قسم جي اوچ ٺوڙي نيچ شيوا ڪري، هو ڏاڍو
خوش ٿيندو هو ۽ ٻلهار ويندو هو.
راءِ بهادر سالگرام جي دنيوي ۽ پرمارٿي ڪارروائيءَ
سوامي جن وڏي دبا فرمائي. جڏهن کان وٺي، هو مهاراج جن
جي چرنن ۾ آيو، تڏهن کان وٺي هنجي هردي ۾ هر وقت
اها خواهش هوندي هئي ته راڌا سوامي مت يعني سنت مت
خوب جاري ٿئي جنهنکي ڏسي ڪيس خوشي ۽ آنند ٿئي
جيوَن جو خوب اڌار ٿئي.
سوامي جن هنجو اهو عرض ٻڌي خاموش رهندا هئا.

راءِ بهادر اَڪثر اِهو ئي عرض پيش ڪندو رهيو ته، بابا! راڌا سوامي مت خوب برڪت لهي يا اُهيءَ ڳالهه جي هنجي دل مان اِها خواهش مٽجي وڃي ۽ اڳتي موج لوهانجي، جنهن وڏو تهڻ ڪرايو!

تڏهن هڪ ڏينهن سوامي جن فرمايو ته، ”هيءَ مت خوب برڪت لهندي ۽ شهد جي رس به اَڪثر ملندي رهندي.“

هڪ ڏينهن جو ذڪر آهي ته، جڏهن حضور مهاراج جن ليٽيل، ڪرمن ۽ ڀرمن جو ڪڏهن پتي ڪيو، تڏهن فرمايائون ته ”اِهو نه سمجهو ته وڏو هن جاءِ تي ليٽيو، وڌيڪ ۽ ڪرمن ڀرمن جو ڪڏهن لو لڳي، پر اِهو ڪڏهن سمجهي ڏينهن ۾ پاڻيهي خود بخود ليندو ۽ ماڻهو هوشيار ٿي، پنهنجيءَ مت لئي خوب ويچار ڪندا ۽ اُهي ۾ جيڪي چندهي ڳالهيون ستوگڻي هوندا، سي هن راڌا سواميءَ پنهنجي سنت مت ۾ داخل ٿيندا ويندا.“

سوامي جن جو حڪم هو ته سنت مت سنسڪ وڌندو ويندو. جڏهن راءِ بهادر سالگرام جن ليٽيل ورلي ۽ آگري ۾ رهي ستسنگ ڪيائون، تڏهن ستسنگ اتري قدر وڌيو جو هزارين جيئون اُپديش ورتو. هندستان جي هر حصي بنگال، پنجاب، سنڌ، دکن، راجپوتانا، بمبئي ۽ وچ هندستان کان ماڻهو آيا.

پنجاب ۾ بابا جئمل سنگهه کي ستسنگ ڪرڻ ۽ نام دان ڏيڻ لاءِ حڪم ڏنو ويو، جن بياس ۾ اچي ڏيرو وڌو، جتي اُنهيءَ جو نمونو اسين هن وقت پنهنجن اکين سان پيا ڏسون. لکين جيو نه رڳو هندستان جي ڪنڊ-ڪڙڇ مان سنت-مت ۾ اچي ويا آهن، پر دنيا جي غير ڪيترن ملڪ جهڙوڪ اسپين، انڊونيشيا، سنگاپور، سلون، هانگ ڪانگ، جپان، امريڪا، ڪئناڊا، انگلينڊ، سئٽزرلينڊ، جرمني، ڏکڻ آفريڪا، ويسٽ انڊيز، آسٽريليا وغيره وغيره مان ماڻهو سنت مت ۾ اپديش پيا

بابا ڄئمل سنگھ جي مهاراج ڪيئن سوامي جن جي چرنن ۾ آيا، تنھنجو سڄو احوال هن ڪتاب ۾ جدا ڏنو ويو آهي.

ڳالھ ماں ٻه ڪي، جي سوامي جن جي چرنن ۾ آيون ۽ جي ٻرير جون مورتيون هيون؛ تن ماں ٻه ڪن جو ذڪر ڏجي ٿو.

انهن ماں هڪ هئي ڪِبلوجي ۽ ٻي هئي شوجي، جن ۾ پرمارٿي انگ تمام زياده هوندو هو. ٻئي گڏجي سوامي جي مهاراج جن وٽ ايندڙيون هيون.

هڪ دفعي شوجي، سوامي جن جي سامهون ستسنگ ۾ ويٺي هئي ۽ ستسنگ اکين ماں ٻرير جا ڳوڙها پئي ڳاڙيا. تڏهن ڪن ماڻهن هن کان پڇيو ته "تون ڇو پيئي روئين؟" هن جواب ڏنو ته "سوامي جن مونکي درشن نٿا ڏين." تنهن تي هنن چيس ته "سوامي جن ته تنھنجي سامهون ويٺا آهن." تڏهن هن چيو ته "هي اهو درشن نه آهي جو ٻن ڏينهن کان اڳ مونکي اندر ۾ ٿيندو هو." تنهن تي سوامي جن فرمايو ته "وڃي پڇن تي زور ڏي ته درشن ٿئيئي." انهيءَ کان پوءِ هنکي درشن ٿيندو رهيو. هيءَ آڌيءَ رات کان وٺي صبوح تائين پڇن ڪندي رهندي هئي ۽ اڪل ڏه ٻارنهن ڪلاڪ هر روز پڇن تي وهندي هئي.

هاڻي ٻڪيجيءَ جو حال ٻڌو. هوءَ شوجيءَ جي ننڍي ڀيڻ هئي. هنجي ٻرام جي ٿوري عجيب حالت هئي. جڏهن سوامي جن ستسنگ ڪندا هوا، تڏهن هن جون اکيون لال ٿي ويندڙيون هيون ۽ انهن ماں آنسون پيئون وهنديون هيون. هيءَ اٺ نو ڪلاڪ روز پڇن ڪندي هئي ۽ هن کي سوامي جن جي درشن جو اندر ۾ پورو آڌار تي ويو هو. هنجي سرت ٻه ٽئين ديشن ۾ پهتي هئي. جڏهن سوامي جي مهاراج جن، جوت ڻي جوت ۾ سمائجي ويا هوا، تڏهن ٻڪي جي ٻه ٽي ڏينهن بيهوش پيئي هوندي هئي ۽ هنجي سرت، سوامي جي مهاراج جن جي چرنن ۾ لڳي رهندي هئي. سوامي جن هنکي اندر ۾

درشن ڏيئي فرمايو، ”جهڙيءَ طرح اڳي لوڪ شيوا ڪندي هئينءَ، تيئن هينئر به وڃي ڪر.“ مهاراج جن هميشه هن کي اندر ۾ درشن ڏيندا هئا. ڪنهن به ستسنگيءَ کي ڪا خاص ڳالهه، سوامي جن کان پڇڻي هوندي هئي ته هن وقت ايندا هئا ۽ هوءَ اندر ۾ سوامي جن کان پڇي، هن کي سندن ڳالهه جو جواب ڏيندي هئي.

ڪي جي ۽ وشني، اهي ٻئي هميشه سوامي جن جي شيوا ۾ رهنديون هيون. وشني، سوامي جن جي ڪاڌي پچائي جي شيوا بلڪل عقل ۽ هوشياري سان ڪندي هئي. سوامي جن ڪڏهن ڪڏهن بنا اطلاع جي ٻاهر هليا ويندا هئا اُنهيءَ ڪري هيءَ همیشه ڪجهه تورو ڪاڌي جو سامان هٿ ۾ کڻي هڪ گوڏريءَ ۾ ٻڌي ڇڏيندي هئي. جڏهن وقت سوامي جن اوچتو ٻاهر هليا ويندا هئا ته هوءَ پڻ، گوڏري کڻي ڊوڙي سندن پٺيان ويندي هئي ۽ جتي سوامي جن ترسندا هئا اُتي ڪاڌو تيار ڪري کين ڏيندي هئي.

هڪ دفعي سنه ۱۸۷۴ع ۾ ملڪ ۾ ڏڪر اچي ڪري پيو. ميهن اصل ڪين پيو. ماڻهو ويچارا بي حال ٿي، سوامي جن وٽ آيا ۽ عرض ڪيائون ته ڪر ميهن وسي، هزارين جيو بک ۾ مري رهيا آهن. اهو ٻڌي سوامي جن خاموش رهيا. وشني انهيءَ وقت اُتي ويٺي هئي، تنهن ماڻهن کي چيو ته، توهين پنهنجي گهر هليا وڃو ۽ سڀاڻي ٻاڪڻي ميهن پوندو. جڏهن ماڻهو هليا ويا تڏهن سوامي جن وشنيءَ کي چيو ته ”بارش جو ته حڪم نه آهي، تو اجازت بنا، اهڙو ڇو چيو ته سڀاڻي ميهن پوندو؟“ تنهن تي وشنيءَ عرض ڪيو ته هاڻي ميهن ضرور وسڻ گهرجي ۽ نه ته هينئر جتي ويٺي آهيان. تڏهن سوامي جن فرمايو ته سڀ گڏجي ٻچن تي وڃو، ته پوءِ ميهن پوندو. پوءِ ٻئي ڏينهن برسات پيئي. سوامي جن پوءِ وشنيءَ کي چيو ته آئينده ڪڏهن به ڪنهن کي به اهڙيءَ طرح نه چوندي ڪجا

ع تنهنجي خاطر بارش پيئي آهي پر اصل ۾ مالڪ جو حڪم
ن نہ هو.
جڏهن سوامي جن جو ستسنگ تمام زور سان ترقي ڪندو
و، تڏهين سنڌ ن براد ريءَ وارن اچي ڏاڍو گوڙ ۽ تڪرار
ڪيو ۽ اجايا افواهه ڦهلائڻ لڳا. انهن سڀني گڏجي اِها تجويز
سوچي تہ سوامي جن جي خاندان کي، براد ريءَ مان ڪڍي
ڇنڊجي ۽ جيڪو بہ مرد يا زال سنڌ ن براد ريءَ جو، هنن جي
سنگ ۾ ويندو، تنهن کي براد ريءَ مان نيڪالي ڏجي.
ڪا بہ ڪين طاقت هئي سا هنن هلائي ۽ جهڳڙا ڪندا رهيا،
سنڌ ن وس ڪجهه بہ نہ هلي سگهيو، چاڪاڻ تہ سنڌ ن براد ريءَ
ان ڪيترن جا مت مائٽ ستسنگ ۾ ويندا هئا، اِهو جهڳڙو
ڪيترا سال انهن ماڻهن جاري رکيو. شادي ۽ غميءَ ۾ بہ
ستسنگ ۾ ايندڙ براد ريءَ وارن کي هو تڪليف ڏيڻ لڳا.
ڏهين براد ريءَ وارن اِهو فيصلو ڪيو تہ فلاڻي ڏينهن
اد ريءَ جا خاص ماڻهو ۽ برهمڻ، نهالچند جي گهر، ڏهين
ڄي ڏينهن جو اچي گڏ ٿين ۽ سوامي جي مهاراج جن بہ آئي
چن. انهيءَ تي سوامي جن، چاچا پرتاب سنگهه کي سنڌن پارا
آئي وچي حاضر ٿيڻ جو حڪم ڏنو. چاچاجيءَ اِهو حڪ
برچشم رکيو. پر سوامي جن کي عرض ڪيو تہ، ”مان آڪ
ٻين گڏ تيلن وروڌين جو ڪيئن مقابلو ڪري سگهندس
هن تي سوامي جن فرمايو تہ، ”تون شوق سان آئي وچ،
سپ سنڀال ڪندس.“ چاچا پرتاب سنگهه، مقرر ڪيل جاء
ويو ۽ آئي ڏٺائين تہ سڀ گڏ ٿيا ويٺا آهن ۽ هو بہ آئي
۽ چيائين تہ جنهن کي بہ ڪجهه چوڻو آهي سو چوي ؟
بہ ڪلاڪ گفتگو هلندي رهي. سوال جو پورو جواب، چا
هنن کي ڏيندو رهيو. سڀني جا چپ ڏندن سان لڳي
۽ چپ تي ٿيا. تڏهن لالا جڳن پرساد ۽ لالا هردوارڪ
جيڪي پيو چوڻو آئو، مگر ڪو بہ

ڳالهائي نه سگهيو. آخر ۾ سڀ چوڻ لڳا ته جڳت ۾ سوامي جي مهاراج جن، وڏا مهاتما آهن ۽ ماڻهو بي فائدي هنن جي ننديا ڪري پاپ جو بوجو پنهنجي سر تي ٿا وجهن.

سوامي جن جي گهر جي ڀرسان جتي ستسنگ ٿيندو هو اتي ڏاڍا ڦتر اچي وهندا هوا ۽ ماڻهو انهن کي ڏاڍو ڏان ڏيندا هئا. ستسنگين کي ڏاڍي تڪليف ٿيندي هئي ۽ ستسنگ ۾ پڻ انهيءَ ڪري خلل پوندو هو. انهيءَ ڪري سوامي جن شهر کان ٻاهر رهڻ جو ارادو ڪيو. شهر کان ٽي ميل پري هنن هڪ هنڌ پسند ڪيو ۽ اتي باغ جو بنياد وڌو. باغ ۾ رهڻ جون جايون تيار ٿيون ۽ سوامي جن پوءِ اتي وڃي رهڻ لڳا. اهو هينئر سوامي باغ جي نالي سان سڏجي ٿو.

هڪ دفعي سوامي جن کي تمام گهڻي ڀيڙ ڀاڙ پسند نه آئي ۽ ڪجهه وقت ايڪانت ۾ رهڻ پسند ڪيائون، انهيءَ ۾ ڪن شخص جو امتحان به وٺڻو هون. تنهن ڪري هنن اهو حڪم ڏنائون ته هنن وٽ ڪوبه بنا اجازت نه اچي ۽ گهر جو دروازو بند ڪري پاڻ اندر ڪمري ۾ ڌيان ۾ ڪجهه ڏينهن ويٺا هوندا هئا.

راءِ بهادر سالگرام جن، انهيءَ وقت آگري ۾ موڪل تي آيا هئا ۽ انهن کي درشن جي ڏاڍي پياس هئي. انهيءَ وقت بابا جئمل سنگهه جن به ٽن ڏينهن جي موڪل تي آيل هئا. جن مان ٻه ڏينهن اڳين گذري ويا هئا. (انهيءَ بابت وڌيڪ احوال بابا جئمل سنگهه جن جي بيان ۾ لکيل آهي.) راءِ بهادر، درشن جي اڪير پوري ڪرڻ لاءِ ڪلا ٽپي وڃي حبيب درشن ڪيو.

جڏهن سوامي جن هن کي ڏٺو، تڏهن ناراض ٿي فرمايائون ته "بنا موڪل تون ڇو هت آيو آهين ۽ تو منهنجو حڪم ڇو ڪين مڃيو؟ هتان هڪدم هليو وڃ." راءِ بهادر جن سڌو ٿي،

جوڙي مٿو ٽيڪيو ۽ ڏوهه لاءِ معافي گهري ۽ عرض ڪيو
اڳتي توهانجي حڪم جي انحرافي نه ٿيندي." تڏهن
ور جن هنکي معاف ڪيو ۽ ديا جو هٿ سندن مٿي تي
يو. اِلهڻ ئي گرمک جي پرک ٿي لٿي. دنيا وارن جو
و حال آهي، جو جيڪڏهن انهجو قصور ڪين پڌايو وڃي ته
وڳو هو ناراض ٿا ٿين، بلڪ ستسنگ ۾ ٿي اچڻ ڇڏي ٿا
ڏين ۽ پوءِ هو خالي رهجيو وڃن.

سواميءَ جي مهاراج جن، جيڪا ٻاڻي سار بچن ۾ لکي آهي
انهيءَ ۾ عام فهم ۽ سولي زبان ۾ سنت مت جا اوچي کان
اوچا خيال بيان ڪيل آهن. انهيءَ ۾ چڱيءَ طرح سمجهايل آهي
ته سنت مت اوچي ۽ اعليٰ درجي جي مت آهي ۽ انهيءَ
۾ سيني کان مٿين منڊلن جي مهما ورنن ڪيل آهي.
سواميءَ جن آن ۾ ست لوڪ ۽ راڌا سوامي ڌام جي مهما
جو احوال اهڙو سولي ٻوليءَ ۾ لکيو آهي، جو انهيءَ جو
مطلب اڻپڙهيل مرد توڙي زالون به چڱيءَ طرح سولائيءَ سان
سمجهي سگهن ٿا.

سوامي جن پنهنجي چولي ڇڏڻ جو خيال ٻه سال اڳ حضو
مهاراج راءِ بهادر سالگرام کي پڌايو هو. تڏهن هنجي تمام گهڻي
ارٿنا تي هنن وڌيڪ رهڻ منظور ڪيو هو. هيئر سوامي
ضور مهاراج جن کي وري چيو ته پنجن ڏينهن کانپوءِ هي خا
جسم ڇڏيو ويندو. اِهو ٻڌي هنجي دل سست پيئي ۽ افس
ڪرڻ لڳا ۽ وري عرض ڪيائون ته هن وقت اهڙي مو
نه ورتائيندا ته سڀني جيون تي سندن وڏي ديا ٿيندي
انهيءَ تي سواميءَ جي مهاراج جن فرمايو ته، "هي شرير
پراڻو ٿي ويو آهي ۽ هنجو هيئر رکڻ منظور نه آهي."
راءِ بهادر جن ڪيترا پيرا اِها وينتي ڪئي ته هن وقت
ڪجهه ڏينهن وڌيڪ ديا ڪجي. انهيءَ تي سواميءَ جن
ڏينهن واسطي شرير قائم رکڻ قبول ڪيو ۽ هي حڪ

”آئينده وري اهڙو عرض نه ڪج، جاڪاڻ ته عرض ڪرڻ سان سندن دل انڪار ڪرڻ لئي چاهي ۽ پر هن شرير کي وڌيڪ رکڻ ڪنهن به طرح، مناسب ڏسڻ ۾ نٿو معلوم ٿئي.“ آخر پنڌرهن ڏينهن ڪانپوءِ ۱۵ جون ۱۸۷۸ع ۾ هي خاڪي چولو ڇڏيائون.

سوامي جي مهاراج جن جي جوتي جوت سمائڻ ڪانپوءِ هو ٽڪي جيءَ کي پرتڪش ڏسڻ ۾ ايندا هئا.

هڪ ڏينهن ٽڪي جيءَ کي گردواري ۾ صبوح جو ڇهين ٻجي سوامي جن جو درشن حاصل ٿيو. هن سوامي جن کي عرض ڪيو ته سڀني سادن لئي دعا ڪريو. تڏهن سوامي جن فرمايو ”دعا ڪنهن لئي ڪجي؟ ڪو دعا وٺڻ وارو به ته هجي ته اُن لئي دعا ڪجي. ڏس! ته سڀ سادُو باغ ۾ ننڊ ۾ سمهيا پيا آهن ۽ فقط ٻه سادو ٽملداس ۽ ديالداس ڀڄن لئي ويٺا آهن، پوءِ ڪنهن لئي دعا ڪجي؟“

ستگرو جن ته هميشه اٿي هٿ دگهيري، پراتهه ڪال جو جيون لئي دعا ڪرڻ آڃن ٿا، پر جيو ننڊ جي وس ٿي، ڀڄن سمرن نٿا ڪن ۽ دعا وٺڻ کان سواءِ رهجيو وڃن.

”مريدا! رات ڪستوري ونڊ ڪئي- ستيان مليءَ نه ڀاءِ،
جنهان لٿن ليندرا ورلي- تنهان ملن ڪتاءِ.“

مريد صاحب جن فرمائين ٿا ته رات جو ڪستوري وڪامي وئي، جڏهن سمهيا پيا هئا، تن کي خبر ئي ڪانه پئي ته اها ڪهڙي پاڙ يا آئي ۽ وڪامي وئي. جن جي اکين ۾ ننڊ آهي، تن کي ڇا ملندو؟



# بابا جئمل سنگھ

هنن جو جنم ١٨٣٩ع ۾ پنجاب ۾ بياس جي ڀرسان گهمان ڳوٺ ۾ ٿيو. ننڍي هوندي کان ئي **بابا جئمل سنگهه** جن کي ساڌو سنتن جي سنگت جو شوق هوندو هو. سندن ڳوٺ ۾ بابا کيمداس رهندو هو جنهن هنن کي هدايت سمجهائي ۽ گرنٿ صاحب پاڙهيو. گرنٿ صاحب ۾ نمپ ٽپ ٽي نام ۽ شبد جو بار بار ذڪر ڪيل آهي. انهيءَ پڙهڻ سان هنن کي معلوم ٿيو ته اهو ٻاهران زبان سان چوڻ يا ڳائڻ وڄائڻ وارو شبد نه آهي، پر اهو ساري سرشتيءَ کي هلائڻ وارو آهي. "نام ڪي ڌاري کنڊ برهمنڊ." بابا کيمداس کان هنن اها ڳالهه سمجهڻ چاهي، پر هو اها ڪيس سمجهائي نه سگهيو. جلدئي هنن جو پتا گذر ڪري ويو. پوءِ هي مهاتمائن جي ڳولا ۾ لڳا. جتي به ڪنهن ساڌ سنت جو پتو پوندو هون اتي هنن کان پنجن شبدن بابت وچي پڇندا هئا، پر ڪو به هنن کي سمجهائي نه سگهيو. آخر گهمندا گهمندا هو اٽڪ ضلع جي هڪ هزرو ڳوٺ ۾ آيا، جتي هڪ اپياسي بابا بالڪ سنگهه رهندو هو. هن کان پنجن شبدن بابت پڇيائون. هن چيو ته "مان واهگروءَ جو جاپ ڪندو آهيان، باقي پنجن شبدن جي مونکي خبر نه آهي."

آخر هو نوشيرا، پشاور مان گهمندا مردان ۾ آيا جتي هنن کي هڪ اپياسي گرنٿي گڏجي ويو. هن باباجيءَ کي ان شبدن جو راز ٻڌايو، جنهن جو هو اپياس ڪندو هو. تنهن کان پوءِ هنن کي ڀروسو ٿيو ته، مالڪ جنهن پنجن شبدن بابت پتو ڏنو آهي سو پنجن جو به ڏيندو. پنهنجي ڳوٺ ڏانهن واپس اچي رهيا هئا ته رستي ۾ هنن کي ساڌن جو ٽولو مليو، جنهن سان گڏجي هو هردوار اچي پهتا.

اتي هو ڪيترن ساڌن مهاتمائن کي گڏيا، پر ڪير به کين پنجن شبدن جو انت ڏئي نه سگهيو. آخر رشي ڪيش جي

پرسان هڪ جهنگل ۾ هن هڪ وڏيءَ عمر وارو ساڌو ڏٺو. جو نه شهر ۾ ايندو هو ۽ نڪي ڪنهن کي وٽس اچڻ ڏيندو هو. هو جهنگل جا ميوا کائي گذر ڪندو هو ۽ رات ڏينهن لنگن لاءِ اُهي اڀياس ڪندو هو. جڏهن بابا جي هن جي وٽ هو ويا ته ساڌوءَ چين ته "هتان هليو وڃ، جو هتي چيتا ۽ رڇ رهن ٿا جي لوڪن کي کائي ويندا." تنهن تي بابا جيءَ چيس ته "جڏهن هو لوڪن کي نٿا کائين ته پوءِ مونکي ڇو کائيندا؟" اهو جواب ڏئي، مهاتما هن سان سڌي نموني ڳالهايو. بابا جيءَ هن کان پنجن شبدن جي پد بابت پڇيو جن جي هو ڳولا ۾ هوا. اُهيءَ ساڌوءَ ٿڌو شوڪارو ڀري چيو ته، "اون ته اُهيءَ شيءِ جي ڳولا لڌو ڪرڻ جنهن جي ڳولا ۾ مان به آهيان، اڀياس ڪالهوءِ مونکي سڌ پئي معلوم آهن ته پنجن شبدن کان سواءِ مڪتي نه ملندي. مون اندر اڀياس ڪري ڏٺو آهي ته هڪ وڏو مهاتما، آگري ۾ رهي ٿو جو سترهن ارڙهن سالن جي اُڪباءِ اڀياس ڪرڻ کان پوءِ هيٺئين دنيا کي سچ مارگ جو رستو ڏيکاري رهيو آهي."

بابا جيمل سنگهه جن سڌو آگري ۾ آيا. خوشيءَ ڪري لڪڙ ۾ هن ساڌوءَ کان، مهاتما جو پتو نه ليکيو. آگري ۾ هن مندر وغيره ڳوليا پر ڪجهه به پتو نه پيو. آخر هڪ ڏينهن جمنا ۾ سنان ڪندي هن سوامي جي مهاراج جن جي ٻن شش کان، سوامي جي مهاراج بابت ڪجهه ٻڌو. اُنهن کان پتو پڇي هو پني گليءَ ۾ آيا، جتي سوامي جن اوڏي مهل اُچا ستسنگ شروع ٿي ڪيو ۽ اهڙي مرج ورتالي جو جپ صاحب جي سورهين پوڙي "پنچ پروان، پنچ پرڌان - پنچي پاوهه درگاهه مان،" جو ستسنگ شروع ڪيو. سوامي جن اُهيءَ تي پنجن نامن جو پد، شبد وغيره تي روشني وڌي.

باباجي متو نبڪي آئي ويٺا. سوامي جن پڇين ته "ڪٿان آيا آهيو؟" هن چيو ته "پنجاب مان." هن سوامي جن جا.

آگري ۾ ھن سوامي جن جا گھڻئي ڪوتڪ ڏٺا.

بابا جي فرمائن ٿا تہ ”ھڪ ڏينھن سوامي جن مونکي چيو تہ ھينئر نوڪريءَ لاءِ وڃ، پر منھنجو چت ستسنگ مان وڃڻ لاءِ نہ ھو. مان اڪي ستسنگ ٻڌندو رھيس. فوج ۾ رات جو حاضري وٺندا ھئا. مان حاضريءَ مھل نہ ويس ٻہ اڍائي بجي رات جو وڃي اُتي پھتس. سنتريءَ جو پھري لاءِ ھو تنھن کي چيم تہ مان تہ ما حاضريءَ مھل غير حاضر ھوس، ھاڻي پنھنجي ڪمري ۾ وڃان يا حاضريءَ واري حوالدار وٽ وڃان؟ سنتريءَ چيو تہ توھين تہ حاضر ھئا ۽ منھنجي پرسان لنگھيا ھئا. آئان پوءِ مان حاضريءَ واري حوالدار وٽ آيس، تنھن پڻ چيو تہ حاضريءَ جي ٽائيم مھل توھين حاضر ھئا. مونکي پڪ ٿي وئي تہ سوامي جن مون لاءِ ايڏي مھرباني ڪئي آھي ۽ پاڻ منھنجي روپ ۾ اچي حاضري ڏني اٿن.“

انھيءَ ڳالھ کان ۱۵ ڏينھن پوءِ فوجي ڪورٽ Court Martial) ۹ ڏينھن لاءِ ويٺي ھئي. اُتي قانوني ڪتاب رکڻ جي ڊيوٽي مون تي ھئي. مون ھڪ فوجيءَ کي چيو تہ ”ڪتاب رکڻ جو ڪم تون ڪر تہ مان اھي ۹ ڏينھن ستسنگ ۾ وڃي رھان.“ ھن اھا ڳالھ قبول ڪئي.

مون سوامي جن کي چيو تہ ”مان ۹ ڏينھن موڪل وٺي آيو آھيان ۽ توھان جي چرنن ۾ رھندس.“ مونکي رھڻ لاءِ ھڪ جوبارو ڏنو ويو. نائين ڏينھن جڏھن مان ڇانوڻيءَ ۾ واپس ويس، تہ انھيءَ فوجيءَ کان پڇيم تہ ”قانوني ڪتاب ڪٿي آھن، جو اھي سنڀالي وري چارج ۾ ڏيڻا آھن.“ ھن چيو تہ ”اھي ڪتاب توھين اڄ صبوح جو پنھنجي اصلوڪي جڳھ تي رکي ويا ھئا. ڇو توھان کي اھو وسري ويو آھي؟ توھين تہ روز اھي ڪتاب رکندا رھندا ھئا ۽ ڪم لئي کان پوءِ وري پنھنجي ساڳيءَ جاءِ تي رکي ويندا ھئا.“

بابا جي جن چون ٿا تہ پوءِ آئان ٿي، مان پنھنجي ڪوارٽر ۾

ڪرايو ته کاڌي وارو حساب ڪرڻ لڳايو اٿيئي. مون جيڪو مالش ته چار ڏينهن ته مان اندر رهيو آهيان ۽ اڄ ٿي ته ٻاهر آيو آهيان. هن جيو ته تون ڪرڻ ٿو ڳالهائين. پيا جيڪي ماڻهو حساب مهل حاضر هئا تن مان هڪ کي گهرايائين تنهن جيو ته ڏسو، هي ڪاغذ جنهن تي توهين حساب لکندا هئا! مون گرو جن جي دَيا محسوس ڪئي ۽ انهن جا شڪرانا مڃيا.

اڳري ٻن ٽي سال رهڻ ڪانپوءِ، بابا جتمل سنگهه جي پلٽڻ جي بدلي ٻين ٻن هنڌ ٿيندي پئي رهي.

مهنت اندر سنگهه، شهر قصور ضلع لاهور جو وينل، جو باباجي مهاراج جن جي پلٽڻ ۾ سپاهي هو ۽ اڪثر باباجيءَ جي خدمت ۾ رهندو هو، تنهن هي واقعو ٻڌايو ته سنه ١٨٧٤ع ۾ جڏهن سندن پلٽڻ پشاور ۾ هئي تڏهن آلي هڪ ٽون صوبيدار انهيءَ پلٽڻ ۾ بدلي ٿي آيو. هو شوخ ۽ تند مزاج آدمي هو ۽ هر وقت پنهنجي زيردستن کي دٻائي گارين ڏيندو هو، سڀ سپاهي هن مان تنگ ٿي پيا. باباجي انهيءَ وقت حوالدار هئا ۽ سڀ سپاهي سندن عزت ڪندا هئا. سڀني سپاهين باباجيءَ کي عرض ڪيو ته صوبيدار سڀني کي سنائي سزا ٿو ڏئي. تنهن تي هن ڪين جيو ته نرم ۽ سخت ٻنهي قسمن جا آفيسر پيا ايندا ۽ ويندا آهن، جيڪو به آفيسر اچي، انهيءَ سان گذر ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن اهو گرم مزاج آهي ته توهين نرم سڀاءَ جا ٿيو ۽ محنت خوشامند سان وقت ڪاٽيو، ته هميشه گرمي ٿي رهي نه سردي.

ٻئي ڏينهن صوبيدار پنهنجي عادت موجب، باباجيءَ کي آفيس ۾ گهرايو ۽ چيو ته ”مون ٻڌو آهي ته تون گوشت نٿو کائين ۽ ٻين سپاهين کي به انهيءَ کائڻ کان منع ٿو ڪرين. ياد رک ته جو سپاهي گوشت نه کائيندو تنهن کي نوڪريءَ کان موقوف ڪيو ويندو.“ تنهن تي باباجيءَ ڌيرتا سان جواب ڏنو ته ”جناب! گوشت کائڻ واري سان منهنجو مقابلو ڪٿي ڪريو،

ٻاهر ڪڍي آڻي رکيائون. هن جي زال ۽ ٻار ٻه هن سان گڏ آئي آيا هئا. آئي کين پتو پيو ته اهو ڏينهن آرتوار جو هو ۽ باباجي جهنگل ڏانهن هليا ويا هئا ۽ انهن خبر نه هئي ته هو ڪيڏيءَ مهل واپس ايندا. باباجيءَ جو اهو اصول هو ته موڪل ڏينهن، هو صبح جو پنهنجي آفيسر کان اجازت وٺي، ٻاهر ڪنهن ويران هنڌ، هليا ويندا هئا ۽ اتي وڃي ڌيان ۾ ويهندا هئا ۽ رات جو واپس ايندا هئا. انهيءَ ڏينهن ڪاڌو به نه کائيندا هئا. صوبيدار سوڙ ۾ پئي ڪڇڪرايو ۽ سندس زبردستن ڪس جئي ڏنو، "توهان سيدي کي هڪ جهڙو ٿي سمجهيو، هڪ ڪامل فقير کي گهٽ وڌ ڳالهائي ڇاڏي هيءَ سزا ڀوڳي رهيا آهيو." پوءِ سندس کٽ واپس آڻڻ ويئي.

ٻئي ڏينهن وري صوبيدار جي کٽ باباجيءَ جي ڪمري وٽ آندي ويئي. باباجيءَ هن کي کٽ تان اُٿڻ جي منع ڪئي، ته پنگل هڏو وري نه ٽڪري پوي ۽ کيس فرمايو ته ڪوبه فڪر نه ڪريو، سڀ ٺيڪ ٿي پوندو. تنهن تي صوبيدار چيو ته، "ٻه ڏينهن مون سخت سوڙ ۾ ڪاٽيا آهن، ڄڻ ته دوزخ جي سزا ڀوڳي رهيو هوس. هينئر توهان وٽ ايندي ئي منهنجو درد گهٽجي ويو آهي، مونکان سخت غلطي ٿي ۽ مونکي معاف ڪريو." تنهن تي باباجيءَ چيو ته، "توهان ته منهنجو ڪوبه نقصان نه ڪيو هو، مان ته پاڻ توهان جو زبردست آهيان، مونکي ڪابه طاقت يا عادت نه آهي." باباجيءَ جي حلیمي ۽ نيڻائي ڏسي، صوبيدار جنهن اکين ۾ پاڻي اچي ويو ۽ چوڌاري جيڪي سپاهي اچي ٻنا هئا سي حيران ٿي ويا ته ڇا! اهو صوبيدار جو ڪالهه تائين گاريون پيو ڪيلدو هو ۽ سزا ڏيڻ جون ڌمڪيون پيو ڏيندو هو تنهنجو هينئر ڪيئن نه اڄ هي حال ٿيو آهي! باباجيءَ هنجي پنگل هڏن تي هٿ ڦيرايو ۽ فرمايو ته، "گهٻرايو نه، ڏک سک سرير کي ڀوڳڻو آهي ۽ جلدي آرام اچي ويندو." انهيءَ ڪالهه صوبيدار جو درد

تن مهين کانپوءِ ليڪ ٿي هلڻ لڳو. هيٺر هو
و رهيو ۽ ٽن مهين کانپوءِ هو هر روز ٻهرياڻين باباجيءَ جي درشن
ن صوبيدار نه هو. هو هر روز ٻهريائين باباجيءَ جي درشن
اهندو هو ۽ سيني سان چڱيءَ طرح هلڻ لڳو. پاڻ گوشت
سڻ چڙي ڏنائين ۽ ٻين کي به چوندو هو نه ماس کائڻ
پاپ آهي. انهيءَ کانپوءِ پلٽڻ ۾ ڪيترن به باباجيءَ کي ڪاٻ
طليف ڪانه ڏني. سڀ آفيسر ساڻن پريم سان هلندا هئا ۽
ڏاڍي عزت ڪندا هئا.
ود انگريز آفيسر هئن جي سرحد جي ويجهو ٻناڻن وٽي
هڪ دفعي افغانستان جي سرحد جي ويجهو ٻناڻن وٽي
ساد مڇايو. ٻناڻ اوچتو لڪي ايندا هئا ۽ بندوقبازي ڪري
ري ڀڄي ويندا هئا. ڪيترائي دفعا وڙهڻ جي ميدان ٿي،
باباجي مهاراج ڪڏ ڪوٺي، بندوق پرسان رکي ڏيان ۾ ويٺا هوندا
هئا ۽ جڏهن ٻناڻ آلي ايندا هئا نه چوندا هئا نه، هي ڪوڦر
آهي ۽ ڪين ڪجهه به نه ڪندا هئا ۽ سندن بندوق کي به
هٿ نه لائيندا هئا، هو اڳيان وڌي بندوقبازي ڪري، وري
ڀڄي ويندا هئا.
ٻيو هڪ واقعو جو مهنت الدرسنگهه جو باباجيءَ جي هٿ
هيٺ ڪم ڪندو هو، ٻڌايو نه اسانجي پلٽڻ جو مردان شهر ۾
ڏيرو هو. ڪال پڳوان، باباجي مهاراج جن کي عرض ڪيو نه
مونکي هتي ڪالرا جي بيماري ڦهلائجي آهي، انهيءَ ڪري
لوهين پهنجي پلٽڻ کي هتان ٻي وٽي وڃو يا جيئن به حڪم
ڏيو ليئن ڪجي! باباجيءَ ڪيس چيو نه چار ڏينهن ترس، پوءِ
لوکي جيئن وڻي ليئن ڪج. اهڙو اتفاق ٿيو جو ٽئين ڏينهن
پلٽڻ کي اتان ڪوچ ڪرڻ جو حڪم اچي ويو. پلٽڻ جي
رواني ٿيڻ کان پوءِ آلي سخت ڪالرا اچي پيئي ۽ سوين
ماڻهو مري ويا.
سال ۾ ٻه مهنا فوجي سپاهين کي موڪل ملندي آهي.
باباجيءَ انهيءَ موڪل ۾ آڳري اچي خوب ڀڄن ۾ لڳي ويندا
هئا. هڪ دفعي سوامي جن، هن کي اڀياس ۾ ويٺل ڏسي

فرمايو ”هي نه سدا سهاڳي آهي“ ۽ اُهائي ڪلام چيو:-
”ٻڌڻ هٿ لوڪ آکر ڪي، ڪوئي ڪوڙي سدا سهاڳي.“

ڪجهه وقت کان پوءِ باباجيءَ جي پلٽڻ وري آگري ۾ بدلي ٿي آئي.

آگري جي ستسنگ ۾ عام طور، راءِ بهادر سالگرام جي ”پريم جي شيوا“ ۽ بابا غريب داس جي ”وديا، علميت ۽ ڏيا“ جي تعريف ٿيندي هئي، اُهي باباجيءَ جي ”روحاني چڙهائي ۽ اوچي ڪمائيءَ“ جو ذڪر اڪثر ڪندو رهندو هو. اُهي سڀ ستسنگي هميشه باباجيءَ بابت اِهي ٻه چوندا هئا ته ”هي پنجابي نه ڪال ۽ مهاڪال جو لشڪر لوڻي چڙهيو آهي.“ جنهن تي هڪ دفعي سوامي جن فرمايو ته، ”هي پنجاب فتح ڪري چڙهيو آهي ۽ هي اصل پنجابي ڄٽي وار آهي.“ الهيءَ ڳالهه جو اشارو باطن اندرين منزلن جي فتح ڪرڻ جو هو؛ پوءِ وري فرمايائون ته ”هنجو ۽ منهنجو پراڻو ساٿ آهي، پنجاب مون هنجي حوالي ڪري ڇڏيو آهي.“

آگري ۾ بابا هسداس هڪ ڪمائيءَ وارو مهاتما سوامي باغ ۾ رهندو هو. هڪ دفعي حضور بابا ساون سنگهه جي مهاراج هنڪي گڏجي آيا هئا. بابا هسداس بابا جيمل سنگهه جي وڏي تعريف ڪئي ۽ چيو ته ”سوامي جن اسانکي پڪ ۾ ٻڌايو پر باباجيءَ کي ته اِهي هٿن سان هٿن سمٺ ڀري ڏنو، جيئن امير ماڻهو دولت لٽائي ڏيندو آهي.“

ڪجهه وقت کانپوءِ وري باباجيءَ، سوامي جن کي عرض ڪيو ته، ”مان حضورجن جي قدمن کان پري رهڻ نٿو چاهيان ۽ ملڪي نوڪريءَ مان رخصت وٺڻ جي موڪل ڏني وڃي.“ تنهن تي سوامي جن فرمايو، ”اوهان انگريزن جا ملازم نه آهيو هڪ مهنجي نوڪريءَ ۾ آهيو، مان هميشه تنهنجي انگ سنگ هوندس. جي مان نوڪري تنهنجي ساڄي ۽ ڏاڍي پاسي نظر نه اچان ته پوءِ توهان ڀلي نوڪري ڇڏي مون وٽ هليو

کي هو آگري سوامي جن وٽ موڪليندا هئا. آخر سوامي جن کين حڪم فرمايو، ”آئينده پنهنجي علائقي جو مالڪ، نام وٺڻ لاءِ مون وٽ نه موڪليو ۽ خود توهين هنکي نام ڏيندو ڪريو.“ انهيءَ ڪالهوءِ هُن نام ڏيڻ شروع ڪيو. جهانسيءَ ۾ هُن سوامي جن جي وقت ۾ ٻن ڄڻن کي نام ڏنو.

سنه ١٨٧٧ع ۾ هو موڪل ليءِ آگري آيا ۽ موڪلائڻ مهل، سوامي جن کين چيو ته، ”هيءَ منهنجي ۽ تنهنجي آخرين ملاقات آهي، هاڻي منهنجي سنساري ياترا ختم ٿيڻ واري آهي، اڄ ڪالهوءِ ديهه سروپ جو گڏجڻ نه ٿيندو.“ باباجيءَ جي اکين ۾ پاڻي ايندو ڏسي سوامي جن هنکي ڳاٽي لڳايو ۽ هڪ گذريل واقعو، باباجيءَ جي گرمکتا جو حاضرين ماڻهن کي ٻڌايو ته، ”هڪ دفعي مون حڪم ڏنو ته مان ڪجهه ڏينهن پنهنجي ڪوٺي بند ڪري ڀڄن ڪندس ۽ جيسين دروازو مان نه کوليان تيسين ڪوبه مون وٽ نه اچي. مون زنجير لڳائي دروازو بند ڪري ڇڏيو هو. ٻئي ڏينهن جئمل سنگهه موڪل ليءِ آگري آيو هو. هنجو اهو نيم هوندو هو ته جيسين درشن نه ڪندو هو تيسين کاڌو وغيره نه کائيندو هو. سيوادارن مان منهنجو حڪم هنکي معلوم ٿيو.

هي برابر ٻه ڏينهن بنا کاڌي ويٺو رهيو. ٽئين ڏينهن سالگرام به درشن لاءِ اتفاق سان اُلي اچي نڪتو. جڏهن هنکي سڀ منهنجي حڪم جي خبر پيئي ته هو ڏاڍو پريشان ٿيو. هو ۽ ٽي ڏينهن موڪل وٺي آيو هو.

جئمل سنگهه جي ٻه ٽي ڏينهن جي موڪل، انهيءَ ڏينهن ختم ٿيڻ واري هئي. ٻه ٽي ڪلاڪ انتظار ڪرڻ ڪالهوءِ هن جئمل سنگهه سان صلاح ڪئي ته دروازا سڀ اندران بند آهن؛ اچ ته پاسي واري گهر لنگهي ڪڏ نيچي هيٺ لهون ۽ درشن ڪرائون. پر جئمل سنگهه انهيءَ ڳالهه مڃڻ کان صاف انڪار ڪيو ۽ پنهنجي من جي خوشيءَ اندران هن، گروءَ جو حڪم مڃڻ ليءِ

ماتاجيءَ فرمايو تہ سوامي جن سڀ انتظام ڪري ڇڏيو آهي تون ڪو بہ فڪر نہ ڪر، وقت تي سڀ ڪجھ ٿيندو.

ڪجھ وقت ڪانپوءِ، هڪ رات جو سوير ڇڏهن ماتاجي اشنان ڪرڻ لاءِ ٿي ويئي، تڏهن سڀي رڪوءَ کي واڪو ڪري جاڳاياين ۽ چيائين تہ سياڻي صبوح جو جھڙو ڪو تون جاهين ٿي تيڙ و هت ڀڄي ويندو ۽ اهو سوامي جن جو سريست پت ۽ ڪرمڪ آهي، سوامي جن پنجاب جي ڌرتي ڪيترو وقت ٿيو جو هن جي لاءِ لڳائي ڇڏي هئي ۽ سياڻي وڃي هن کي اسٽيشن تان وٺي اچجو.

صبوح جو بابا جئمل سنگھ جن آگري ۾ آيا ۽ ماتاجيءَ هنن کي آدر ستڪار سان پاڻ وٽ رهايو. ڪجھ ڏينهن ڪانپوءِ ۽ باباجيءَ جي روانگي ٿيڻ کان هڪ ڏينهن اڳ، ڪيس هڪ ريشمي پٽڪو، جو هوءَ اندران ڪڍي آئي ۽ سڀني جي رو برو اهو ڪيس ٻڌو ۽ فرمايو تہ سوامي جن، چولي ڇڏڻ کان اڳ اهو موڪلي ڏنو هو ۽ چيو هوائون تہ جئمل سنگھ منهنجو سڀ کان پيارو پٽ ۽ شش آهي، تنهن کي اهو پٽڪو ٻڌائجو. هن اهو باباجيءَ جي مٿي تي ٻڌي فرمايو، "توهين پنجاب وڃي، سوامي جن جو حڪم پوري طور بجاءِ آڻيو ۽ پنجن شبدن جو پد ڏيو."

سڀي رڪوءَ کي بہ باباجيءَ سان گڏ روانو ڪيو ويو ۽ ڪيس چيو ويو تہ اها سڀ سوامي جن جي شيرا ڪري سمجھجو.

راءِ بهادر سالگرام صاحب ١٨٧٧ع ۾ پينشن وٺي آگري پهچي منڊليءَ ۾ ستسنگ شروع ڪيو. هڪ ڀيري بابا جي مهاراج جن هنن کي آگري ۾ گڏجڻ ويا. باباجيءَ سان انهيءَ وقت گڏ چاچا پرتاب سنگھ ۽ بابا غريب داس جن بہ هئا. راءِ بهادر سالگرام کي سڀ حضور صاحب ڪري چوندا هئا.

هو اٿي باباجي مهاراج جن سان وڏي پريم سان ٻاڪر پائي گڏيا ۽ زبردستي هنن کي پاڻ سان گڏ گاديءَ تي وهارڻ جي

کوشش ڪيائون ۽ فرمايو، "پائي صاحب! سوامي جن جي
صل شيوا ته توهان ڪئي ۽ پڻ سمرن ڪري پنهنجي نج
ھر پهتا آهيو، مون ته سڄي عمر سرڪاري نوڪري ڪئي ۽
لم گسائي ڪري اها گذاري." باباجي مهاراج جن تنهن تي
جواب ڏنو ته، "توهان جهڙي شيوا ٻئي ڪنهن به ڪاله
ڪئي، سوامي جن جي توهان تي وڏي دیا هئي. ٻئي ڏينهن
حضور صاحب جن هڪ ريشمي پوشاڪ کڻي باباجيءَ جن وٽ
آيا. پوشاڪ کي باباجيءَ وٺڻ کان انڪار ڪيو ۽ فرمايو ته هي
ريشم ۽ ڪيمخاب ته توهانکي سونهن، مون غريب هاريءَ کي
هي ڪهڙي ڪم ايندا! حضور صاحب جن تنهن تي جواب
ڏنو، "چا! حضور سوامي جن توهان کي بادشاهن جو بادشاه
نه بڻايو آهي چا ۽ روحاني دولت سان مالا مال نه ڪيو آهي
چا؟" ليڪن باباجيءَ اها پوشاڪ وٺڻ منظور نه ڪئي. جنهن
تي حضور صاحب جن فرمايو، "چڱو! انهيءَ کي هڪ دفعو
پائي پوءِ مونکي موٽائي ڏيو." تنهن تي چاچا پرتاپ سنگهه
چيو، "ائين نه ٿيندو، انهيءَ پوشاڪ کي پائڻ کانپوءِ مهنجو
حق ٿيندو." پر، ماتا راداجيءَ، اها پوشاڪ وٺي، پنهنجن
هٿن سان باباجيءَ کي ڏني، تڏهن تي هنن اها ورتي.
پوءِ چاچاجي مهاراج، هڪ آسڻ کڻي آيا ۽ باباجيءَ کي
گديءَ تي وهارڻ لاءِ ڪوشش ڪيائون، ليڪن باباجيءَ اُتي
وهڻ کان صاف انڪار ڪيو. جڏهن راداجيءَ اهو کين چيو
ته "هي آسڻ سوامي جن جو آهي ۽ اهو توکي ڏيڻ لاءِ حڪم
ڏئي ويا آهن، تڏهن هنن اهو وٺي پنهنجي مستڪ تي رکيو
اهو آسڻ اڃا تائين، ڏيري جي توشي خاني ۾ رکيل آهي.
آخر ۳۴ سالن جي نوڪري ڪرڻ کان پوءِ باباجيءَ مهارا
جن سنه ۱۸۸۹ع ۾ پينشن ورتي. پهرين ته ڪي ڏينهن پنهنج
ڳوٺ گهمان ۾ رهي پوءِ بياس نديءَ جي ڪناري تي ڪڏ
۾، جنهن جي واجهر هينئر ڏيرا بابا جئمل سنگهه آباد آهي

اُتي اچي رات ڏينهن ٻئي ۽ سمرڻ ۾ مگن رهيا. بياس اسٽيشن جي ڀرسان ٻاٻي لهنا سنگهه لنڊور واري کان ڪجهه ميلن جون ماڻهون ۽ ٻيلا لوڻ وڻي ايندا هئا ۽ انهن کي هڪ پڪي ۾ ٻڌي، وڻ ۾ لٽڪائي ڇڏيندا هئا. ٽين چوٿين ڏينهن جڏهن کين ڪک سالمندي هئي، ته اوء هڪ سڪل روٽي ڪڍي، پاڻيءَ ۾ پسائي کائي ڇڏيندا هئا ۽ درياه جو پاڻي پي اُڃ مٽائيندا هئا.

اُتي اڪانت واري جڳهه جا دليا جي گوڙ کان پري هئي سا کين ڏاڍو پسند هئي. ڀرسان واري ٻهراءِ ڳوٺن ۾ اها ڳالهه مشهور هئي ته اُنهيءَ جاءِ تي هڪ ديو (راڪاس) رهي ٿو، جو ماڻهن ۽ جانورن کي ماري کائي ٿو ڇڏي. اُتي جا بزرگ ڳالهه ڪندا هئا، ته جانورن ۽ انسانن جي هڏن جا ڍيرا اُتي پيل هوندا هئا، انهيءَ ڪري ڪوبه انهيءَ پاسي نه ويندو يا لنگهندو هو.

واري ڳوٺ جا ڪي مرد ٻڌائيندا هئا ته، سڌن ڳوٺ جو هڪ مستانو فقير جنهن کي ڪاهيا ڪملا ڪري چوندا هئا، اهو بابا جيمل سنگهه جي اُتي اچڻ کان ڪيترن سال اڳ انهيءَ پاسي پيو، سرن جا ٽڪر وغيره گڏ ڪري هڪ ڍير ٺائيندو ويندو هو. ماڻهو پڇندا هئس ته هي ڇالاءِ ڪرين؟ ته هو کين چوندو هو ته هتي بادشاه ايندو، انهيءَ جي محل لاءِ هي مصالح پيو گڏ ڪريان ۽ هو چوندو هو ته هت هڪ وڏو شهر ٻڌندو.

جڏهن شمع روشن ٿي ٿئي، ته پروانا خود بخود انهيءَ طرف ڇڪجي ٿا اچن. باباجيءَ جي بزرگي ۽ ڪمال جي مشهوري چوڌاري ڳوٺن ۾ پکڙجي ويئي. سڌن حمالي سنت مت جي اُصولن مطابق هئي. هو هميشه لي پنهنجو گذر ڪندا هئا ۽ ڪابه شيءِ ڪنهن کان ڪانه وٺندا هئا.

ڀرسان ڪيترن سال هو اُتي هڪ ڪچيءَ ڪوٺڙيءَ ۾ رهندا

هئا. پوءِ جڏهن شري حضور بابا ساون سنگهه جي مهاراج جن سندن عقيدي ۾ آيا، تڏهن اِها ڪوٺڙي پڪي ڪري ٺهرائي ويئي. پيڻ لاءِ پاڻي، انهيءَ وقت کي پهچي ستسنگي پرسان دريا تان تمام تڪليف وٺي ڏين ۾ پيري، ڪڏن مان لنگهي ڪٽي ايندا هئا. اِنهيءَ ڪوٺڙيءَ جي وهجهو حضور بابا ساون سنگهه، هڪ کوه باباجيءَ جي اجازت سان ٺهرايو. باباجيءَ اُنهيءَ کوه جو نالو سوامي ساگر رکيو. شري حضور بابا ساون سنگهه مهاراج جن فرمائيندا هئا ته، اِنهيءَ کوه جو پاڻي، پاڻي نه آهي، پر دوا بي شيءِ آهي. کوه ٺهرائڻ کان پوءِ باباجيءَ جي ڪوٺڙيءَ پرسان ٻه ٻيون ڪوٺيون ٺهرايون ويئون، هڪ بيبي رکوءَ لاءِ ۽ ٻي روٽي پچائڻ لاءِ. اُنهيءَ کان پوءِ ستسنگين جي رهڻ لاءِ ٻيون چار ڪوليون ۽ هڪ چوبارو ٺهرايا ويا جنهن ۾ هينئر زالون رهنديون آهن. تنهن کان پوءِ هڪ ننڍو ستسنگ گهر ۽ بارنهن دري، پيدارو وغيره ٺهيا. اِنهن سڀني جو خرچ سري حضور بابا ساون سنگهه جن ڪيو هو. انهيءَ کان پوءِ هڪ وڏو ڪمرو جو کوه جي پرسان آهي، سو ستسنگ لاءِ ٺهيو. اِنهيءَ ستسنگ گهر ۾، باباجي مهاراج جن فقط هڪ ستسنگ ڪيو هو.

چولي ڇڏڻ کان ڪجهه ڏينهن اڳ، فرمايائون ته منهنجي وڃڻ ۾ باقي ٿورا ڏينهن وڃي بچيا آهن. پاڻي ملڪي رام (بيبي رليءَ جو پٽ) اڪين ۾ پاڻي آڻي چيو، "حضور اسان کي ڪنهن جي حوالي ڪري ٿا وڃو؟" تنهن تي باباجيءَ فرمايو، "منهنجي وڃڻ کان پوءِ بابو ساون سنگهه ڪم ڪندو، اُنهيءَ جو مون کان چئوڻو تپ ۽ تيج هوندو ۽ شهر شهر، ڳوٺ ڳوٺ ۾ راڌا سواميءَ جو نالو پيو پڌبو."

بياس ڏيري ۾ ٽيرهن سال ستسنگ ڪرڻ کان پوءِ ٢٤٠٠ ماڻهن کي نام ڏيئي، بابا جئمل سنگهه جي مهاراج جن، ٢٩ ڊسمبر سنه ١٩٠٣ع ۾ پرم ڌام پڌاريا.

# سري حضور مهاراج بابا ساوڻ سنگهه

جيتوڻيڪ ڏيرا بابا جيمل سنگهه جو بنياد جيمل سنگهه جن وڌو هو پر ڏيري جا آڏيندڙ، حضور بابا ساوڻ سنگهه جن آهن. بابا جيمل سنگهه جي ڏينهن ۾ اتي فقط هڪ ڪرڙي هوندي هئي، پر حضور مهاراج جن جي ڏينهن ۾، اهو هنڌ هڪ ننڍي بستي ٿي پيو.

**حضور بابا ساوڻ سنگهه** جو جنم ٥ ساوڻ سنبت ١٩١٥ وڪرمي برابر ٢٧ جولاءِ ١٨٥٨ع ۾ جٽاڻ ڳوٺ ۾ پنهنجي ناناڻي گهر ٿيو. سندن وڏا گريوال خاندان جا، مهماسنگهه وارا ڳوٺ ضلع لڌياڻا ۾ رهندا هئا. سندن پتا سردار ڪابل سنگهه فوج ۾ صوبيدار ميجر هو. سندن خاندان ڳوٺ جي پسگردائيءَ ۾ ٽن ڳالهين کان مشهور هو- (١) جسم جي خوبصورتي (٢) اعليٰ چال چلن (٣) سادو شيوا.

سندن جنم کان ٿي چار سال اڳ، هڪ مهاتما سندن گهر ۾ اچي ڪٽي هئي، ته هن گهر ۾ جلدي هڪ لاثاني بالڪ پيدا ٿيندو، جو حڪروني هوندو ۽ سڄيءَ دنيا ۾ مشهور ٿيندو.

ڪرنل صاحب مان سندن نالو ساوڻ سنگهه لکيو. حضور جن جي جنم کان اڳ، انهيءَ سال اتي برسات ڪانه پئي هئي ۽ فصل سڪندا پئي ويا، ليڪن سندن جنم جي ڏينهن، صبوح کان وٺي شام تائين برسات پئي پئي ۽ ڏڪر پورو ٽري ويو.

سندن ڏاڏي بابا شير سنگهه سندن جنم، هڪ لڌياڻا جي مشهور جوتشيءَ کي ڏيکارلاءِ ڏني. جوتشي سندن جنم ڪنڊليءَ جا گره ڏسي حيران ٿي ويو. هن چيو ته هي بالڪ پورن پرميشور جو اوتار پيدا ٿيو آهي. اهڙو سرو ڪلا سمپورن اوتار هن مرت لوڪ ۾ سڀني جڳن کان پوءِ پيدا ٿيو آهي. هن چيو

تہ مون وٽ سيني اُوتارن جون ڪنڊليون آهن جي مون هن جي ڪنڊليءَ سان ڀيٽيون آهن. هيڙو تيجسوي مهاتما دنيا ۾ مشڪل پرگهٽ ٿيندو آهي.

هن جا لفظ ٻڌي، بابا شير سنگهہ چيو تہ ”ڇا هو سادو ٿيندو؟“ پنڊت چيو تہ ”نا! هي دن ۽ دنيا ٻنهي جو مالڪ ٿيندو ۽ لکين جيون جو هو اُڌار ڪندو. ٻوگين جو پرم ٻوگي، اُميرن جو اُمير ۽ دنيا ڀر ۾ مشهور ٿيندو. لکين ماڻهو هن جي تابع هوندا. وڏا وڏا راجائون هن جي اڳيان مستڪ جهڪائيندا.“

جوتشيءَ وڌيڪ چيو تہ ”هڪ گرهہ ڪرشن مهاراج جهڙو هن جي ڪنڊليءَ ۾ آهي، جو هن کي ڏسندي ماڻهو هن تي موهت ٿي ويندا. ٻيو گرهہ، هن کي سري رامچندر جهڙو آهي، جنهن ڪري هو پنهنجي استريءَ سان گهڻو وقت نہ رهندو. ٽيون ٻوڳ هن ۾ سري گرو نانڪ صاحب جهڙو آهي تہ هي سڄي عمر، جڳهہ جڳهہ گهمي جيون جو اُڌار ڪندو. هن جو ستسنگ ۾ سدائين ڌيان هوندو، هي پورڻ ٻوگي ٿيندو ۽ گروءَ کي من سان مڃيندو. ڌن، ڌام، مڪان ۽ سواريءَ جو سک هنکي هوندو. لوڪاچار لاءِ گرهست ۾ ڪاروبار ڪندو، ليڪن گرو ڀڳتي ۽ ستسنگ ۾ هن جو ڌيان رهندو. جيستائين چاهيندو تيستائين هو جيئرو رهندو ۽ جڏهن سندس اڇا ٿيندي تڏهن سرشتي ڇڏي ويندو. آخر انت ۾ ڪنهن شش کي حڪم ڏيئي هليو ويندو جو شش ڌني، داني، شيل ۽ اکنڊ ٻوگي هوندو.“

سندن ماتا چوندي هئي تہ، هي ٻالڪ اوستا ۾ ڪڏهن بہ نہ روئندو يا رڙندو هو. جڏهن هو ٻن يا ٽن سالن جو هو تہ، هر روز صبوح جو هنکي ڇٽين ٻجي جاڳ ٿيندي هئي ۽ ٻتيءَ ڏانهن پيو ڏسندو هو. پوءِ ان کٽ تي ماٿ ڪري ليٽيو پيو هوندو هو ۽ جڏهين ڏينهن چڙهندو هو تہ ائين پيو پڙ پڙ ڪندو هو جو ڄڻ تہ ڪو جپ پيو ڪري. هو هميشهہ پيو کلندو هو. ماتا

ڪالسواءِ ڪنهن جي بہ گود ۾ وڃڻ پسند نہ ڪندو هو. سڄي ڏينهن ۾ رڳو ٻہ چار ڇمڇا کير جا پيئندو هو.

جڏهن سندن ماتا صبوح جو سکمنيءَ جو پاٺ ڪندي هئي، تہ هو چپ چاپ کٽ تي ليٽيو پيو ٻڌندو هو. ٻالڪ اوستا ۾، هن ٻارن سان تمام گهٽ راند ڪندو هو. ڪتاب پنهنجا بلڪل صاف رکندو هو.

سندن ماتا جو اهو نيم هوندو هو، جو هوءَ هر روز سنان ڪري، سکمنيءَ ۽ جپ صاحب جو پاٺ ڪري پوءِ ڪجهہ کائيندي هئي. هڪ ڏينهن جڏهن حضور جن اٺن نون سالن جا هوا، تہ سندن ماتا کي ڏاڍو اچي بخار ٿيو، پهريان ٧-٨ ڏينهن هوءَ بخار ۾ بہ سنان ڪري، پاٺ پڙهي ڪندي هئي، مگر اٺين ڏينهن ڪنبس اهڙو تہ زور سان لڳس جو هوءَ اٿي نہ سگهي. سندس چت ۾ اها چنتا هئي تہ اڄ ڏينهن تائين ڪو ڏينهن بنا پاٺ جي نہ ويو آهي؛ اهڙيءَ ڪري سوچ ۾ هئي تہ، اهڙيءَ مهل مهاراج جن پنهنجي کٽ تان اٿي، ماتا وٽ آيا ۽ چوڻ لڳا، ”امان! توهان اڄ پاٺ نہ ڪندائو ڇا؟“ ماتا جي اکين ۾ پاڻي اچي ويو. مهاراج جن چيو تہ ”مان اڄ پاٺ ڪندس.“ پهريون ٻہ چار پوڙيون تہ مهاراج جن کي ماتا سان روز پاٺ ڪندي ياد ٿي ويون هيون. ليڪن ماتا جي حيرانيءَ جي حد نہ رهي، جڏهن هن سڄو جپ صاحب زباني چئي ماتا کي ٻڌايو، اهڙيءَ خوشيءَ ۾ ماتا جو ٿڪ ئي لهي ويو.

حضور جن اسڪول ۾ هميشہ پهريون نمبر ايندا هئا. پنهنجي اُستاد جي ماتا پتا سمان عزت ڪندا هئا ۽ هن کي کوہ تان پاڻي ڀري اشنان ڪرائيندا هئا ۽ سندن گهر جو ڪم بہ خوشيءَ سان ڪندا هئا. جڏهن نوڪريءَ ۾ هوندا هئا، تڏهن بہ پنهنجن ڇوٽن ماسترن کي سوکڙيون موڪليندا هئا.

حضور جن کي فوج ۾ نوڪري ڪرڻ جو شوق هوندو هو ۽ هو ١٤ نمبر پنجاب پلٽڻ ۾ داخل ٿيا. ٤-٥ مهينا پريڊ

سکيا پوءِ انگريز آفيسرن جي پڙهائڻ لاءِ کين اسڪول ماستر مقرر ڪيو ويو. ڪجهه عرصي کان پوءِ کين رُڙڪيءَ ۾ پلٽڻ طرفان پڙهڻ لاءِ موڪليو ويو. جتي انجنيري ۱۸۸۲ع ۾ پاس ڪيائون. جنهن کان پوءِ کين پنهنجي پلٽڻ ۾ مليٽري انجنيئرنگ سروس ۾ رکيو ويو، جتان سب ڊويزنل آفيسر جي عهدي تان رٽائرڊ ڪيائون.

بابو گلاب سنگهه، جو ڪيترو وقت حضور جن جو هيڊ ڪلارڪ هو، سو ڳالهه ٿو ڪري ته حضور جن ڏاڍا محنتي هئا ۽ جانفشانيءَ سان ڪم ڪندا هئا، اسين ٿڪجي پوندا هئاسين پر هو اصل نه ٿڪبا هئا. سرڪاري ڪم ۾ رات ڏينهن هڪ ڪري ڇڏيندا هئا ۽ کاڌو کائڻ به وسري ويندو هون. پيار جي هڪڙي لفظ سان، سڀني جون دليون هٿ ڪري ڇڏيندا هئا.

ڪڏهن به ڪنهن سان سختي ڪانه ڪندا هئا. جو ڪم ٻين آفيسرن کان نه ٿي سگهندو هو يا انهن جي عقل کان ٻاهر هوندو هو، ته اهو هنن کي پوري ڪرڻ لاءِ موڪليو ويندو هو. مري پهاڙ ۾ واٽر ورڪس به حضور جن جي زير نظر ٺهيو هو. تمام پري کان پاڻي آڻڻو هو. جتان پاڻي آڻڻو هو، اهو رستو تمام اٽانگو هو ۽ وچ ۾ تمام ڏکيا جبل هئا. جن مان وڏي پاڻيءَ جا نلا لنگهائڻا هئا. اهو تمام مشڪل ڪم هو.

پهرين ته اُلي جيڪي انگريزي آفيسر ڪم ڪندا هئا، سي مترڪن سان پهاڙن جا پٿر ڀڃائيندا هئا، انهيءَ ۾ وڏو خرچ اچي ٿي ويو. انهيءَ ڪم جي سوچڻ لاءِ سڀني آفيسرن جي ميٽنگ ڪوٺائي وئي. حضور جن اها تجويز پيش ڪئي ته، بارود سان پٿر ٽاڪيا وڃن ته انهيءَ ۾ خرچ گهٽ ايندو ۽ ڪم به جلد پورو ٿيندو. سڀني کي اها رٿ پسند آئي. جڏهن وڏا پاڻيءَ جا نلا مريءَ جي بزار مان ٿي لنگهيا، جتي انگريزن جا وڏا دڪان هئا ۽ هڪ ڊبول به هئي، تڏهن

اُن انگريزي واپارين ۽ پارسين سرڪار کي نوٽيس ڏنو ته ”جيڪڏهن بارود سان ٽڪر ڪاٽي ڪري، سندن دڪانن ۽ ديول جي شيشن ۽ حضرت عيسيٰ ۽ مريم جي بتن کي نقصان ٿيو، ته انهيءَ لاءِ سرڪار ذميوار ٿيندي.“ وڏا آفيسر وڏي وڻجار ۾ پهتي ويا ۽ حڪم ڏنائون ته ”اهو بازار ۽ ديول جو ٽڪر، هٿرڪن سان ڀڃيو وڃي.“ پر اُلي ٽڪر اهڙو ته سخت هو جو انهيءَ کي پٽڻ ڏاڍو مشڪل هو. ١٥ ڏينهن ۾ اهڙي طرح ڪم ڪرڻ سان پتو پيو ته ٻن سالن ۾ به اهو سڄو ٽڪر ڀڃي نه سگهبو ۽ جيڪو خرچ سڄي واٽرورڪس لاءِ منظور ٿيل آهي، سو سڀ انهيءَ هنڌ لڳي ويندو.

انهيءَ لاءِ آفيسر گڏ ٿيا ۽ سندن دماغ ۾ ڳالهه ٿي آئي ته هاڻي ڇا ڪجي! آخر حضور جن ڏانهن نهاري هنن سڀني چيو ته ”توهين ڪا انهيءَ لاءِ تجويز ٻڌايو؟“ تنهن تي حضور جن چيو ته ”منهنجي خيال ۾ هڪڙي تجويز آهي، پر انهيءَ لاءِ ٽي چار سو ڪاٺ جا سليپر گهرجن.“ سڀني چيو ته ڪٿي چار هزار سليپر کڻو. توهان کي ڪل اختياري آهي، جيئن کپيو تيئن ڪريو، پر ڪم ڪيئن به جلدي پورو ٿئي.“ سليپرن لاءِ آرڊر ڏنو ويو.

پوءِ ان سرنگهه کوٽي انهيءَ مٿان ٿنڀون ٿيون سليپرن جون رکيون ويون، تنهن جي مٿان وري ڳرا پٿر رکيا ويا ته جيئن سرنگهه جي اندر بارود ڦاٽي ته انهيءَ جو زور سليپر پٽي ڇڏين ۽ پوءِ پٿر نه اڏامن ۽ ٻاهر ڪو به نقصان نه ٿئي. انهيءَ سڄي ٽڪر ۾ حضور جن پاڻ روبرو ڪم ڪرائيندا هئا. جڏهن پاڻيءَ جي نلين لڳائڻ جو ڪم دڪانن جي سامهون اچي پهتو ۽ اوستائين سڄي ڪم جي پوري جاچ مزورن ۽ زائدستن کي پڇي ورتي هئي. انهيءَ هنڌ خود حضور جن ٻيهي اٺ سرنگهون کوٽايون. سرنگهن جي مٿان سليپرن جون ٿنڀون لڳايون ويون، باقي ڪي ٿيا سليپر لڳائڻا هئا. انهيءَ وقت حضور جن جو نوڪر

لاءِ ڪجهه ناشتو ۽ پاڻي ڪٽي آيو هو. هن پاسيرو تي اهو .
و ۽ جڏهن واپس آيو ته حڪم ڏنائون ته "باقي چٽن سرنگهن
ن سليپر رکي ڪم شروع ڪريو." تنهن لي عزورن چير ته "بارود
ي ڦلين ڪي ۽ انن ٿي سرنگهن ۾ باهه لڳائي وئي آهي."
حضور جن فرمايو ته "اهو ٻڌي منهنجي بدن جو جٽ ته
ت ٿي سگهي ويو." سمجهيم ته هاڻي آندر پٿرن ڦاٽڻ
ڪري دڪانن جا شيشا وغيره ۽ ديوال جا ٻت چيهون چيهون
ٿي ويندا ۽ انگريزي آفيسر چوندا ته هڪ ديسي آفيسر جي
هت هيٺ ڪم ڏنئي، سرڪار کي ڪيترو نه نقصان ٿيو.
دل ۾ چيم ته ٻوڙي وجي بارود جي دڪاڻ وارن ٻرندڙ
فيوزن کي ڪڍي ڇڏيان. ليڪن منهنجي ساٿي آفيسرن ۽ بين
ڇني، زبردستيءَ مونکي اِئين ڪرڻ کان روڪيو، مگر انهيءَ
وقت صبر ڪٿي تو اچي!
ٻوڙي جيئن سرنگهن وٽ ويس، ته آزخود دل مان پرارٿنا
لڪتي، "اي مالڪ! هن وقت منهنجي عزت ۽ لڄ تنهنجي
هٿ ۾ آهي." پهريائين سرنگهه وٽ پهتس ته آفيسرن چيو ته
"سرنگهه ڦاٽڻ واري آهي، پري ڀڄ،" نه نه ته بدن پرزا پرزا
ٿي ويندءِ، خدا جي واسطي واپس اچ." پر انهيءَ وقت جس
جو ڪنهن کي هوش هو! پهريائين سرنگهه جو فيوز ڪڍيو وا
منهنجي حيرانيءَ جي حد نه رهي، جڏهن ڏٺم ته وٽ شر
ٿي تورو پري وسامي وئي هئي. ٻوڙي بيءَ سرنگهه
ويس، ٽينءَ تي ويس، چوٿينءَ تي ويس سيني جي
حالت هئي. چارئي وٽيون تورو پري پاڻ کان پاڻيهي و
وٽيون هيون.
انهيءَ وقت ستگرو ديندال جي مهر ۽ ديا جي
مون لي تي، آها منهنجي دل جاڻي ٿي. روم روم مان
جي احسان جو شڪر نڪري رهيو هو. دل چاهيو
پيهجو تن من گروءَ جي چرڻن تان قربان ڪري ڇڏيان

اُهو ڪم ڪري ڏيکاريو، جو اِنسان جي طاقت کان ٻي ٻاهر هو! پوءِ اُنهن سرلنگهن مٿان ڪاٺ جا سليپر لڳائي، اُنهن فيوزن کي ٽُورو ڪاٽي ٻيهر ڏنو ورتي اُهي ڪم آلدا ويا ۽ اُهي اَڄُرا بڻيا هو جيڪي ته اُنهن ۾ ڪوبه نقص ڪونه هو. حضورجن فرمايو ته ”اُها سڄي رات گروءَ جي شڪراني ڪرڻ ۾ گذري، روم روم، ڏن ستگرو پتي پڪاريو.“ ٻه گروءَ جي دئا، مهر ۽ فضل جو ڪوئي ڪيترو شڪر اَدائي ڪري سگهي ٿو!

وري فرمايائون ته ”سڄي مردي سان جيڪو عرض گروءَ جي چرنن ۾ ڪبو آهي وڃي، سو گرو ضرور اُهو پورو ڪري.“ دنيا جي پدارٿن جو عرض ڇا ڪرڻو آهي! گروءَ کان ته گرو ئي گهرڻ گهرجي.

آز خدا غير از خدا چيزي مخواه،

دل مکن آز ذکر با طلها سياه. (مولانا روم)

وري چيائون ته جڏهن باباجي مهاراج سان، اُنهيءَ واقعي جو ذڪر ڪيم، ته هو فرمائڻ لڳا، ”مالڪ هميشه پنهنجن پيارن ڀڳتن جي مدد ڪري ٿو ۽ سوامي سڀ تنهنجا ڪم پورا ڪندو.“

**گرهست آشرم:-** حضورجن جي شادي ٢٤-٢٥ ورهين جي عمر ۾ ڪشن ڪور سان ٿي. اَلاوپهن سالن جي نوڪريءَ جي عرصي ۾ فقط ٽي دفعا ٻن ٻن مهنن لاءِ سندن اِستري ساڻن گڏ نوڪريءَ ۾ رهي، باقي سڄو وقت هوءَ پنهنجي ڳوٺ ۾ رهندي هئي. باباجي مهاراج جي درشن کان جلدي پوءِ، حضورجن پورن طور سان جتي رهڻ جو پرڻ پرڏان ڪري ڇڏيو هو. اُنهيءَ وقت سندن عمر اٽڪل ٣٦-٣٧ سال هئي.

١٩٤٤ع ۾ ماتا ڪشن ڪور جي چولي ڇڏڻ کان پوءِ هڪ دفعي حضورجن فرمايو ته، ڪشن ڪور، مولڪي پنهنجي پري پالڻ ۾ پوريءَ طرح مدد ڪئي ۽ باباجي مهاراج جن جيڪو هن

حڪم ڏنو هو ل، هاڻي تون پنهنجي خاندان کي، پنهنجي ... سان نه ڏسج، تنهن لي هو پوريءَ طرح سان قائم رهي. حضورجن کي ٽني پٽ ڄاوا - (١) سردار ٻچنت سنگهه (٢). سردار بسنت سنگهه (٣) سردار هربنس سنگهه. سردار بسنت سنگهه ٣٢ سالن جي عمر ۾ گذاري ويو.

حضورجن جا ماتا، پتا، ڏاڏو ڏاڏي سڀ ڌرمي خيالن جا هوندا هئا، تنهنڪري ڪين ننڍپڻ کان ئي ڌرمي روحانيت جو شوق هوندو هو.

سندن گهر جا سڀ مرد ۽ زالون، هرروز صبوح جو جپ صاحب جو پاٺ ڪندا هئا، جو ڪين ننڍي هوندي کان ئي ياد هوندو هو. ٩-١٠ سالن جي عمر ۾ هنن گرنٿ صاحب جو پهريون پاٺ پورو ڪيو. شروع کان ڪين ڪتابن پڙهڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هو، ليڪن اجايا فضول ڪتاب پڙهڻ ۾ پنهنجو وقت نه وڃائيندا هئا ۽ فقط ڌرمي ڪتاب پڙهندا هئا، جهڙوڪ نانڪ پرڪاش، رامائڻ، مهاڀارت، ڀاڳوت وغيره. انهن ڏينهن ۾ ڌرمي ڪتاب ٿورا هوندا هئا تڏهن ۾ ڪتاب نه ڪتان آهي هٿ ڪري پڙهندا هئا ۽ ڪيترائي ڌرمي ڪتاب گهرائي پڙهيائون. ڪيترا اسلامي ڪتاب اردوءَ ۾ ترجمو ڪيل، جهڙوڪ ڪيميائي سعدت، احيا العلوم وغيره هنن پڙهيا.

شروعات ۾ نوڪريءَ جي وقت ۾ يعني باباجي مهاراج جي درشن کان اڳ، حضورجن پنهنجو ڪافي وقت ساڌ مهاتمائن ۽ مسلمان فقيرن جي صحبت ۾ گذاريو. جڏهن ١٨٩١ ۾ سندن بدلي مري پهاڙ تي ٿي، تڏهن اُتي پريومل ڌرمسالا ۾ جي پرسان مسواڙي جاءِ ۾ رهندا هئا. اُنهيءَ ڌرمسالا ۾ امرناٿ جي ياترا وڃڻ وارا مهاتما، اڪثر اچي رهندا هئا. اُنهن ... حضورجن کاڌو ڪپڙو ۽ ڪجهه مسافريءَ جو خرچ پڻ ڏ... هئا. اُنهيءَ زماني ۾ حضورجن وبدانت جا ڪيترائي ڪ...

پڙهيا، جهڙوڪ گيتا، يوگ وشسٽ، اپنشد وغيره ۽ اُنهيءَ جي مهالمالن سان انهن تي وچار ڪيو ۽ سمجهيا. مسلمان فقيرن کان مولانا روم، شمس تبريز، خواجه حافظ جا ڪتاب ۽ مجددالف ثاني وغيره پڙهيا ۽ سمجهيا. هڪ پادريءَ سان انجيل بابت ڳالهه ٻولهه به ڪندا هئا.

حضور جن فرمائيندا هئا ته ڪين ڪڏهن به، ڪنهن به ڌرمي سوسائٽيءَ ۾ وڃڻ کان عار نه هوندو هو. جتي به ڪين سٺي ڳالهه لڀندي هئي، اُتان اها حاصل ڪندا هئا. هڪ ڪتاب موسوم فتوحات مڪي، گهڻيءَ ڪوشش کان پوءِ مصر مان گهرائي پڙهيائون. قرآن شريف پوري طرح پڙهيو هوائون. اهڙيءَ طرح پنجٽهن سالن جي عمر تائين، ڪامل ستگروءَ جي ڳولا ۾ انهيءَ مڪمل فرض جي تياريءَ جو انتظام ڪيندو رهيو، جو حضور جن کي باقي سڄيءَ عمر ۾ پورو ڪرڻو هو.

**باباجيءَ جو درشن:-** سنه ١٨٩٤ع ۾ جڏهن مريءَ ۾ هئا. تڏهن سندن ملاقات بابا جئمل سنگهه سان ٿي. انهيءَ وقت کان پوءِ سندن حياتيءَ جو نئون دور شروع ٿيو. انهيءَ ڳالهه جو اشارو گهڻو وقت اڳ، پشاور جي هڪ **فقير ڪاهن** ڪيو هو. جڏهن حضور جن جي نوڪري، نوشهره ۾ هوندي هئي، تڏهن اڪثر هو آرتوار ڏينهن بابا ڪاهن کي گڏجڻ ويندا هئا، جو بلڪل مستيءَ جي حالت ۾ رهندو هئو ۽ ڪنهن کي به پاڻ وٽ اچڻ نه ڏيندو هو. جيڪو به سندس ويجهو ايندو هو تنهن کي گاريون ڏئي ڀڄائي ڇڏيندو هو. حضور جن جڏهن ملڻ ويندا هئس، تڏهن هو نهايت صبر ۽ عزت سان پيش ايندو هو ۽ ڪين ڏاڍو پيار ڪندو هو. حضور جن به هن جي ڏاڍي خاطري ڪندا هئا ۽ جنهن به شيءَ جي کيس ضرورت هوندي هئي سا کيس وٺي ڏيندا هئا.

هڪ ڀيري حضور جن ٻلڪ مالوٽن جي ڊيوٽي تان واپس هڪ ماڻهوءَ جي موڪل لاءِ گهر وڃي رهيا هئا. ڪين پاڻ سان

هزار روپيا روڪڙا هئا. رستي ۾ بابا ڪاهن جي گڏجڻ لاءِ شاور اسٽيشن تي لهي پيا. ڏٺائون ته بابا ڪاهن اڳيئي اُتي سٽيشن تي بيٺو هو ۽ چيائين ته "اڄ منهنجي سرڪار ڪي اچڻو هو، جيئن ته خود ئي وڃي هن سان گڏجان." اُتان پوءِ هُو حضور جن کي پنهنجي رهڻ واري هنڌ تي وٺي ويو. پيو ته ويهارڻ لاءِ هنڌ ڪجهه به نه هو، سو پنهنجو ڪمبل لاهي ڪٽ تي وڇايائين. حضور جن جڏهن اُنهيءَ تي وهڻ کان انڪار ڪيو، تڏهن چوڻ لڳو، "جا مان توهانکي وهاريان ٿو ۽ توهين ٿا وهو؟" ۽ زبردستيءَ حضور جن کي اُن تي وهارايائين. ڏير ائين پاڻ ۾ ڳالهيون ڪندا رهيا. موڪلائڻ مهل حضور جن هنجي کيسي پنج روپيا رکيا. هُو چوڻ لڳو ته "مان پورا ويهه وٺندس اڃا گول گول." حضور جن فرمايو، "بابا! هاڻي تون وڏو لالچي ٿي پيو آهين. اڳي ڇهن پنجن روپين ۾ راضي ٿيندو هئين، اڄ ويهه روپيا ٿو گهرين؟" هن جواب ڏنو ته "مان لالچي ڪونه آهيان، مال موجب ذڪوات (دان) ٿيندي آهي، تون ٻه هزار روپيا کڻي آيو آهين ۽ مون ويهه روپيا گهريا آهن." حضور جن ويهه روپيا ڪڍي هنجي سامهون رکيا. تڏهن هُو چوڻ لڳو، "توکي خبر آهي ته مونکي روپين جي ڪابه ضرورت نه آهي، هينئر ئي ڇوڪرا ايندا ۽ اهي سڀ ڦري ويندا. مان چاهيان ٿو ته تنهنجي ڪمائي پاڪ ۽ سڦل ٿئي. جنهن ڪمائيءَ لاءِ غريب غربي لاءِ حصو نڪري ٿو، اُها ڪمائي هضم ٿي ٿئي، نه ته اُنهيءَ جو زهر خرابي پيدا ٿو ڪري." ٿوريءَ دير کان پوءِ اُتي ننڍا ننڍا ڇوڪرا آيا ۽ هنجي ڪپڙن جي تلاشي وٺي سڀ روپيا کڻي هليا ويا ۽ هو تن کي گاريون ڏيندو رهيو.

ڪيترن ڏينهن ڪانپوءِ هڪ ڏينهن تمام گهڻيءَ دير تائين، حضور جن بابا ڪاهن وٽ ويٺا هئا ۽ ڪيتري رات گذري ڪانپوءِ، هُو چوڻ لڳو ته "هاڻي اُٿ وڃ." حضور جن چيس ته "اڄ

مان خالي ڪري ويندس، اڄ لوڪان ڪجهه ڦري ويندس.“ هن چيو
”لوڪي اتي ملندو جنهنجو انت ئي نه آهي. پر اڃا اهو وقت
نه آيو آهي.“ حضور جن پڇيس ”اهو وقت ڪڏهن ايندو؟“
هن چيو ته ”خالي اهو سمو اڃا وارو آهي.“ وري حضور جن
چيو ته ”چا! تون ڏيندين يا ڪو ٻيو ڏيندو؟“ جواب ڏنائين
ته ”تنهنجو حصو مون وٽ نه آهي، ڪوئي ٻيو ڏيندو؟“ تنهن
تي حضور جن پڇيو ته، ”اهو ڪٿي آهي، انهيءَ جو نالو ۽ پتو
ٻڌاءِ؟“ هن جواب ڏنو ته، ”تون هنکي ڳولي نه سگهندين،
هو پاڻ توسي تنهنجي ڳولا ڪندو، تنهنجي امانت هن وٽ
رکي آهي.“

ٿورو پوءِ اڃين؟ حضور جن هڪ ڏينهن صبح جو، گهوڙي
تي آفيس مان پهاڙ تان هيٺ پئي لٿا ته، انهيءَ وقت سندن
سامهون رستي تي، باباجي مهاراج ۽ ٻيو رکو مٿي پهاڙ ڏي
پئي ويا، جن کي هن ڏٺو ۽ سمجهيو ته شايد هي ڪو فوجي
پينشنر آهي جو آفيس مان پنهنجي پينشن وٺڻ پيو وڃي يا
ڪمشنريءَ تي هن جي ڪا اپيل هوندي! جڏهن حضور جن
باباجي مهاراج جي برسان لنگهي ويا، تڏهن باباجيءَ ٻيءَ
رکوءَ کي چيو، ”مان هن شخص لاءِ ئي هت آيو آهيان، هي
منهنجو گهڻي وقت کان ميلاپي آهي.“ تنهن تي ٻيءَ چيو
ته ”هن ته لوهان کي واهگروءَ جي فتح به نه چئي، هي ڇڳو
لوهان جو واقف آهي؟“

باباجيءَ جواب ڏنو ”هن وچاري کي ڪهڙي خبر آهي
ته اڄ کان چوٿين ڏينهن هو مون وٽ ايندو.“ ٿورو پوءِ اڃين.
حضور جن ڳالهه ڪندا هوا ته، انهيءَ وقت هو هڪ ويدانتي
هئا، هڪ ويدانت جو ڪتاب پيا پڙهندا هئا. تنهن
وقت اهو ويدانتي ساڌو هتن وٽ ويٺو هو ته،
ڪنٽونمينٽ مئجسٽريٽ جو هيڊ ڪلارڪ،
۽ بابا جي ”لوهان کي ڪيتري وقت کان ڪنهن

ڪمائيءَ واري مهاتما جي تلاش آهي، اَڄ ڪلهه هت هڪ ڪمائيءَ وارو مهاتما آيو آهي، جيڪڏهن هنجو درشن ڪرڻو اٿو ته مون سان گڏ هلو." ڳالهين ڪندي هن ظاهر ڪيو ته اهو راڌا سوامي مت جو نيتا آهي ۽ هو سرت شبد يوگ جي مارگ جي تعليم ڏئي ٿو. تنهن تي اُنهيءَ ويدانتي ساڌوءَ، راڌا سوامي مت جو نالو ٻڌنديئي ڦلي اُنهيءَ جي نندا ڪرڻ شروع ڪئي. هو چوڻ لڳو ته "اهي ماڻهو ناستڪ آهن ۽ ايشور کي نٿا مڃين." هو وڌيڪ چوڻ لڳو ته " ناستڪن سان ملڻ ۾ ڪهڙو لاڀ آهي؛ اهڙن ماڻهن جي سنگت کان ٻري ٻيڻ گهرجي."

حضور جن چيو ته "ڳالهين ڪرڻ سان شايد هو ناستڪ مان آستڪ بڻجي پوي!" اُنهيءَ مهاتما جي اهائي منشا هئي ته ڪهڙيءَ به طرح هيءُ اُلي نه وڃي.

خير! ٻئي ڏينهن حضور جن بابو ڪاهن سنگهه سان گڏ، سڪدي‌يال آگري جي ستسنگيءَ جي اوطاق تي ويا، جتي باباجي مهاراج اتل هئا. ٽي چار ڏينهن لڳاتار ڳالهيون ٻيندي‌ون رهيون. حضور جن سوال ڪندا ٿي رهيا ۽ باباجي ڏاڍي پريم سان، جواب ڏيندا رهيا. هن اينترا ته سوال ڪيا جو بعضي ٻيا ستسنگي تنگ ٿي پوندا هئا ۽ اها شڪايت ڪرڻ لڳا ته هن شخص ته اسانجو ستسنگ خراب ڪري ڇڏيو آهي! باباجيءَ فرمايو ته هن کي سوال ڪرڻ ڏيو. چوٿين ڏينهن کان پوءِ سندن سڀ سوال ختم ٿيا. کين هاڻي يقين ٿي ويو ته گرو نانڪ صاحب جي سچي تعليم بعني اها شيءِ جا گرو نانڪ صاحب جن کان گرو انگد صاحب جن کي ملي ۽ وري گرو انگد صاحب جن کان گرو اَمرداس جن کي ملي، اُها مون کي هنن کان ملي سگهندي! پنجن نامن جو ڀيد ۽ شبد مارگ جنهن جو ذڪر بار بار گرنٿ صاحب ۾ اچي ٿو، اُنجو پورٿين دفعي هنن کولي ورلن ڪيو آهي. حضور جن ٻاڻ عجب ۾ پيا ته ڪيتري قدر هن مت جي متعلق ماڻهن ۾ غلط فهمي ڦهليل

مان خالي ڪرڻ ويندس، اڄ لوڪان ڪجهه ڦري ويندس." هن چيو "لوڪي اهڙو ملندو منهنجو الست لي نه آهي. پر اڃا اهو وقت نه آيو آهي." حضور هن پڇس "اهو وقت ڪڏهن ايندو؟" هن چيو ته "هاڻي اهو سمو اچڻ وارو آهي." وري حضور جن چيو ته "چا! تون ڏيندين يا ڪو ٻيو ڏيندو؟" جواب ڏنائين ته "منهنجو حصو هاڻي وقت نه آهي، ڪوئي ٻيو ڏيندو؟" تنهن تي حضور جن پڇيو ته، "اهو ڪٿي آهي، انهيءَ جو نالو ۽ پتو ڏجاءِ؟" هن جواب ڏنو ته، "تون هنڪي ڳولي نه سگهندين، هو پاڻ تو کي تنهنجي ڳولا ڪندو، تنهنجي امانت هن وٽ رکي آهي."

ٿيو به ائين؟ حضور جن هڪ ڏينهن سيري تي، گهوڙي تي آئس مان پهاڙ تان هيٺ پئي لٿا ته، انهيءَ وقت سندن سامهون رستي تي، باباجي مهاراج ۽ ٻيهي رکو مٿي پهاڙ تي پئي ويا، جن کي هن ڏٺو ۽ سمجهيو ته شايد هي ڪو لوچي پيشمر آهي جو آئس مان پنهنجي پيشن وٺڻ پيو وڃي. ڀلا ڪمشنريءَ ۾ هن جهڙي ڪا اپيل هوندي! جڏهن حضور جن باباجي مهاراج جي پرسان لنگهي ويا، تڏهن باباجيءَ ٻيهي رکوءَ کي چيو، "مان هن شخص لاءِ ٿي هتي آيو آهيان، هي منهنجو گهڻي وقت کان مطلبي آهي." تنهن تي ٻيهيءَ چيو ته "هن ته لوهان کي واهگروءَ جي فتح به نه چئي، هي ڇڳو لوهان جو واقف آهي؟"

باباجيءَ جواب ڏنو "هن وچاري کي ڪهڙي خبر آهي ته اڄ کان چوٿين ڏينهن هو مون وٽ ايندو." ٿيو به ائين.

حضور جن ڳالهه ڪندا هوا ته، انهيءَ وقت هو هڪ وڪالتي مهالما کان، هڪ وڪالت جو ڪتاب پيا پڙهندا هئا. ٽئين ڏينهن جڏهن وقت اهو وڪالتي سادو هن وٽ ويٺو هو ته، بابو ڪاهن سنگهه ڪنٽونمينٽ مئجسٽريٽ جو هيڊ ڪلارڪ، هن وٽ آيو ۽ چيائين، "لوهان کي ڪمشنري وقت کان ڪنهن

آهي. ويدانتي ساڌوءَ جي ڳالهه تي هن کي ڏاڍو عجب لڳو ۽ انهيءَ سان گڏ افسوس به ٿيس ته جن ماڻهن کي اسين گهاٽي مهاتما سمجهون، انهن کان روحانيت جي سڌ حاصل ڪرڻ ۾ بيهجر ٻار ٿا سمجهون، اهي ماڻهو ٻيا ڪيئن تصنيفات جي، غلط بيان ڪرڻ ۾ ڪسر نٿا رکن! اهي ڏسي هن بابا جي مهاراج جن جي خدمت ۾ نام جي بخشش لاءِ عرض پيش ڪيو، ليڪن انهيءَ سان گڏ اهو به چيو ته مولکي راڌا سوامي نام ته ڏاڍو وڻي. ليڪن اي باباجيءَ ٿوڪ ڏيئي ڪلي ڏاڍو ۽ ڇيالون ته انهيءَ ناليءَ تان لوڪي جو اعتراض آهي؟ حضورجن جواب ڏنو ته مولکي اعتراض ڪاليهه ۾ اهو نالو مولکي ڏاڍو عجب لڳو معلوم ٿئي.

باباجيءَ ڪالهه پڇيو ته، "اون ڪهڙيءَ ٻاليءَ جو پاٺ ڪندو آهين؟" هن چيو ته جپ صاحب ۽ جاپ صاحب، اهي ٻئي منهنجا روز لت ليم آهن ۽ ٻيو وقت به وقت مان گرنٿ صاحب به پڙهندو آهيان. باباجيءَ پڇيو ته جاپ صاحب ۾ گرو گوبند سنگهه صاحب ايشور جا ڪيترا نالا رکيا آهن، جيڪي ٻيهرين ڪيئن به گرنٿ ۾ ٻرنيءَ ۾ ته درج ڪيل آهن؟ حضورجن جواب ڏنو ته اهي سالامرن ڪڏهن ڳڻيا ته ڪونهن پر سمجهان ٿو ته اٽڪل ٻارهان ٻارهان سو هوندا.

باباجي مهاراج جن فرمايو ته جڏهن ٻارهن سؤ نالا جي ته اڳ ڪيئن به گرنٿ ۾ ته ڏنا آهن، تن کان لوڪي اعتراض ته آهي، ته ٻوءِ جيڪڏهن ڪنهن مهاتما، اڪال پرک جو پيار مان، هڪ ٻيو نالو رکيو، ته ٻوءِ انهيءَ اي لوڪي جو اعتراض آهي؟ ٻوءِ وري چيائون ته راڌا سوامي نالو واهگروءَ جو آهي راڌا روح کي چون ٿا ۽ سوامي انهيءَ جو مالڪ آهي. راڌا سوامي معنيٰ روح جو مالڪ.

ڪل مالڪ کي ئي سوامي سوامي سڀئي مهاتمائن ڪري سڏيو آهي. گرو نانڪ صاحب جن چيو آهي، "اوچ اپار

اَننت سوامي.“ اهڙيءَ طرح ٻين مهاتمائن ۽ سواميءَ پڻ جو
ارو ڪيو آهي. سوامي، جن فقط هڪ لفظ راڌا، اُنهيءَ ۾
و آهي، جنهن ڪي ٻنا سمجهي اُنترو اعتراض ٿو ڪيو وڃي!
پوءِ سواميءَ جن جي ٿاهيل پوٿي سار وچن مان هڪ شبد
ڪڍي ڇپائون ته هي پڙهه:-

”راڌا آد سُرت ڪا نام - سوامي آد شبد نج ڌام،
سُرت شبد آد راڌا سوامي - دونو نام ايڪ ڪر جاني.“

اُنهيءَ کان پوءِ حضور جن چيو ته، ”هاڻي اصليت موٽڪي
سمجهه ۾ اچي ويٺي ۽ جڏهن اهو مالڪ جو ٿالو آهي ته
پوءِ موٽڪي اُنهيءَ لئي ڪو به اعتراض نه آهي.“

ٻئي ڏينهن حضور جن کي ٿام مليو. باباجي مهاراج جن ٿام
ڏيئي ڪين فرمايو ته، ”تنهنجي امانت مون وٽ رکيل هئي
جا اڄ مون توکي ڏني آهي.“ اهو ٻڌي هُن کي بابا ڪاهن
جا لفظ ياد آيا ته ”جنهن وٽ تنهنجي امانت آهي، اهو پاڻيهي
توکي ڳولهيندو.“ ڪجهه وقت کان پوءِ، حضور مهاراج جن
موڪل وٺي، باباجي مهاراج جن وٽ ڏيري ۾ آيا.

هڪ پراڻو ستسنگي جو اُنهيءَ وقت اُتي ڏيري ۾ رهندو
هو سو ٻڌائي ٿو ته اُنهيءَ وقت، حضور جن سڄو ڏينهن هڪ
ننڍڙيءَ ڪوٺڙيءَ ۾ اندر دروازو بند ڪري ويهندا هئا ۽
ڪنهن کي به اُنهيءَ ۾ اندر وڃڻ جي موڪل ڪانه هوندي
هئي. شروع ۾ هو ٿورو کاڌو کائيندا هئا، ليڪن بعد ۾ ت
کائڻ پيئڻ لڳي بلڪل ٿالي ماٺ هوندو هون. هڪ روپئي جو
اَنو بياس اسٽيشن تان گهرائيندا هوا جو ڪيترن ڏينهن تائين
پيو هلندو هو! حضور جن کي پوٿي پڙهڻ جي هر رو
عادت هوندي، هئي، پر هاڻي اُنهيءَ پاسي کان بہ خيال
ويندو رهين. رات ڏينهن شبد اڀياس ڪانسواءِ، ٻيو ڪو ب
ڪم ڪو نہ ڪندا هئا. ٽي ڪلاڪ پيرن ٽي ويهي آسڻ ۽ ٽي
ڪلاڪ ٻيهي پاڻ ڪندا هئا، اهو ڪاٺ جي ٥ فوٽ ڊگهي

ڪرڻ جو مارڳ آهي. جيڪو سر لاٿو ڏئي سگهي، تنهنکي
ملندو نه ڪجهه نه. جيستائين دنيا جو پيار نه ڇڏيندو تيستائين
مالڪ جو پيار ڪيئن لڀندو؟" اهڙيءَ شخص جون ڳالهيون
ٻڌي، دل ۾ اڪثر اهو سوال اٿندو هو ته، حضور جن ته
ڪُل مالڪ، ساڪباب سمرٿ پُرش، الامي ۽ سڀڪنهن جا والي
آهن ۽ سمجهه نه سروع کان ولي سمجهه لڳا آهن، پوءِ هنن
کي هنن سمرن ڪرڻ ۽ انتري ڪشٽ ڪرڻ جو ڪهڙو ضرور
هو، جو شيڪر ٻه جيڪو وقت ڪن ملي ٿو، سو هنن اڀياس ۾
گذارين ٿا. گرو نانڪ صاحب، ڪبير صاحب ۽ ٻين سنتن جو
به نه اهڙي دستور هوندو هو.

دربالي لال ڳالهه ٿو ڪري ته اسان مان، ڪنهن کي به
حضور جن کان اهڙيءَ سوال پڇڻ جو حوصلو ئي نه ٿيندو هو.
حضور جن جو اهڙو نه ڪجهه رعب هوندو هو، جو انهن جي
سامهون غير مطلب جي ڳالهه لاءِ زبان ئي نه کلندي هئي، پر
هڪ دفعي اسين سڀ حضور جن جي ڪمري ۾ ويٺا هئاسين،
اڃا حضور جن اڃا نه آيا هئا. لالا ڏاراح وڪيل جو پيءُ بابو
ميداس، جو حضور جن جي هٿ هيٺ نوڪريءَ ۾ ساٿي گهڻو
وقت رهيو هو، اهو به اتي ويٺو هو. اهيءَ کي اسان اهڙيءَ
سوال ڪرڻ لاءِ زور ڏنو. جڏهن حضور جن آيا، تڏهن هن
کين چيو، "حضور! توهين هنن جهڙو ڪريو؟ لوڪن کي
اهڙيءَ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟" پير بالين ته حضور جن
اهيءَ سوال جي جواب ڏيڻ ۾ ٽالٽا جي ڪوشش ڪئي ۽
فرمايو، "هن نه ڪجي نه ٻيو جا ڪجي!" پر ميداس ڇڏڻ
لڳو، بابا جي مهاراج جن ته، حضور جن کي اهڙين ڏينهن نام ڏيڻ
وقت ماڻا مال ڪري ڇڏيو هو ۽ ڇير هلائون ته، منهنجي ٻلپان
جيڪو منهنجي ٻناءَ ئي ڪم ڪندو اهو مولڪان ڇوڙيو ٿيو ۽
ٻيو ڪنهن ايندو، پوءِ توهين ڪاڻ کي ڪشٽ ڇو ٿا ڏيندا
رهو؟"

اُجو ڪوٽ پائيندا هئا. سندن صورت، اڇي ڏاڙهي ۽ سفيد ڪپڙن سان ڏاڍي سرپيا ڏسبدي هئي ۽ ڏاڍي من موهڻي پيئي لڳندي هئي. دل پيئي چاهيندي هئي ته ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويهي اهو درشن ڪجي.

دربائي لال رتناڻي سيشن جج ڪپورٿلا وارو ڳالهه ٿو ڪري ته هڪ دفعي ۱۹۱۴ع يا ۱۹۱۵ع جو ذڪر آهي، جنهن وقت هو جلندر ۾ وڪالت ڪندو هو. هڪ ڏينهن هو ۽ يڳت سنگهه وڪيل ٻئي، حضورجن کي اسٽيشن تي ڇڏڻ آيا هئا. اُنهيءَ وقت اتفاق سان چوڌري رحيم بخش وڪيل، پنهنجي مرشد کي به اسٽيشن تي ڇڏڻ آيو هو. جڏهن هنجي مرشد حضورجن کي ڏٺو، ته اُٿي هڪدم ويهي، هڪ ٽڪ مهاراج جن ڏانهن هن نهارڻ شروع ڪيو. جيڏانهن پليٽفارم تي مهاراج جن پئي ڦريا، هن به اوڏاهين پنهنجو منهن پئي ڪيو. پنج ڏهه منٽ اهائي حالت رهي، آخر هن کان رهيو نه ٿيو ۽ حضورجن جي ويجهو اچي چوڻ لڳو، "توهان جي چهري جو الاهي نور ۽ روحاني پرڪاش اهڙو موهيندڙ ٿو لڳي، جو دل ٿي چاهي ته اهو ڏسندو ئي رهان!" تنهن تي حضورجن فرمايو، "اها سڀ توهان جي دل جي صفائي ۽ هردي جي پوترتا آهي ۽ مون ۾ نه ڪابه صفت نه آهي." هو چوڻ لڳو، "بزرگن جو ائين چوڻ ئي ته وڏو شان وارو آهي." پوءِ ٻه ٽائين پاڻ ۾ ڳالهيون ڪندا رهيا. ٻئي ڏينهن چوڌري رحيم بخش هڪڙي ٻڌايو، "حضرت فرمايو ٿي ته، توهان جا مهاراج صاحب، سڄي جهان جي فقيرن جو وڏو شهنشاهه آهي."

حضورجن جي تقرير ڏاڍي دلڪش ۽ اثر واري هوندي هئي. آواز اوچو، مٺو، سريلو ۽ من موهيندڙ هوندو هون. ٻه ٽي ٽي ڪلاڪ پريم سان اُپديش فرمائيندا رهندا هئا ۽ ذري به ٿڪاوٽ محسوس نه ڪندا هئا. جنهن وقت ستسنگ لاءِ تخت تي اچي ويهندا هئا تنهن وقت ملين ۾ ملين هردو

اُبوڙ ڪان ۽ اُبوڙ اکيون، هنن جي مهاسندر ۾ مِٺوھر شرابَ جو
درشن ڪري گد گد ٿي وينديون هيون ۽ ستسنگ ۾ سندن
مشڪرٽ ۽ ڳالهہ، گويا اُمرت جون ٻوندون وسڻ برابر هوندو هو
۽ شوڪن جي مرده دل کي، آلمڪ جيوت بخشيندو هو.
سندن مها اُتم ستسنگ جنم جنم جي پاپ ڪرمن جي مل
کي، هردي مان صاف ڪندو هو. مها ملين ۽ مها وڪاري
روح به سندن ستسنگ ۾ اچي بدلجي ويندا هئا. حضورجن
جي اُپديش جو اثر بجليءَ سمان هو. ڪلاڪن جا ڪلاڪ درشن
ڪري به سنگت درشن جي پياسي رهندي هئي.

حضورجن دَيا جا سمنڊ، پريم جا ساگر ۽ بخشش جا درياهہ هئا.
سندن بخشش جو خزانو سدائين ڀريل هو. جنهن وقت ڪوبہ
پاپي يا گنهگار سندن سامهون ايندو هو، اُنهيءَ وقت سندن
رحمت جو درياهہ جوش ۾ اچي، هنجي گناهن جو ميل صاف
ڪري ڇڏيندو هو.

حضورجن فرمائيندا هئا تہ سڀ جيون جا پاپ اٿا ڏسن.
جيڪڏهن هو اسان جي ڪرمن تي نظر ڪن، تہ پوءِ ڪوبہ
انسان، سندن ويجهي وڃڻ جو لائق نہ آهي. هنن جي دل ۾
سڀني لاءِ رحم ۽ دَيا جو ڀاوَ هوندو هو. فرمائيندا هئا تہ سڀ
انسان هڪ ئي پتا جا پٽ آهن ۽ ٻاڻ ۾ ٻالڪ آهن، پوءِ ڪنهن
کي ڇڏجي! ۽ هميشہ هو اها هدايت ڪندا هئا تہ ڪنهن جي
بہ برائي نہ ڏسو! فقط هن جي خوبين ۽ گڻن ڏانهن نگاهہ ڪريو.
هو سڀني کي هڪ نظر سان ڏسندا هئا ۽ هرڪو انهن سمجهندو
هو تہ مهاراج جن منهنجا آهن.

درباني لال رنارد سيٺ جيع ۽ ڪپورٿلا رياست جو
وزير، هڪ پنهنجو واقعو هن ريت ٿو بيان ڪري تہ، "هڪ
دفعي جون جي مهني ١٩١١ع يا ١٩١٢ ۾، مان حضورجن جي
درشن لاءِ بياس ڏاڙي ۾ ويس ۽ اتي ٻن ٻهرن جو رهي پيس.
اتي سڀ ڪاڏو ڪالسي پنهنجن ڪولين ۾ دروازا بند ڪري

وڃي آرامي ٿيا هئا. مان ٻارهان دريءَ ۾، ڪوٽ بوٽ لاهي،
هڪ ٽڏي تي مٿن ڪان سر رکي ليٽي پيس. اِها ٻارهان دري
حضور جن جي رهڻ واري ڪوٺيءَ جي لڳ هئي. انهن
ڏينهن ۾ ڏيري ۾ به ننڍا سنسنگ گهر، جي ڪوهه جي وچ آهن،
ٻارهان دري ۽ چوباري ڪانسواءِ، ٻي ڪا به عمارت رهڻ لاءِ
ڪانه هوندي هئي. حضور مهاراج جن اُپرندي واري چوباري
جي مٿان، ماڙيءَ ۾ آرام ڪندا هئا. هن ١٨ سال لڳاتار ٻهاڙي
علائقن ۾ نوڪري ڪئي هئي ۽ هي سندن ڀرپور ٿي سال
هيٺ ميدان ۾ رهڻ جو هو. انهيءَ ڪري هو ٻن پهرن جو
خميص لاهي ڇڏيندا هئا ۽ فقط هڪ ڪڇو ۽ بدن جي ڍڪڻ
لاءِ چادر اوڍيندا هئا." ديوان دريائي لال چوي ٿو ته "مان
ٻارهان دريءَ ۾ ليٽي ته پيس، مگر مونکي آرام نه آيو. هيٺ
فرش ٻاهه جهڙو تتل هو ۽ مٿان ٻاهه جهڙي لڪ پئي لڳي. اُڃ
۾ ڇپ سڪندا پئي ويا ۽ ائين پئي سمجهيم ته هڪ ٻاهه جي
ڪُوري ۾ پيو آهيان. ٿوري وقت کان پوءِ ڏٺم ته، سامهون
مهاراج جن، اُس ۾ چوباري کان هيٺ لهي، منهنجي سيرانديءَ
کان اچي بيٺا ۽ فرمايائون ته تون هت لُوهه ۾ ڇو پيو آهين؟
جلدي اُٿ. پوءِ هنن پنهنجي بدن تان چادر لاهي، مونکي
پنهنجي پٺي ڏيکاري ۽ چيائون "ڏس! تو منهنجو بدن زخمي
ڪري ڇڏيو آهي. بنتاسنگهه کي جلدي سڏ ڪيائون ۽ هن
کي حڪم ڏنائون ته هڪ منجي کڻي اچ. پوءِ سندن ڪوٺيءَ
جي ڀرسان هڪ ڪچيءَ ڪوٺيءَ ۾، اها چارپائي وڇائي،
اُنهيءَ جي مٿان فراسي ۽ وهاڻو رکائي، بنتاسنگهه کي چيائون
ته ڪوٺيءَ ۾ پيل گهگهيءَ مان ٿڌو پاڻي کڻي اچي مونکي
پياري. پٺي ڏيکاريندي مونکي ٻڌايو ته، مهاراج جن
پٺيءَ جي ڦوڦيڙن ڪري سڄي نه سگهيا هوا ۽ چوڻ لڳي،
"ڀائي! تنهنجا ڪي اهڙا سخت ڪرم هئا، جن جي ڪري
توکي لُڪ جهڙي ٻاهه ۾ سڙڻو هو ۽ اِهي ڪرم مهاراج جن

پاڻ ئي ڪيا آهن.“ جڏهن حضورجن جي ڏنا ۽ مهر ڄڻن ڳالهيون ٿيون ياد پيون ٿڏهن اکين مان آسون ٿيون وهڻ لڳن.“

**حضورجن جي قوّت برداشت:-** حضورجن جي سهڻ جي شڪتيءَ جو ڪهڙو بيان ڪجي! جيئن جي گرمين ۾ ڪنٽي ميدان ۾، لاڪاري ڪاڙهيءَ، پاڻ رونرو ٻهي، ڪڪڙ سڳن مان جدا ڪرائيندا هئا. اهي ڪي سَتسنگي ته اُس جي ڪري لڪجي پوندا هئا ۽ هيڏانهن هوڏانهن وهڻ لاءِ جاءِ پيا ڳولهيندا هئا، مگر حضورجن فوجي ڪمانڊر وانگر سدا ثابت هوندا هئا. ڪي حضورجن کي چوندا هئا ته، صبوح کان وٺي حضورجن اُس ۾ بيٺا آهن هينئر ٿورو آرام ڪريو؛ تنهن تي حضورجن مشڪي فرمائيندا هئا ته ڀڄيو! هاڻي هلون ٿا، باقي ٿورو ڪم آهي.

هڪ دفعي جو ذڪر آهي ته حضورجن، اُس ۾ ٻيهي ٽِي ڪم ڪرايو ۽ هڪڙي سَتسنگيءَ جيئن ڪولي سندن مٿان ڪٽي جهلي بيٺو. تنهن تي حضورجن چيو ته اُنهيءَ جي ڪابه ضرورت نه آهي. اُنهيءَ وقت حضورجن جو هڪ داستان ياد آيو، جو هن هڪ دفعي ٻڌايو هو ته، هڪڙي ڏينهن گرميءَ جي موسم ۾ هو البت آباد مان باباجي مهاراج جن جي درشن لاءِ بياس اچي رهيا هئا ۽ اڪيلا هڪ ٻجي مهينه جو بياس جي ريلوي اسٽيشن تي اچي پهتا. ڏينهن ٿاري هلڻ بدران، اُنهيءَ لئي وقت اُس ۾ ڏاري ڏانهن پنهنجو رخ رکيائون. اُنهن ڏينهن ۾ ٽانگا وغيره اُتي ڪونه هوندا هئا. رستي ۾ هڪ هنڌ ڇالو ۾ سهڻ جو خيال آين؛ پر دل ۾ چيائون ته وڃين ٿو گروءَ جو درشن ڪرڻ ۽ ڏسين ٿو اُس ۽ ڇالو. من کي اُلبن جڻيءِ، هڪدم اُٿي پنڌ پيا. هاڻي ڏاري جو حال ٻڌو.

باباجيءَ مهاراج جن سڄي عمر برهمچاري هئا. تنهن ڪري هو گرمي گهڻي محسوس ڪندا هئا ۽ اُس ۾ ٻاهر ڪونه نڪرندا هئا. جنهن وقت حضورجن بياس اسٽيشن کان ڏيري

انهيءَ ڪري ڪنهن به حالت ۾ لوڪي ايمان ڪرڻ جو ڪو به انڪار نه آهي، اهڙي ڏسي جي لوڻ سياڻپ کان ڪم ونندا آهن ته لوڻ ڏسندا آهن يا معلوم ڪندا آهن ته پوءِ هر ڪنهن نخرواريءَ ڳالهه ۾ لوڻ پاڪي تي يا حسيس ۽ مالڪ کي سڀ ڪجهه سمجهندا آهن.

---

# مالڪ جي راهه

"عشق اول در دلِ معشوق پيدا مي شود،
تا نه سوزد شمع، پروانه شيدا ڪي شود."

يعني عشق اوّل معشوق جي دل ۾ پيدا ٿو ٿئي. جيسين بتي نه ٻري تيسين پتنگ موهت ڪيئن ٿيندو؟ بتي آهي معشوق، پتنگ آهي عاشق. جتي عشق آهي اُتي سُور آهن. سورن ۾ عشق سمايو پيو آهي. سور جيو جي سنوار ٿا ڪن ۽ اندر جو غير ٿا ڪڍن. جيو ۾ ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه، اهنڪار جا غير لڳا پيا آهن.

وڏي ۾ وڏو غير آهي اهنڪار جو. جڏهن خوديءَ وڃيس تڏهن ته خدا مليس. سور ئي آهن جي انهيءَ کان آجو ڪرائيندس. سور سائينءَ جي پار جا سونهان آهن. اهنڪار يا خوديءَ جي نورت ڪرڻ لاءِ عشق، اُپجس ۽ سور موڪليندو آهي. مايا وچڻ جو اڏو سُور نه آهي جيڏو عزت جي گهٽائي جو ڏک آهي.

"سانئي سوڌو ڦريم جو، اُتيئي ماهه کان مڃانگو،
جي لوڪي خواهش حرص جي، ته نه ڪر سر جو سانگو،
ڦُرئي پساهه ڳچيءَ ۾ - گسلا جو ڳانگيو،
لنگهي پٽ لانگهو، ته مطلب سڌ ٿين ٿئي من جا."

دنيا جا سک ٿلهڙا آهن، پي ٿيا آهن ۽ سور ٿيا وارا آهن،

سور ڪڏهن نٿا ڇڏين، اهي جمع ڪان ولي مرڻ تائين آهن.
هڪ فقير چيو آهي:

"ڏي ڏکان دا ڏاج، ميڏون ڏي ڏکان دا ڏاج."

ڏکن کي فقير، ڏاج يا سوغات ڪري ٿو سمجهي.

"سکن کان شاباس، ڏهه ڏهه ڀيرا ڏکن کي."

فقير جهڙي جتي وڃا آهن سو سڀ سورن جي ٻاري ۾. ٻاڻ ڀرا ٻالون سو سڀ سورن مان؛ لڪي سکن مان.

"دک دارون، سک روگ ٿيا."

يعني دک دوا آهن؛ سک بيماري آهن.

سورن کان سواءِ ڪجهه حاصل نه ٿيندو! ڀلا ڪهڙي ماڻا آهي جنهن سورن کان سواءِ ٻار ڄڻيو؟ جڏهن سور سهائين، تڏهن لعل اچي گود ۾ پيس. جو جنميٺي سُورن ٿليان ٿو. عشق جو ٻيو نالو سُور آهي.

"عاشقان را شش نشاني، اي پسر!
رنگ زرده، آه سرد و چشم تر،
انتظاري، بي قراري، در بدر."

عاشقن جون ڇهه نشانيون آهن. (١) پيلو رنگ (٢) سرد آه (٣) اکين مان ڳوڙها (٤) انتظاري، (٥) تڙپ (٦) در بدر ٿيڻ.

عاشقن جي پهرين نشاني آهي سندن منهن جو رنگ پيلو، رولندي رولندي، سندن منهن ٻاڻي ٿي ويندو آهي، جنهن ڪري هو ٻيلا ۽ ڪمزور ڏسبا آهن. عشق الاهي آگ آهي. اها ڪا ڪروڙ وغيره کي ساڙي رک ٿي ڪري؛ باقي جهڙي ٻڙي ٿو سڙ آهي مالڪ يا پرين. عاشقن ۾ بيرنگ تڙپ يا نياز جو ٿي ٿو. هو سڀ. سان پيا مدو ڳالهائيندا؛ ڪنهن جي به دل نه ڏکو ٿيندا.

عشق جي اچڻ سان عقل هليو ٿو وڃي. عقل واري ۾ لڪ ٻڌو، حساب ڪتاب، آڳو پڇو جاچڻ ٿئي ٿو، نه ڪهڙي ڳالهه ٿيندي وڃڻو آهي. عقل وارو ڪهڙي ٿي، ۾ چاڪ هوندو

۽ ڦٽي ڦوڪاري ڏنڪ ونڪ جو پيو خيال ڪندو نه ماڻهو جا چوڻدا ۽ انهيءَ جو پيو خيال رکندو. عاشق نه کيڙي لئي جو خيال ئي نه ڪندو. جيڪر آيو سو ڪار. عقل کي عام جي واهه واهه وڻندي ۽ هُن کي راضي رکڻ پسند ايندو آهي. عاشق نه واهه واهه جي پرواهه ڪانه ڪندو. هن کي فقط هڪ جي پرواهه آهي، پنهنجي پرينءَ جي، هن کي **راضي رکڻ جي.**

"عاشق ڏهر پياڪ، وهه ڏسي وهسن گهڻو،

کڙي ۽ قـاتـل جـا هميشه هيراڪ." (شاهه)

مالڪ جا پيارا ڏکن لئي هريل آهن ۽ هو ڏکن ۾ خوش تا ٿين. هو سوُرن ۾ خوش آهن ۽ ڪُڏي ڪُڏي سور گهري تا وٺن. عقل وارن کي دنيا جا چاهه چشڪا، سک سواد گهرجن. عاشق اهي سڀ ٺوڪاري ٺوڦتا ڪري.

دل اڪر کي فقير نه ٺئي ٺولڊ يا للذ. سڀ للذ، سڀ چِلذ، سواءِ هڪ منڙي پرينءَ جي ٻئي ڪنهن کي به دل ۾ جڳهه نه ڏي. سرير ڏيڻ مهل مالڪ چوي ٿو ته، "هي جيوا مان توکي پنهنجي دل رُوپي اَمانت ٿو ڏيان. متان مونکان سواءِ ٻئي ڪنهن کي انهيءَ دل ۾ جاءِ ڏئي ائيٽي. اهو منهنجو تخت گاهه آهي." مالڪ جي ڏنل اَمانت ۾ اسين خيانت ڪريون ۽ انهيءَ کي ڪُڪرمن سان پريو ڇڏيون، ته پوءِ منڙو مالڪ ڪئي وهي؟ فقير بيدل پنهنجي دل مرشد کي ارپي ڇڏي ۽ پاڻ کي بيدل يعني بنا دل سڏائيندو هو.

ڪنهن به ڳالهه لئي سوڪير آهنڪار اُلهن ٿيو، ته پوءِ جڳياسوءَ جو ڳانو پڳو رکيو آهي. تنهن ڪري اَندر ۾ پڙ ۽ پاڙ رکجي تنهن سان گڏ نيڻن مان نير وهائيندو رهجي.

فقير نه ڪنهن جو عيب ڏسندا آهن ۽ نه ڪنهن جو عيب زبان تي آڻيندا آهن. هو سدائين پنهنجي منڙي مالڪ سان ريڌا پيا هرندا آهن.

جڳياسوءَ جي پنهنجي سبق تي قائم رهي، ته سندس سڀئي ۾ سڪ جاڳي پوندي ۽ سائينءَ کان سواءِ ٻيو ڪوبه ڏسڻ ۾ نه ايندس، پوءِ ٻين ۾ عيب ڏسڻ ۾ ئي ڪونه ايندس. هي جيوا تون ٻئي کي ڌڪار نه، ڪنهن کي به ڏوهه نه ڏي، ڪنهن جو به عيب نه ڏس. جي ائين ڪندين ته غيب جي موج ماڻي ڪين سگهندين!

جڳياسو اول اهو خيال ڪري ته پاڻ عيبن کان آجو آهي جو ٻئي مان ٿو عيب ڪڍي؟ ٻئي کي مالڪ کان سواءِ الهيءَ هڪ نور کانسواءِ ٻيو ڇو سمجهي؟ اهو ٿيو مالڪ مان عيب ڪڍڻ!

”اول الله نور اپائيا – قدرت ڪي سڀ بندي،
ايڪ نور تي سڀ جڳ اپجيا – ڪؤن ڀلي ڪؤن مندي.“

مالڪ پهرين نور سان شبد پيدا ڪيو ۽ سڄي سرشٽي، الهيءَ نور مان اپائي سڀ انسان هڪ ئي مالڪ جا جيو آهن، پوءِ ڪيئن چئجي ته ڪو ڀلو ۽ ڪو ٻرو آهي.

”ڪبير هم سڀ تي برِي – هم تج ڀلو سڀ ڪو،
جن ايسا ڪر مانيا – ميت همارا سوءِ.“

ڪبير صاحب جن ڪيتري نه نمرتا ڏيکارين ته مان ئي سڀ کان ٻرو آهيان ۽ مون کان سواءِ سڀ ڀلا آهن. هو چون ٿا ته جيڪو ائين هيائين وٽي ٿو سوئي منهنجو پيارو يا متر آهي.

عاشق لاءِ ٻي ڳالهه آهي توڪل. هاڻي اها ڪيئن اچي؟ جيو پاڻ پريءَ کي ارپي ڇڏي. الهيءَ پاڻ ۾ سڀ اچي ويو. آل اولاد، تن من ناموس پيسو ڏوڪڙ وغيره ۽ پاڻ سمورو. جڏهن اهو پنهنجو بار مڙئي سائينءَ تي رکيو، تڏهن ڪي ڏٺي پنهنجي نگاهه ۾ ٿو رکي وٺي. مالڪ الهيءَ جي اون پاڻ تي ٿو رکي.

سڀ سالڪ چون ٿا ته جيءُ خودي وڃائي ته خدا لهي. اها خودي ڪن مختلف ٻليان وجهي ٿي جن مان جيو ڪي نڪرڻ ٿو پوي. ڪي دنياوي ڪاڻيون ٿيون پوس. دنيائي اها آوسنا

آهي جنهن ۾ جيوُ پنهنجي خودي، پنهنجو آهمپڻو، پنهنجو اهنڪار وڃائي ٿو يعني فنا ڪري ٿو ۽ هو سڀ ڪي پنهنجو ڪري نٿو سمجهي ۽ پنهنجو خيال نٿو ڪري هو سمجهي ٿو ته سڀ مالڪ جو آهي. صوفياڻي راهه ۾ جيو الله اِثبات تڏهن ڪري سگهندو جڏهن پاڻ فنا ڪندو. جيسين اِها همت نه آئي آهي تيسين اِلاهي موج ماڻي نه سگهندو.

پهرين هي فنا في اَل شيخ[1] ٻڌجي، ته پوءِ ڪيس فنا في الله ۽ بقا با الله حاصل ٿيندس.

"جاڏي نهاريان لاڏي يار، اچي نه نظر پيو، ٻاجهون يار جي."

جگياسوُ کي دک در پيش اچي، ته پوءِ پنهنجي ستگروءَ جي صورت ۾ فنائي ڪاڏل هوندس ته اها صورت اچي مدد ڪندي. اَول فنا في اَلشيخ جو سبق پڙهي پڪو ڪر، ته پوءِ فنائي الله جي سبق لي ايندي. تنهنجي ڪاڏي پيتي، اُٺڻ وهڻ وغيره ۾ تو ۾ ستگروءَ وارا لڇڻ ڪيتي آهن؟ هي جيوُ گروءَ کي ۽ مالڪ کي بنا رمزن ڪيئن پائي سگهندو؟ پهرين تون ستگروءَ کي پرسن ڪرڻ جي ڪوشش ڪر.

"ڪنجون، ڪلف، ڪڙا ڪر حوالي هوت جي." جنهن پتيءَ جي تون سهاڳڻ ٻڌجڻ ٿي چاهين، تنهن کي نه پاڻ ارپڻ ڪر ۽ هن جي فنائي ڪاءِ. جگياسو جڏهن پنهنجي ستگروءَ جي صورت ۾ فنائي ڪائيندو، تڏهن نه پاڻ ۾ هن جهڙو ٿي پوندو. جگياسوءَ کي ته اَصل مالڪ ۾ لين ٿيڻو آهي پر مالڪ نه سوکيم آهي، جنس جو جنس سان ميل ٿيندو آهي. تون پهريان ستگروءَ سان ميل ڪاءِ، ته پوءِ ئي مالڪ سان ملي سگهندين! هي پند وهڻ جا نه آهن پر هل هلان جا آهن.

"لتيءَ تڏيءَ ڪاهه، ناهي ويل وهڻ جي،
متان ٿئي اونداهه، پير نه لهين پرينءَ جو." (شاهه)

---

(١) فنا في اَلشيخ يعني ستگروءَ ۾ فنائي.

آهي، سنتن جو درشن ڪرڻ ۽ سندن ستسنگ ڪرڻ. اُنهي سنتن جي جگياسوءَ لئي دنيا جي درشني هوندي ۽ ڪيس پنهنجن سوالن جا جواب ملندا.

ستسنگ هڪ شهنشاهي قلعو آهي. اُنهي جيو شهنشاهي اُٿڻي ويٺي ٿو سگهي. ستسنگ ۾ لاهوتي لعل اچن ٿا، انهن جي سنگ مان هن کي رنگ ٿو لڳي. جيئن بيٽري ڊسچارج (خلاص) ٿي وڃڻ لئي وري اُنهيءَ کي رچارج (ڀرائڻ) ڪرڻو ٿو پوي، تيئن ستسنگ ۾ جيو کي پاڻ رچارج ڪرائڻو آهي.

دنيا جي لهه وچڙ ۾ ايندي، جگياسوءَ مٿان وڪارن روپي گند ٿا پون. جنهي هٽائڻ لاءِ ستسنگ ۽ ستگرو ضروري آهن. ڪي چوندا آهن ته ماتا پتا ئي گرو آهن. ماتا پتا گروءَ جي جڳهه ڪيئن ڀري سگهندا؟ ڪنهن حد اندر ماتا ۽ پتا جيو جا گرو ٿي سگهن ٿا، پر نام پرائڻ لاءِ جيؤ کي سچو ستگرو هٿ ڪرڻو آهي. جڏهن جيؤ ستگرو ڪيو ۽ پنهنجو سڀ ڪجهه هن جي حوالي ڪيو ته ڇڻ ته جيؤ جو نئون جنم ٿيو. انهيءَ ڪان پوءِ ستگرو ئي هن جا ماتا پتا آهن.

ڪي چوندا آهن ته، شاستر ۾ چيل آهي ته استريءَ لاءِ سندس پتي ئي گرو پرميشور آهي. شاستر ۾ برابر ڪن هنڌ اهو چيل آهي ته پتي ئي پرميشور آهي، پر اُئين ڪنهن به شاستر ۾ ڪليو ڪلايو منع نه ڪيل آهي ته زال ذات ٻيو گرو نه ڪري. اڳئين زماني جي ڪيترن استرين جا شاستر ۾ نالا اچن ٿا، جن پتيءَ کي گرو نه ڪيو پر ٻيو گرو ڪيو. جي پتي شرابي ڪبابي وغيره آهي ته اهو استري جو گرو ڪيئن ٿي سگهندو؟ جيڪو پتي پاڻ سنسار روپي سمنڊ ۾ ٻڏو پيو آهي سو استريءَ کي ڪيئن تاريندو؟

انسان کي راهه ۾ اڳتي وڌڻ لاءِ ٻيو ڏاڪو شرن آهي.

”ڪنڌُ، ڪاڻ، ڪتا ڪر – حوالي هوت جي.“

(شاهه ڀٽائي).

شرن جهڙي قوت ۽ معجزن جيون لاءِ ئي ڪاڻ لسي ئي سگهي، جيو ڪي گهرجي ته سڀ پرش جي شرن ولي پهنجا سڀ عمر، تڪرارون اُنهيءَ جي حوالي ڪري ڇڏي. انهيءَ ڪري هو گهڻن مڻن کان ڇٽي پوندو ۽ هوُ ٻانڪ کي هلڪو سمجهندو. جيسين هن دائون جاڻون، گروءَ کي قبول نه ڪير آهي ۽ هتن جي شرن ۾ نه پيو آهي، تيسين اُنهي پيلو هوندو. شرن معنيٰ لاءِ قدم رکڻ ۽ سر سائينءَ اڳيان رکڻ. سر ۾ ڪهڙيون اندريون آهن؟ ليڻ، ڪن ۽ زبان. اهي سڀ ستگروءَ اڳيان پيتا رکيا آهن يعني ته اُنهن تي ضابطو رکيو آهي ۽ ستگروءَ جي ڏسيل ڪار ۾ کين ڪم آڻيو آهي. ليڻ ٻين جي عيب ۽ شڪلين ڏسڻ لي هريل آهن، تن کي ستگروءَ جي صورت کالسواءِ ٻيو ڪي نه ڏيکاريو آهي. ڪنن کي گلا ۽ اُجائين ڳالهين ٻڌڻ کان روڪيو آهي. زبان سان گلا ڪرڻ ۽ ڪهن جي ۽ دل کي ڏکوئڻ کان روڪيو آهي.

جگياسوءَ کي ڪنڌ ڪمائڻ، سک سواد، نانءُ ناموس وغيره سڀ پرانءَ کي آرپڻ ڪرڻا آهن. جيو هميشه ٻانڪ کي لنڊو ڪري، هي جيو اُجا ٻانڪ ٻڌو پيلو آهي ته مان عقل وارو آهيان، مان ڏنوان آهيان، مان مکي آهيان مان ڏاڍو آهيان وغيره. جيوُ هڪواري لنڊو ٿئي ۽ پروءِ ڏسي ته ستگرو سندس نگهباني ڪيئن پيو ڪري! هوُ ٻانڪ کي ڪٽلي يا بالڪ پنا ايمت ڪري سمجهي ۽ پنهنجي عقل ۽ چترائيءَ کي أصل لاءِ الوداع ڪري ڇڏي. اهو آهي شرن جو سبق. ٻالڪ معصوم نياز ۽ نڙت هوندي نڌهين ته هو مالڪ کي پيارو لڳندو.

اِنهيءَ کان پوءِ يوشارت جو ذاڪر آهي. پرشارت کان سواءِ اڪي پگتي، لکي گيان حاصل ٿيندو. دليوي ڳالهين ۾ ته محنت ڪرڻي ئي پوي، پوءِ مالڪ جي واهه ۾ کيئن نه ڪم ڪرڻو آهي ڏکول ۾ پڙهڻ سان ئي دوجا پاس ٿا

تين ۽ نه مانس ڪري ٻانهون ٻڌي وهڻ سان! پرشارٿ اڪر
پرش معنيٰ پرش، پنهنجو ستگرو يعني دل جو مالڪ. جگياس
کي استريءَ مثل ٿي هلڻو آهي ۽ ستگروءَ کي پرش ڪر
سمجهڻو آهي. ارٿ معنيٰ ارپڻ، پاڻ کي هوت جي حوال
ڪرڻ. جگياسوءَ جو ڪم آهي ڪامنا پيدا ڪرڻ، اڌ ڪر
چت ۽ مالڪ کي رکي پيدا ڪرڻ، اهو آهي پرشارٿ. جي
کي پاڻ ڀيرڻ ۽ هل هلان ڪرڻي آهي.

انسان کي ڪرم مارگ ۽ سرير کان، ڀڳتيءَ ۽ دل کان
۽ گيان ۽ دماغ کان ڪم وٺڻو آهي. گرو صاحب جن جپ
صاحب لکيو. انهيءَ جي معنيٰ نه صاحب کي جپ، نام جپيندو
وت. جپڻ آهي پرشارٿ.

اڳئين جنم جي پرشارٿ مان هن جنم جي پرالبڌ ٺهي. هن
جنم جي ڪرمن سان گڏ، جي جيڪو پرشارٿ ڪندو نه اهڙ
جنم جي پرالبڌ ٺهندي. اهڙيءَ طرح پرشارٿ ۽ پرالبڌ پاڻ
۾ گڏيل پيا آهن ۽ هڪ ٻئي جو ڪارڻ ۽ ڪاريه آهن. اهو
سچو پرشارٿ ۽ پرالبڌ جو قاعدو انهن دنيوي ماڻهن سان لاڳو
آهي، جي اڃا ڏڪا نه ٿيا آهن يعني جيڪي ستگروءَ جا نه
ٿيا آهن.

جيئن شرن ۾ پيو نه سندس ڪرم ستگروءَ جي حوالي ٿيا.
ستگرو اهي ڪرم پنهنجيءَ ۾ رکي، ڪيس رسيد ڏئي ڇڏين
تا نه، هي جگياسو! تون پرشارٿ ڪندو رهه ۽ جيڪا ڪار
لوڪي ٻڌائي اٿئون سا ڪندو رهه. هر هڪ واريءَ ستگروءَ
جو ٿيو نه پوءِ پرالبڌ ڇني ۽ سڀ ستگروءَ جي حوالي ٿيو.
دنيوي وهنوار ٿيندو آهي جيئن ڇوڪري ڪنواري آهي.
انهيءَ وقت سندس جيوت فقط ڏهن پنهان پيئي ٻڌجي. پر
جڏهن پرڻي ٿي پوءِ سندس ۽ سندس پتيءَ جا گره ٻئي
گڏجي، سندس جيوت ٺاهين ٿا. اهڙيءَ طرح جڏهن جگياسو،
ستگروءَ جو ٿيو نه پوءِ هنجي پرالبڌ، جن جو هو ٿيو تن سان

ملي وڃي.

مالڪ جي راهه ۾ هلڻ سان گڏ، لڇڻ ۽ پرشارٿ آهر ج ٿا ڪرائين. ڪنهن کي ڪلف کولڻو آهي، هيءَ ڪنجي لڳائي ٿو پر ڪلف نٿو کليس. ڪوشش ڪري ٿو پر ٿاڪ نٿي پوس ڪو ڏاهو کيس صلاح ٿو ڏئي ته چاٻي ته ٺيڪ آهي، پ ڪلف اندر ڪٽ چڙهي پيئي آهي. تيل اندر وجهي ان کي صاف ڪري پوءِ ڪنجي لڳاءِ. هو ائين ڪري ٿو ۽ پوءِ ڪلف کلي ٿو پوي. جڏهن ڏاهي جو ڏس ولي پرشارٿ ڪري ڪٽ لاٿائين تڏهن ته ڪلف کليو! وشواس ۽ پرشارٿ ڪار سڌ ڪيون جڏهن. مالڪ جو ولي پرشارٿ يعني اُدم ڪرڻ انسان لاءِ ضروري آهي. حڪيمن جو سوب يا هار سان ڪوڙ ڪم آهي؟

پرشارٿ جو سڦلو ٿيڻ جيڪو ليکي نه آهي. هن ڪي فقط پد ڪرڻو آهي. اهو سڦلو تڏهين ٿيندو جڏهين هي پراڻ ۽ وقت پاس پوندو. جيڪو ڪي آئندي وهندي، هل هلان ڪرڻي آهي اهو حساب ڪتاب جو ڪم نه آهي.

”واڪا ڪرڻ مون وس- ٻڌڻ ڪم اروج جو.“ (شاهه ڀٽائي)

جيڪو جي ٻلي آهي پند ڪرڻ، سوب ڏيڻ جو ڪم الهن جو آهي جن جو هو ٻيهو آهي. برابر ڪرپا کي وڏي سکه آهي ۽ الهيءَ کان سواءِ پڙ رائي مڙن نه ليندي! پر نه ته پرشارٿ ضروري آهي.

ڪنهن طالب وٽ مالڪ راس جو آيو ۽ اچي در ڪڙڪايائين پر هو سمجهيو ٻيو هو ۽ دروازو نه کوليائين. سالهن وهندو رهيو. مالڪ جيڪو لي ڪرپا ڪرڻ آيو، پر هن جاڳڻ جو پرشارٿ نه ڪيو، هن پاڻ کي جاڳڻ لي نه هيريو هو. مالڪ اچي موٽي ويو، يعني ڪرپا سڦلي نه ٿي.

هاڻي ٻيو مثال وٺو. سالين واٽي لي پنهنجي پياري کي امرت پيارڻ آيو. امرت جو لوٽو سندس اڳ ۾ اوليائين پر

هن ٻار کي ٻڪ جهلڻ جي رمز نہ هئي. اُمرت آگرين مان وه
وڃي. ڪرپا نہ هن جي ٻہ مٿان ٿي. ٻڪ جهلڻ جو هنر، مهند
يا پرشارت هو نہ سکيو هو، تنهن ڪري ڪرپا وهندي رهي
جيوُ اَول ڀورين پاڻ لِي ڪرپا ڪري، پوءِ ئي اَلک جي
ڪرپا جو ڀاڳي ٿيندو.

ڪرپا ٽن قسمن جي ٿيندي آهي. هڪ پرڀوءِ جي ڪرپا،
جنهن سان انساني چولو ڏنو، ٻي آهي ستگروءَ جي ڪرپا،
جنهن ڪيس نام جي بخشيش ڪئي، ٽين آهي پنهنجي پاڻ تي
ڪرپا. اِها آهي تہ جگياسو پرشارت ڪري، اُدم ڪري، پنڌ
پوي، جيئن مقصد تي وڃي رسي. اِها منزل ماٺ ڪري
ويهڻ سان حاصل نہ ٿيندي.

هي پنڌ سستيءَ جا نہ آهن پر چستيءَ جا آهن. دنيوي
ڳالهين لاءِ جيوُ ڪوشش ڪري ٿو، نوڪري ڪري ٿو وغيره
پر نام جي پنڌ ۾ پرشارت ڪرڻ لاءِ ڪيس وقت ئي ڪونهي
هو اِنهيءَ ۾ سستي ٿو ڪري. آدم کي اُدم ضرور ڪرڻو
آهي. پاڻ ۾ ٻہ وکون کڻي تہ سهين.

”اڳيون ايندءِ هوت - تون ٻہ ٽپاءِ اڳيري،
مٿان چوٽي بلوچ-تہ ڪميٽيءَ مان ڪين ٿيو.“

جيو جو هردو ڪتءَ مثل سان ڪيترن جنمن جي
سنسڪارن سان ڀريو پيو آهي. جڏهن هي پرشارت ڪندو ۽
ستگروءَ جي ڏسل رستي تي هلڻ لاءِ محنت ڪري پنهنجو
هردو صاف ڪندو، تہ پوءِ ستگرو سگهہ وارا آهن، سي هن
کي چڪي وٺندا. پرشارت انهيءَ ڪري ضروري آهي تہ
ڪرپا سڀائي ٿئي.

...ن جهرڪيءَ وانگر هٿ هٿ پنهنجن پرن سان پيو ڦڙ
...ر، سچڻ جو باز وانگر طاقتور آهي، سو لوڪي مٿي کڻي
وڃي ٻهاڙن تي پهچائيندو.

"لکُ ڪتابت ٿيڪون ڏيوان، جي دلبر تون پهچاوين،
جيون آکان، ٿيون آکين، وهندين ٻل نه لاوين؛
گل وچ ڪجرا، شيرين زباني، دسن پيران تي پاوين؛
هي سر صحيح غلام لسالڪا، دل دي مهر م لاوين."

شاهه صاحب قاصد کي چيو ته هي قاصد! مان پنهنجي پرينءَ لاءِ ليکو ڏيانءِ، اهو پهچائيندين؟ قاصد ان جو جواب ڏنو ته سائين! ڇو ڪين؟ اڳين زماني ۾ نهال ڪار هوندي هئي ۽ قاصد ليکا پهچائيندا هئا. سو شاهه صاحب قاصد کي چيو ته، "اي قاصد! اول ٻڌ ته سهين. تون آهين استولتا وارن پيغامن يعني زماني جي ڳالهين بابت ليکا پهچائڻ لي هرڪال، پر هي سوڪيمتا جو ليکو آهي. هن جي ڏيڻ لاءِ رمزون رکيون، رسمون، استولتا وارن پيغامن کان مڙئي ٻيءَ طرح ڏيندا هون آهن. تون اهڙي ليکي لي هرڪال نه آهين! پوءِ ڪيئن هي سنيهو ڏيئي سگهندين؟"

ته ان قاصد جواب ڏنو ته، "سائين! پوءِ اهي رکيون رسمون سيکاريو." شاهه صاحب ڏٺو ته هن ۾ سڪ جي شرڪا آهي ۽ جيئن پيغام ڏيس، ڪيئن سيکاريل رمزن موجب وجهي ڏيندو. پوءِ شاهه صاحب چيو:

"لکم ڪتابت تهڪون ڏيوان، جي دلبر تون پهچاوين."

هي قاصد! ڪتاب ڏيئي ته لوڪي ليکو لکي ڏيان. لکڻ جي يادگيريءَ لي ته پاڙ لو آهي، پر ليکو لکي ڏيڻو آهي، جو جو هي استولتا جو سنيهو نه آهي پر سوڪيمتا جو آهي، جنهن بنسبت تون اجا نول آهين، پر بيلي! الهيءَ پيغام پهچائڻ کان اڳ، تنهنجي رهت وهٽ ڪيڏي ٺٺڪ گهرجي، جا لوڪي پرينءَ تنهنجي لاءِ تيار ڪرڻي آهي ما نه ٻڌ! الهيءَ لاءِ لوڪي پنهنجي تنهنجي خيال ۾ رکڻو آهي

ڪي ڪيڏيون رهتون رسمون، ڪيڙا ادب جا قاعدا ۽

الهيون وهٽيون جگياسوءَ کي جڏهن هو ستگروءَ جي
۾ اچي، تڏهن اختيار ڪريون آهن؟ اهي رمزون ...
جگياسو ڪٿان سکي؟ اهي سڀ ستسنگ ۾ سکيون ...
ستسنگ صحبت جو ڪتب آهي، جتي سوکيمتا جا سب...
سکجن. جنهن لاءِ ٻه ڳالهيون، هڪ **سنگهم ۽ ٻيو ويساهه** ض...
آهن. سنگ يا صحبت هڪ وڏي ڳالهه آهي. "جهڙو ...
تهڙو رنگ."

انسان جي ستسنگ ۾ رهندو ته ستسنگ جو رنگ لڳند...
شاهه صاحب چوي ٿو ته،

**"جيوين آکان تيوين اکين - ويندي پل نه لاوين**

پهرين اها هدايت آهي ته جيئن توکي چوان تيئن ڪج. حو...
نه ڪُڇت نه وت. جگياسو جو ڪم آهي ته جيڪي کيس ستگرو...
سمجهايو آهي، انهيءَ موجب هلي پنهنجي ڪار ڪري. اها ...
تي پهرين رهت، ادب جو پهريون قاعدو. ڄڻون جو اهڙن ڪا...
ڪمائڻي، شبد ڪمائڻو.

شبد آهي Master key اها چابي جا سيني ڪلفن کي ...
تي کولي. انهيءَ ۾ رمز رکيل آهي ته، توهان ڏنل طريقي ۽ رمز
سان **دل روپي ڪلف کي کول.** رمز هٿ نه آئي ته پوءِ
ڪلف نه کلندو. جيسين جگياسوءَ اول ڪرم نه ڪيو هوندو
تيسين شبد قلبوت نه ٿيندو. ڪرم آهي شيوا ڪرڻ، پنهنجي
ڪٽنب جي، ماتا پتا جي، گروءَ جي ۽ خلق خدا جي. جڏهن
...اهي ڪرتب ڪندو تڏهن اندر جي زمين صاف ٿيندس، ۽
...نام روپي سلو اُن ۾ اُپرندو. شيوا، تيل ۾ سرنهن جي سکن
...جن جو تياڳ ڪرڻو ٿو پوي. مطلب ته جيئن شرنهن تان خيال
...تي وڃي ۽ من مان سوکيم اهنڪار گهٽجندو وڃي. تنهن کان
...ءِ ٻي شبد، انهيءَ زمين ۾ اُپرندو. هاڻي پهرين هدايت تي
جيڪو ستگرو وچن يا نام ڏئي، سو جيئن جو تيئن ڪمائڻو آهي.
...ٻي هدايت شاهه صاحب چوي ٿو ته:- "ويندي پل نه

لاوين." يعني وڃڻ ۾ سستي توڙي هلندي دير نه ڪج. متان
جوڳي نه گهڙو تي پنڌ ڪيو اٿم، گهڻي محنت ڪئي اٿم هائي
لوڙ لڳ پيا، لوڙي ساهي پتان. ڏا ڏا!! خوش ٿي وڃڻ
نه آهي، وقت نه وڃائڻو آهي، لڳاتار ڪم جي ڪمائي ڪرڻي
آهي.

اهي ٿيون ٻه هدايتون. شاهه صاحب جوڳين کي نه جڏهن
مهنجي ملڻ محبوب جي حاضريءَ ۾ پهچڻ لاءِ باقي ٿي
رحيل رهڻون اختيار ڪجِ.

"ڳل وچ ڪپڙا، شيرين زباني-
دست ٻمران دي پاوين."

يعني ڳچيءَ ۾ ڪپڙو وجهو، مٺا ٻول ٻولو ۽ مهنجي
پيرنءَ جي ٻيرن لئي هٿ رکجِ. شاهه صاحب هتي جڳباسوءَ
کي سڪاري ٿو ته، هي جڳباسو! جڏهن تون پنهنجي ستگروءَ
جي حاضريءَ ۾ هجين ته توکي نياز، نمرتا عاجزي ڪرڻي
آهي ۽ ٻالڪ جي ٻولي اختيار ڪرڻي آهي. توکي هن کي
پنهنجو سائين ۽ مالڪ سمجهڻو آهي ۽ پاڻ کي غلام يا ٻالڪ
ڪري هلڻو آهي. توکي هر وقت هن سان هيٺائين ولڻي آهي.
نياز نڏيءَ وقت سدائين قبول آهي. جيڪو نياز ۽ نمرتا رکندو،
ڪڏهن هٿ ڪندو ته آسيائون پائيندي ٻاهر ملندس، جي
ڪيس آڌار ڏيندئون.

شيرين زباني يعني مٺو ڳالهائڻ ۽ انهيءَ ۾ اچي وار، ٻالڪن
ڪڏهن به ترش لفظ يا ڪوڙو اکر نه ڳالهائيندو آهي. هي
سدائين اهڙا ٻول ٻوليندو، جي سندس مالڪ کي وڻن، جنهن
مان هن جو راضپو هٿ ڪري سگهي. راضپو وڏي ڳالهه آهي.
راضپو هٿ نه آيو ته پوءِ جڳباسو، ستگرن جي ڪرپا جو ڀاڳي
ڪيئن ٿي سگهندو!

شاهه صاحب، ادب جي وات ۾ جڏهن اهي ٻئي رهڻون
ستگرن اڳيان هلڻ جون قاصد کي هدائتي رهيو هو، نه تو قاصد

ڪانئن پڇي ته، قبلا! اهي ته سڀ خيال ۽ رکندس ۽ نياپو يا پيغام ڪٿي آهي؟ اهو ته اَجا لکي ڪونه ڏنو اٿو. تنهن تي شاه صاحب ٿو چويس ته،

”هي سر صحيح غلام ٿسانڏا-
دل دي مهر مَ لاوين-“

يعني تون هي ڇنبج ته، هي منهنجا سائين! مان سمورو تنهنجو آهيان. مان تنهنجي شرن اَچي پيو آهيان. هاڻي ۽ اوهان جو آهيان ۽ اڳتي ۽ اوهان جو ٿي رهندس. مون تان مهر جو هٿڙو نه لاهجو!

جگياسو هتي پنهنجي شرن جو اقرار ٿو ڪري. مالڪ جي راهه جي پار ۾ پهريان آهي شرن، پوءِ آهي سبق. پهرين پاڻ ستگروءَ کي اَرپي، پوءِ پنڌ ڪري ته رستي ٿي ۽ نه ٿين. ۽ نه پار ٿين. جي جگياسو اڪيلو ٿي قدم کڻندو ته هارائي ويندو. جڏهن پنهنجو قدم ستگروءَ جي قدم سان ملائي هلندو يعني هن جي حڪم پٺاندڙ هلندو ته پوءِ پنڌ ڪري سگهندو.

جگياسو ڪنهن ست پرش جي شرن وٺي، اُنهيءَ کان ڪا ڀُول ڀلاڻ نه سگهي، ٻره جي برسات ڀلاڻ لاءِ، ڪي ٻرڻ نه پاڻ وٽ موجود رکڻ سگهي! پرشارٿ ڪرڻ جگياسوءَ لئي لازمي آهي. جهد جفائون پلي ڪري ۽ اهي ڪرڻيون اٿس، پر جي ستگرن جي ڪرپا مٿس نه ٿي ته، پنڌ مُور نه پڄي سگهندو. اُنهيءَ لاءِ سندن ڪرپا همت ڪري. تڏهن ته شاهه صاحب چوي ٿو، ”دل دي مهر م لاوان“ يعني ستگرو مون تان مهر جي نظر نه لاهجو، پنهنجيءَ ڪرپا جو هٿ منهنجي مٿان ڌرڻيندا اچجو.

منڙي کهڙو جواب ڏنو سو ته اُنهيءَ وٽ رهيو. مطلب ته جگياسوءَ کي اهي اُٺيون، وهٽيون، رمزون، غمزون سکڻيون آهن جي هن کي سوکيمتا يا اتيرمکتا جي پنڌ ۾ ترقي ڪرائينس.

اهي آهن:- نيار، نٽڙس ڪرڻ ۽ جيڪي سنڪروءِ سوچيو آهي ان موجب ڪار ڪرڻ، هل ٿلان ڪرڻ، هيڏاهن هوڏاهن وڃڻ نه وڃائڻو. جيسين الين ڪندو نه پوءِ شون پورڻ جهڙو ليندو ۽ سنڪروءِ وڃ قبول پوندو ۽ آسيسا جو ڀاڳي ٿيو.



# برهمچريه، پوترتائي ۽ پئوترتائي

عورت ۽ مرد جي وچ ۾ ٿئاليءَ جذبن جي ڪشش غير قدرتي آهي. عورت ۽ مرد جي دل کي خراب خيالن کان پاڪ ڪرڻ ۽ انهن کي ايشور جي تمام ويجهو پهچائڻ جو هڪ وسيلو شادي آهي.

زال ۽ مڙس جي وچ ۾ ٿئالي خيالن کان رهڻ مجبه ناممڪن نه آهي. مرد ۽ عورت جي وچ ۾ ساڳي آهڙي نه قدرتي ڪشش آهي، جهڙي پاءُ ۽ پيءُ، ماءُ ۽ ڌيءُ، ڀيڻ ۽ پٽ جي وچ ۾ آهي. اهائي قدرتي ڪشش آهي جنهن تي دنيا جو دارو مدار آهي.

"Light and lust are deadly enemies." (Shakespear)

يعني روحاني روشني ۽ ڪام جي اونڌه هڪ ٻئي جا قاتل دشمن آهن.

برهمچاريءَ لاءِ پنهنجي زبان وس رکڻ تمام ضروري آهي. هن کي کائڻ کپرجي اهڙيءَ لاءِ نه هو وندهه رهي ۽ نه اهڙيءَ لاءِ نه هو جيئرو رهي، کائڻ ۽ چکڻ ونڻ لاءِ.

"He should eat to live and not live to eat."

مليل من وڳو اپواس سان شڌ ٿيو ٿي. من جي مليتا شڌ ويچارن، سٺن خيالن، ايشور جي ڌيان سان ۽ آهر ڪار ڪروءِ جي ڪرپا سان ئي دور ٿي ٿي. جيئن حافظ فرمايو آهي ته:- "دز ڪوئي نيڪ نامي مارا گذر دارند- گر تو نمي پسندي."

يعني پوترتائي سڀني گڻن جو سردار آهي. جيڪڏهن ڪنهن ۾ پاڪائي آهي، ته پوءِ باقي ٻيا سڀ سٺا گڻ ۽ خصلتون هن ۾ پاڻمرادو پاڻيهي ايندؤن.

"شيل گيا تو سڀ گيا ـ شيل گيا سڀ جهاڙ،
ڀڳتي کيت ڪتي بچي ـ ٽوٽ گئي سڀ باڙ."

شيل يا پوترتائي وڃي ته پوءِ، سڀ گڻ هليا ويندا. جڏهن پوترتائيءَ جو لوڙهو ٽٽي پيو، ته پوءِ ڀڳتيءَ جي ٻني ڪيئن بچي سگهندي؟

"Purity is of all virtues, the most lovable,
it brings on us a delightful peace of mind,
and renders man like angels of God in heaven."
(Shakespear)

پوترتا سڀني گڻن کان وڌندڙ گڻ آهي. اهو گڻ اسانکي خوشي ۽ دلي آرام ٿو بخشي ۽ ماڻهوءَ کي ديوتا ٿو بڻائي.

برهمچريه جي معنيٰ آهي ته من، وچن ۽ ڪرم ۾، نفس تي قبضو ڪرڻ. برهمچريه جي اصل معنيٰ آهي برهم جي تلاش ڪرڻ. برهم جتي ڪٿي موجود آهي. پنهنجي روح سان رهاڻ ڪرڻ ۽ اُن جي اوستا محسوس ڪرڻ سان ئي اُن جي تلاش ڪري سگهجي ٿي. پنهنجي حواسن تي چڱيءَ طرح قبضي ۾ ڪرڻ کان سواءِ، اِها تلاش ناممڪن آهي. اهڙيءَ طرح هروقت پنهنجي سڀني حواسن تي، ڳالهائڻ، ڪم ڪرڻ، ۽ عمل تي قبضو ڪرڻو آهي. سٺن خيالن پيدا ڪرڻ لاءِ ٻُڌڻ شيون ڏسڻ گهرجن ۽ ناپاڪ شين جي سامهون اکيون بند ڪرڻ ۽ منهن موڙڻ گهرجي.

" f any man Violates the temple of God him shall God destroy." for "Know ye not that the Spirit of God dwelleth in you." (Bible).

جيڪو پنهنجي شرير کي اپوتر ٿو ڪري تنهن کي پرميشور ناس ٿو ڪري. توهان کي خبر نه آهي ڇا ته مالڪ توهان جي

الدر ۾ آهي ۽ هو سڀ ولهو ڏسي؟

۽ هر چريءَ کالسواءِ نه جسم، نه لب، نه ٻکي ۽ نه دان کو قل تا ڏين. اندرين کي وس ڪرڻ، اهڃ سمرن کي هڪ قسم جو لوڙهو آهي. سيءَ جي چوڌاري جي کندن جو لوڙهو يا واڙ نه آهي نه پوءِ، اها کيتي جٽ لي ويندي. ۽ هر چرءِ هر عمر ۾ فالدي وارو آهي. جيڪڏهن اهو جوانيءَ ۾ رکجي نه اڪبر آهي، پر انهيءَ عمر ۾ ڏاڍو مشڪل آهي.

ڪبير صاحب ڪام جا اٺ انگ بيان ڪيا آهن. ١. زال جو خيال ڪرڻ ٢. زال سان ڳالهيون ڪرڻ ٣. زالن جون ڳالهيون ٻڌڻ ٤. زال سان اکلائيءَ ۾ ڳالهيون ڪرڻ ٥. زال سان کلڻ ٦. زال سان رانديون ڪرڻ ٧. زال کي ڇهڻ ٨. زال سان ڀوڳ ڪرڻ.

سنت اترري قدر هدايت تا ڪن، نه زال ذات جو خيال ڪرڻ به ڪام ۾ شامل آهي، دنيا ۾ زهر ڪانڌ سان لڳندو ۽ آثر ڏيکاريندو آهي پر ڪام جو زهر اهڙو قاتل آهي جو صرف زال ڏسڻ سان ئي مرد کي ماريندو آهي.

ايڪ ڪنڪ اور ڪامني - ٻيتڪ ڪٽي آياءَ،
ديکي هي بش چڙهي - چاکت هي مرجاءِ. (ڪبير صاحب)

ڪام ڪان اهو تو ٻجي جنهن کي مالڪ پاڻ بچائي. اهو هر هڪ لاءِ ممڪن نه آهي.

”اين سعادت بروز باز نيست - تانہ بخشد خدائي بخشنده.“

* * * *

”سڀي مري صاحبان ڪيا ناهي گهر ليري-
گهر تو ليري سب ڪڇ هئي، جس داري سو پائي.“

"If wealth is lost nothing is lost,
If health is lost, something is lost,
If character is lost, everything is lost."

جي تاڻو وار نه سمجهه ڪجهه ۽ نه وڻي اهو وري ڪمائي

حاصل ڪري سگهجي ٿو، جي تندرستي وڃي ته ڪجهه وڃي، پر جي چرتر ۽ چال چلگت وڃي ته پوءِ سڀ ڪجهه وڃي ۽ جنم ئي برباد ٿي وڃي.

جيڪي ماڻهو پنهنجي نفساڻي جذبن يعني وشيه واسنا تي قبضو ڪري نٿا سگهن، انهن لاءِ شادي ڪرڻ ضروري آهي ۽ جيڪي شادي ڪري چڪا آهن انهن به زال مڙس کي هڪ ٻئي سان پريم ڀڳتي رکي، نهايت ضابطي ۽ سنجم سان پنهنجي زندگي گذارڻ گهرجي.

استريءَ جي گرڀ ڌارڻ جي وقت کان وٺي، جيستائين ٻار ٻن ٽن سالن جو ٿئي تيستائين زال ۽ مرد کي ڪام جي واسنا کان الڳ رهڻ پرم ڌرم ڪري سمجهڻ گهرجي. اهڙيءَ حياتيءَ رهڻ سان نه ماءُ جي صحت خراب ٿيندي ۽ نه اولاد جي ۽ انهيءَ ۾ ٻنهي سمورن ۾ نه وڏو فائدو ٿيندو. جي ماڻهو برهم چريه ڪن ته اولاد جا خيال به پورا ٿيندا ۽ عمر به زياده ٿيندي ۽ تندرستي به سٺي رهندي.

برهم چريه جي پالبندي، ڳالهائڻ، ڪارنه ۽ عمل سان ٿيڻ گهرجي. جنهن شخص جو جسم پنهنجي اختيار ۾ هجي، پر جي من جي دل برائين ڏانهن مائل هجي ته هو نه رڳو نادان آهي مگر عادتي ڏوهاري آهي. جيڪڏهن برائين ۽ گناهن ڪرڻ ۾ اسان من جي پنيرائي ۽ مدد نه ڪئي، ته پوءِ فتح يڪ اسان جي آهي. يعني جيسين اسين نفساڻي خيالن تي قبضو نٿا ڪري سگهون، تيسين دل ۽ شرير هڪ ٻئي جي پيروي ڪن ٿا يعني جيئن من تيو چوي تيئن شرير تيو ڪري تنهڪري نفساڻي خيال تي پڪو قبضو ڪرڻ گهرجي.

فاحش ناول پڙهڻ، ڪن سان انهن ڳالهين کي ٻڌڻ، جن مان نفساڻي ۽ شهوت جا خيال پيدا ٿين ۽ اکين سان اهي شيون ڏسڻ، جهڙوڪ ناٽڪ سينمائون وغيره جن مان نفساڻي جذبا پيدا ٿين، زبان سان اهي شيون چکڻ جي نفساڻي خواهش کي

وڏيڪ لڙ ڪن، هتي سان اهڙين شين کي ڇهڻ، جن مان ڪام ترشنا جا خيال پيدا ٿي اُٿڻ جو انديشو هجي. جو شخص خراب ۽ ڀڄ شهوتي خيال ۽ ڊانوانڊول نه ٿو ٿئي، اهو هر طرح عزت جو لائق آهي. وڏي ڳالهه نه رُشائي خيالن ۽ خواهشن تي فتح حاصل ڪرڻ ۽ اندر ۾ پوترتائي پيدا ڪرڻ لاءِ نام جو سمرڻ هڪ وڏو ڪارائتو ۽ اڪسير علاج آهي.

Purity of soul and body must be practised both by flying the occasion of sin and by the excercise of self control over our impulses of our lower nature. (Bible).

يعني جي اپوترتائي ڪرڻ جو موقعو ملي ته اهو ٽاري ڇڏجي ۽ من کي اهڙن خيالن کان قابو رکجي.

پوترتا ڌرم جو اپديش گوسوامي تلسيداس واضح طرح ڏنو آهي ته پوترتا ڌرم پالڻ ڪري استريون آسانيءَ سان پرم گتي پراپت ڪري سگهن ٿيون.

”ڏيج ڌرم ستر اور ناري-
آپلمه ڪال پرکي هه چاري.“

گويا جڏهن پتي پرڏيهه، بيمار، اندو وغيره ٿي پوي ته انهيءَ وقت پتيءَ جي سيوا ڪرڻ هڪ پرم ڌرم آهي. چئن قسمن جون پوترتا استريون بيان ڪيون ويون آهن- ۱. اتم ۲. مڌم ۳. نيچ ۴. لگهو.

سڀ کان اول نمبر اها آهي جا پتيءَ کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي به مرد نٿي سمجهي. ٻي وچولي، جا پرائي پرش کي پيءُ، ڀاءُ يا پٽ جي نظر سان ڏسي ٿي. ٽين اها جا، خاندان جي بدناميءَ جي ڊپ ڪري پوترتا ڌرم قائم رکي ٿي. چوٿين اها جا مڙس جي مار جي ڊپ يا وجهه نه ملڻ سبب پر پرش جي صحبت نٿي ڪري.

ڪبير صاحب جن فرمايو آهي ته:-

۱. پتي ورتا ويچارڻي - ايڪ مندر ۾ باس
وُهه رنگراتي پيو ڪي - پگه گهر گهر ڦري اُداس

۲. پتي ورتا ڪو سکه گهنا - جاڪي پتي هئي ايڪ
مٿلي ويچارڻي - جاڪي خصم انيڪ

يعني پتورتا ۽ ويچارڻي ٻئي هڪ گهر ۾ رهن ٿيون. پتي
پنهنجي هڪ ئي پتيءَ جي پيار ۾ رتي رهي ٿي ۽ ڪي
اَنيڪ سک ملن ٿا، پر ويچارڻي جنهن کي گهڻيئي مڙس آهن
سا هڪ گهر کان ٻئي گهر ڀٽڪي دکي ٿي گذاري.
جيڪڏهن استري پتيءَ ۾ اُوچي ڀاونا رکي شيوا ڪندي
ته ضرور هوءَ پرمارٿ ۾ واڌارو ڪندي. اهو فرض پريم سان
ڪرڻ سان، استري گڻوان ٿي ٿئي. هاڻوڪيون زالون چوندي
ته اها هڪ طرف جي ڳالهه آهي. پر پريم اُها وستو آهي جا
ٻن کي هڪ ٿي ڪري ڇڏي. منڙا! گهر ته گهرانءَ جي استري
پتيءَ کي پريم ۽ عزت ڏيندي، ته پتي به اُڳي ٿا پوءِ اُهڙي
ورتي اختيار ڪندو. جي پيءُ ماءُ جي وچ ۾ چڱو سٻنڌ
آهي ۽ پاڻ ۾ واڙهه جهيڙ ڪانه اُٿن ته پوءِ، اولاد ٿي چڱو
اُڀر پوندو ۽ گهر جو شان وڌندو. ماڻهوءَ جا ڌرم، اَرٿ،
ڪام ۽ موکش تڏهن ٿا سڌ ٿين، جڏهن سندس پتني هن
سان همراهه ۽ مددگار ٿي ٿئي. پتورت ڌرم عان ٻيا گهڻيئي
گڻ انسان ۾ اَچن ٿا، جي گهر جو شان ۽ برڪت وڌائين ٿا.
هميشه نيتيءَ سان خرچ ڪجي، ڪفائت سان هلجي، صفائيءَ
جو خيال رکجي ۽ دان پنج دل سان ڪجي. ٻارن ۾ سٺا گڻ
وجهجن ۽ قاعدي سان کين هلائجي. ماڻهو علم پڙهي ۽ ٻڌي
۽ ڏسي سکي ٿو. رڳو اسڪول وڃڻ سان ڪو نه ٿو سکجي.
پتورت ڌرم لاءِ دل ۾ واڌارو اَچڻ لاءِ، هيٺيون ڳالهيون
ڏي مدد ٿيون ڏين. سؤنهن ڏسي من کي ڏاوان ڏول ٿيڻ
ن بچائڻ لاءِ من کي سمجهائجي ته شرير جنهن لاءِ تون ڇرڪو

# ڪرم جي فيلسوفي

سڀ ويد شاستر ۽ ٻيا ڌرمي ڪتاب اِنهن سيني جو اهو رايو آهي ته ڪرمن جو ڦل ضرور ڀوڳڻو پوندو. اِنسان جي اِها وڏي ڀُل ۽ ڀي سمجهي آهي جو هو چوي ٿو ته، ”ٻهه جگ مٺا اَگلا ڪن ڏٺا.“ يعني ته هن دنيا ۾ خوب مزا مائي وٺون ۽ موت کان پوءِ جيڪي ٿيندو تنهن جي ڪهڙي خبر آهي ته ڇا ٿيندو؟ ڀڳوت گيتا ۾ لکيل آهي ته هڪ سؤ ڪلپ گذري وڃن پر تڏهين به ڪرمن جو ڦل ضرور ڀوڳڻو پوندو. ٩٩٨ چوڪڙيون جڳ تن جو هڪ ڪلپ ٿيندو آهي.

ڪورون جو راجا ڌرتراشٽر جنم کان اَنڌو هو. هن ڪرشن ڀڳوان کي چيو ته مولکي ڀوگ ڀل سان، پنهنجي ١٠٠ جنمن جي خبر ٿي پوي ته مون، انهن ١٠٠ جنمن اَندر اَهڙو ڪو به برو ڪرم نه ڪيو آهي، جنهن موجب مان اَنڌو ٿيان. ڪرشن ڀڳوان هنجي متي تي هٿ رکي چيو ته هاڻي اَندر ڏسان جماء. ڌرتراشٽر پوءِ ڏٺو ته هن ١٠١ جنم ۾، هڪ جيت کي اَکين ۾ سئي هڻي اَنڌو ڪري ڇڏيو هو. تنهن ڪري هن جنم ۾ هو اَنڌو ٿيو آهي.

گذريل جنم جي سنسڪارن موجب، انسان جي بڌي بہ سمجهه ٿيندي آهي. جڏهن اَنت سمي ڀيشم پتامهه، مهاڀارت جي لڙائيءَ کان پوءِ، جنهن وقت هن جي سڄي بدن ۾ تير ڇپيا پيا هوا، تن تي ليٽيو پيو هو ۽ گيان جون ڳالهيون ڪرڻ لڳو، تڏهن دروپديءَ کلي ڏنو! ڀيشم پڇيس ته ڇو پئي کلين؟ هن جواب ڏنو، ”توهان جي سامهون، سڀا ۾ جڏهن دريوڌن مولکي، ننگي ڪرڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي، تڏهن توهين ماٺ ۾ هوا ۽ چپ نه چوريو. اُنهيءَ وقت توهان جو گيان ڪٿي ويو هو؟“ ڀيشم جواب ڏنو ته، پٽري! مان دريوڌن جو اَن ۽ ڌن کائي پنهنجي بڌي ڀرشٽ ڪري ويٺو هوس.

آهڙيءَ طرح جڏهين ڪو ڪرمن جو ذور ٿو اچي، تڏهن سمجهه ۽ اُلر نٿي ڪري ۽ اُنهي وقت انسان جيڪين نه سياڻپ جي دليل ۽ صلاح نٿو ٻڌي، تنهن ڪري هر من جي چئي ۾ اچي ٿو وڃي. ڪرم، من اندرين جو سماءُ آهي. شرير يا من جي ڪرمن کان ته بچي نٿو سگهي. پنهنجي شرير کي رکڻ لاءِ محنت ڪري ڪمائڻ ۽ تن جي پالنا لاءِ ڪرم ڪرڻ ضروري آهي، نه ته انسان ٻين تي پنهنجو بوجو وجهي، ڪرمن جي چڪر ۾ ايندو. جيئن جون اندريون اکيون بند آهن. هن جي اندر ۾ وڏيون وڏيون پٽيون آهن جن جي اندر هي قيد ۾ پيو آهي. انهيءَ ڪري هي جيئُ من مڪ تي هلڻ ۾ لاچار پيو آهي ۽ گروءَ جي مت نٿو وٺي. ڏر ڪرم ڪرڻي هي جيئُ ڪنهن سنت جي وڃجهو اچي ٿو ۽ هن سان پريم ڪري، نام وٺي ڪمائي ڪري، جنم مرڻ جي قيد کان ڇٽي ٿو.

انهن ڪرمن جي حساب کان ڇٽڻ لاءِ، سچا سنت ماس وغيره جي کائڻ جي منع ڪندا آهن. چاڪاڻ ته جنهن جو ماس کائيندا آهن، ڪرمن موجب انهيءَ جو حساب ضرور ڏيڻو آهي ۽ انهيءَ کان ڪنهن به حالت ۾ ڇٽي نٿو سگهجي، تنهن ڪري جنم مرڻ کان ڇٽي نه سگهبو. انهي ڪري روحاني ترقي ۽ آواگون کان ڇٽڻ لاءِ ماس آهار کائڻ جي سختي منع ڪئي آهي.

ڪرمن جو قل واهدي آوتارن تائين پرڳين ٿا. سنت به ماڻهن جي ڪرمن جو بوجو پنهنجي سر تي ٿا کڻن. تنهڪري هو شرير جو دک ٿا پرڳين. ڪال ڀڳوان ڪرم معاف نٿو ڪري. والمڪ ۾ چيل آهي ته،

”سياوار ڪيا ڪالن جوڳو – ڪرم پرڌان ڪهين سڀ لوڳو.“

يعني ته رامچندر به ڪرمن جو قل پرڳيو.

”ساڌو! ڪرمان ڪي ڳت نياري.“

راجا پوڄ جي ڳالهه ڪندا آهن ته هن جوتشين کان پڇيو ته مون اڳئين جنم ۾ ڪهڙو شڀ ڪرم ڪيو هو، جنهنڪري مونکي هي راجائي سک ملي رهيو آهي؟ جوتشين چيس ته هن شهر جي فلاڻي پنگياڻي آهي، تنهن کان وڃي اهو پڇ. جڏهن راجا اُن پنگياڻيءَ وٽ ويو، تہ وري اُنهيءَ چيس ته سامهون نگريءَ ۾ هڪ ساڌو ڌوڻي دکائي ويٺو آهي، تنهن کان وڃي اهو پڇ!

راجا پوءِ اُنهيءَ ساڌوءَ وٽ آيو ۽ کانئس اهو ساڳيو سوال پڇيائين؟ ساڌوءَ ڌيان ڪيو ته اُنهيءَ وقت اُتي هڪ وماڻ وشنوپريءَ مان هيٺ لهي آيو. اُنهيءَ ۾ هو راجا کي وهاري وئڪنٺ وٺي ويو، جتي هڪ سونو محل تيار ٿي رهيو هو. پڇڻ سان راجا کي معلوم ٿيو تہ اهو محل راجا پوڄ لاءِ تيار ڪرايو پيو وڃي. جڏهين ٻئي هيٺ آيا ته ساڌو چوڻ لڳو، ”هي راجا! اڳئين جنم ۾ تون، مان ۽ هوءَ پنگياڻي، پاڻ ۾ ڀيڻ ڀاءُ هواسين؛ هوءَ ٻڌي زال جا سامهون اڳياڙي پاڳل ٿي ويٺي هُري، ما اسانجي ماءُ هئي. اسانجو پيءُ جوانيءَ ۾ گذاري ويو هو.

اسين ٽئي پاڻ ٽياسين. اسان جي ماتا ڪتان اَتو پني ي هئي ۽ اُنهيءَ مان چار مانيون پچايائين. جڏهن هڪ ني ڪري چئني ۾ ورهايائين تہ، اُنهيءَ وقت هڪ بکايل ڌوءَ اچي ماني گهري. اسان جي ماتا چيو ته اسين خود ايل آهيون، توکي ماني ڪٿان ڏئي سگهون؟ پوءِ ڪاوڙ اچي، ساڌوءَ جي چادر کي وٺي ڇڪيائين، جنهن ڪري هو اڙو ٿي پيو. هو شانتيءَ وارو ساڌو هو ۽ ماٺ ڪري ويٺو يو. مون پاڻ مان ڪاني ڪڍي ساڌوءَ کي نکاءُ ڪرائي. منهنجي پيڻ ٻهر سان پرٻل نوڪري ڪٽي، اُهو گند ساڌوءَ اڇليو. مگر تو سوچيو ته، هي ساڌو ضرور ڪو بکايل آهي، هيتري شدت ڪري ٻڌي رهيو آهي! تو پوءِ پنهنجي ءَ جو اَڌ پتي، اُنهيءَ کي ڏنو. انهيءَ جي ٿي قل ڪري،

لون راڄا ٿيو آهين، مان ڀاءُ ھي پرسان ڏوٿيءَ ڪري گرمي پير سهان، اسان جي پيٽ ۾ ڪپاٿيءَ جو ڪم بيٺي ڪري ۽ اسان جي ماءُ جهڙي ٿي اُگهاڙي بيٺي ڦري.

سو ڪرمن جي ڦل جو اثر هرهڪ جنم ۾ ٿئي ٿو. اسان کي معلش جنم ۾ شُپ ڪرم ڪرڻ گهرجن.

گروءَ جي ڪرپا سان ڪرمن جو ٻار لهي ٿو. ڪرم ٽن قسمن جا آهن (١) سنچت (٢) پرالبڌ (٣) ڪريمان.

**(١) سنچت:-** اُهي ڪل ليل ڪرم آهن جن جو ڦل اڃان اسانکي نہ مليو آهي.

**(٢) پرالبڌ:-** اُهي گذريل جنم جا ڪرم آهن، جن جي ڪري هينئر دک سک ڀوڳي رهيا آهيون ۽ جن جي مدد سان هي شرير لڌو آهي.

**(٣) ڪريمان:-** اُهي ڪرم آهن، جي هينئر ڪري رهيا آهيون. جيڪي ڪرم اسين ڀوڳي رهيا آهيون سي اسانجا ڪيل ڪرم آهن. انهن جو ڏوھ يا دوش ڪنهکي بہ ڏيڻ نہ گهرجي. "دوش نہ ديجي ڪاهوُ لوڪ- جو ڪمائون سوئي ڀوڳ." (محلہ ٥)

ڪريمان، سنچت ۽ پرالبڌ ڪرم لهندا رهن ٿا. سنچت ڪرم هزارن جنمن تائين قائم رهن ٿا ۽ ڪڏهن بہ ختم نٿا ٿين. انهن جو حساب ڪتاب ڪرڻ ناممڪن آهي.

جڏهن سچو گرو ٿو ملي، تڏهن هو آساڻي ڪرمن جو حساب ختم ٿو ڪري. هو آساڻي هلندڙ ڪريمان ڪرمن کي صاف ۽ پورا ٿو ڪري. گرو ڏارڻ ڪري، نام جي ڪمائي ڪرڻ سان، جيڏو نهڪرم Karamless ڪرم ٿو ڪري جي ملدائڪ نٿا ٿين. گرو کان گيان حاصل ڪري، نام جي ڪمائي ڪرڻ سان، جڏهن جيڏو لرڪيني پار ٿو ڪري، تڏهن سنچت ڪرمن جو حساب ناس ٿو ٿئي. پورن گرو، پرالبڌ ڪرم هلڪا ڪري، سڙيءَ مان ڪنڊو ٿو ڪري. اهڙيءَ طرح گرو اسان جي سڀني ڪرمن کي لاهي ڀوساگر پار ٿو ڪرائي.

# مورتي پوڄا

رشي مني جيڪي اندر اڀياس ڪندا هئا، تن مورتي پوڄا الهيءَ لاءِ رکي ته جيڪي ٻاهرمکي آهن، تن ۾ اندر جي اڀياس جو شوق پيدا ٿئي! الهيءَ جو اهو مطلب هو ته اهي ماڻهو اندر اڀياس ڪري انهن ديشن ۾ پهچن، جتي جتي اهي مهاتمائون پهچي اڀياس جو ڦل ڀوڳي رهيا آهن. ماڻهو اندر وڃي نه سگهيا، تنهڪري اهي انهن مهاتمائن جي مورتن کي ٻاهر مٿو ٽيڪي ۽ انهن جي پوڄا ڪري هو ٻاهر ئي رهجي ويا.

جن مهاتمائن کي گذريئي جڳن جا جڳ ٿي ويا، جيئي هن وقت هن اسان جي دنيا ۾ پهچي الهيءَ روپ ۾ اچي نٿا سگهن، تن کي جي ورتي دنيا ۾ اچڻو هجي ها ته پوءِ هو اندر ۾ اڀياس ڇو ڪن ها؟ جيڪڏهن هو اڀياس ڪري مالڪ ۾ ملي هڪ ٿي ويا ته پوءِ هو هن دنيا ۾ ڇو اچن؟

هي اسان جو مرت لوڪ سڀني ديشن ۾ ڏکن جو ديش آهي! جيٽن جيٽن لوهين، اندر اوچن ديشن ۾ ويندا، ليٽن ليٽن اُلي سک ۽ آنند ڏسندا. پوءِ هن چوراسيءَ جي جيل خاني ۾ ڪنهن کي به اچڻ جي خواهش ڪانه ٿيندي!

تنهي لوڪن ۾ پورڻ شانتي ڪاهي، پر شانتي هرهڪ جي اندر آهي. سو جيستائين انسان ٽن گڻن جي رچنا کان مٿي نه ويندو تيستائين هن کي شانتي حاصل نه ٿيندي. سچي شانتي، من ۽ مايا جي گهيري کان ٻاهر آهي.

مورتيءَ کي اوتار، ديوتا يا برهم ڪري پوڄڻ، اهو سڀ من جو ڌوکو آهي. اصل ۾ مورتي پوڄا ڪرڻ وارا، ويد شاسترن مان پوريءَ طرح واقف نه آهن. هيءَ ساري سرشٽي پنجن تتن جي لهيل آهي. مورتي ڪنهن ڌاتوءَ يا مٽيءَ جي لهيل هوندي آهي، جا هڪ تت اصل ۾ مٽي آهي. وڻ پاڻين

وغيره ۾ هڪ لٽ آهي. ڪيئن ماڪوڙن ۾ ٻه لت آهن پکين ۾ ٻي لت آهن ۽ جانورن ۾ چار لت آهن. پنج لت فقط انسان ۾ آهن.

جيڪڏهن انسان جو پنجن لتن جو مالڪ آهي، سو جي مٽي، وڻ يا جانور ڪي ٿو چوي، ته پوءِ هو مري جا وڃي ٿيندو؟ پٿر، درخت يا جانور هو انهن جو روح، مٽيءَ جي مورت ۾ ڏسي ٿو. پر انسان جي اندر، انهن، پرميشور جيڙو، ساڪياٽ موجود آهي. انسان ساڪياٽ يا سچي کي ڇڏي، هيٺ ٿو ڪري، پوءِ هو هيلين جولين ۾ ڪيئن نه وهندو؟ جيڪڏهن انسان بادشاهه يعني اشرف المخلوقات هوندي به پاڻ کان گهٽ، هڪ جيراسيءَ کي ٿو پوجي، ته اهو پنهنجو هن کي جا ڏيندو؟ انسان جي اندر سارو برهمنڊ آهي. سڀ ديوي، ديوتائون اوتار، انهن، برهم، پار برهم ۽ خود خدا هنجي اندر ۾ آهي.

ڪي چوندا آهن ته مورتي پوجا ۾، اندر درشن ٿو ٿئي. اهو سڀ هن جي من جو خيال آهي يعني اهو Reflection of mind آهي. جيڪا شڪل توهان جي اندر سامهون ٿي اچي، تنهن کان توهين سوال ڪريو ته تنهن جو ڪهڙو ديش آهي؟ مورتي ڪڏهن ولي هلندي؟ مورتي جا چا ڪرتو آهي؟ ۽ منهنجو پردو کولي مورتي مٽي روحاني منڊل تي ولي هل. توهين ڏسندا ته جيڪا مورتي اندر توهان جي سامهون آئي آهي، سا اصل ڪين ڳالهائيندي! سا ڳالهائي اڻي، تنهن جي معنيٰ ته اهو سچو درشن مورتيءَ جو نه آهي. سچو درشن هنجي نه توهان سان ڳالهائي، آشرواد ڏئي ۽ سوالن جا جواب ڏئي. انهيءَ ڪي توهان کي درشن ڏيڻ جو مطلب گونگو ٿي سيڻ جو نه آهي. خود گونگي آهي يعني ته بي جان آهي، سچي نه آهي، پر حقيقت، سچ پچ اهو توهان جو خيال آهي جو توهانکي سچو سمجهه ۾ اچيو. اهو اهڙو آهي جهڙو توهين، ٿورو وقت سج ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ وري اکيون بند

ڪرايو، نه پوءِ توهين سڀ ڪي اندر ڏسندا. چنڊ جو ڏيان
ڪندا ته چنڊ کي ڏسندا، ڪنهن مورتيءَ جو ڌيان ڌرينداته
انهيءَ مورتيءَ کي ڏسندا.

انسان کي مٽي، پٿر، وڻ وغيره جي ڌيان ڪرڻ جي
ضرورت ئي ڪانهي. انسان جي سڀ کان سرشٽ جُوڻ
آهي؛ سڀ ڪجهه هن جي اندر آهي. جيڪڏهن ڪو سچو
مندر آهي ته انسان جي اندر آهي. افسوس! دنيا چيتن
مندر کي ڇڏي، جنهن ۾ سچو ايشور، پرماتما موجود آهي،
انهيءَ کي پري ڦٽو ڪري، هوءَ جڙ شين ۾ ايشور کي ٿي ڳولي.

ڪي ماڻهو وري چوندا آهن ته ڌني ڀڳت کي پرميشور
پٿر مان مليو! حقيقت ۾ ڇا هو ته، ڌنو ڀاڳ گرو هو. ترلوچن
هن جو شش هو. ڌني، ترلوچن کان مورتي پوڄا ڇڏائي، هن
کي برهم پد ۾ وٺي وڃڻ ٿي چاهيو. ڌنو ذات جو جاٽ هو
۽ ترلوچن برهمڻ هو. برهمڻ، جاٽ کي ڪهڙيءَ طرح گرو
ڪندو؟ ڌنو ڀالو ڀولو ٻڌجي، جتي ترلوچن مورتن جي پوڄا
وٺي ڪٽي، اُتي وڃي ويٺو. ترلوچن کي چيائين ته جيئن
تون پوڄا وغيره ويٺو ڪرين، ليئن مان به ڪري سگهندس
يا نه؟ ترلوچن چيو ته ها، تون به ڪري سگهندين، مان توکي
ٺاڪر ڏيندس، بشرطيڪ تون مونکي هڪ ڳانءِ انهيءَ جي
عيوض ڏيندين؟ ڌني هن کي هڪ ڳانءِ آڻي ڏني. ترلوچن
سمجهيو ته ڌنو هڪ بيوقوف آهي، سو پوڄا ڪان ڇا سمجهندو!
سو هن کي هڪ وڏو ڪارو پٿر ڪڍي ڏنائين ته انهيءَ جي
پوڄا ڪر. ڌنو پٿر کڻي گهر آيو ۽ انهيءَ کي پاسيرو رکي
ڇڏيائين.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ ڌنو وري ترلوچن وٽ ويو. ترلوچن
ٺاڪرن جي پوڄا ڪري جڏهن مورتي کي ڀوڳ لڳائي اٿو
ڀوڳ ڀاڻ ڪاڻي ڇڏيو، تڏهن ڌني چيس ته پنڊتجي! ڇون
ته ٺاڪر سان ٺڳي ڪري رهيو آهين؟ تو ته ٺاڪر کي ڪوله

ڪاراڻو ۽ ٻاڻ هرد ڪالين ولين! ترلوچن جيو ته ڪڏهن پڻ ته
ڪالهه ڏور آهي ڇا؟ انهن تي ڏلي ڇيس ته جڏهن لاڪر ڪالي
۾ لڳو ته پوءِ تون هن مان ڇا حاصل ڪندين؟ تون مون سان
ڳالهه ۽ ڏس ته منهنجو لاڪر، منهنجو سڀ ڪم ڪري ٿو.
ترلوچن پوءِ ڏلي سان گڏجي آيو ۽ ڏالين ته هنجي ڪوه جو
تار پاڻيهي پيو هلي. ڏلي جيس! اهو منهنجو لاڪر پيو هلائي.
هن جيس ته مولڪي ته هو ڏسڻ ۾ ٿي لڳو اچي! انهيءَ وقت
ڏلي يڪمشت ترلوچن کي سمجهائڻ شروع ڪيو.

"اي ترلوچن! تون ٻاهرمکي ٿي واهو آهين. لوڪي ۾ رهمڻ
هنڌ جو آهنڪار آهي." پوءِ هن کي سڀ واٽون سمجهايائين.
ترلوچن روڻي جيو ته مان لهنجي شرن آيو آهيان، مولڪي
سچي ناڪر جو درشن ڪراءِ. انهيءَ وقت ترلوچن کي، ڏلي
اندر وڃڻ جو رستو ٻڌايو ۽ گيان ڏنو.

انهيءَ ڳالهه ۾ شڪ ته آهي ته جڏهن ماڻهو پريم ۾ اچي
مرلي ٻڌائي ڪري ته انهيءَ ۾ هو طرحين طرحين جا
سنڪلپ ۽ خيال پيدا ٿو ڪري، الٽهن هو سمجهي ٿو ته
منهنجو سڀ ڪم مرلي ڪري رهي آهي. جيڪي هن جا
ڪم سنا ٿي نيم، سي هو مرليءَ جا ٿو سمجهي ۽ جيڪي
ڪم پورا نه ٿين سي پنهنجي قسمت کان ٿو سمجهي.

وڏيون سڌيون ۽ سڀ شڪتيون، انسان جي اندر آهن.
جيئن جيئن شرڌ کي انڪار ڪندو، تيئن تيئن هن جي اندر
طاقت وڌندي ويندي. پر جيڪا مڪتي ڏيڻ واري شڪتي
آهي، جنهن کي نام يا شبد ٿو چيو وڃي، سا انهن سڀني کان
مٿي آهي، اها محنت ۽ ابياس سان ٿي ملندي.

سنتن جو چوڻ آهي ته، "جيان آسا، تيان واسا." جيڪڏهن
انسان جو اشت پڻ پاڻي يا دولت آهي، ته مرڻ کان پوءِ انسان
جونيءَ ۾ انهيءَ ۾ ٿيندو. ويد ۽ گيتا ۾ لکيل آهي لا ته
جسم جي اندر آهي، جنهن ڪري پهنجي اندر ۾

مالڪ جي تلاش ڪريو. باهر جڙ يا بي جان شين کي ايشور سمجهي پوڄڻ، اها هڪ مهاپاري ڀل آهي. ايشور کي روانجيءَ طرح ڪي ماڻهو سرو وياپي تا چون، اُهي فقط پوٿيون پڙهي اها ڳالهه تا ميين. جيڪڏهن هو پهنجي اندر ۾ هن جو دوشن ڪن ته پوءِ ڪيس ذري ذري ۾ پتي پتي ۾ بلڪ سڀني ۾ ايشور ڏسڻ ۾ ايندو. مگر جيستائين ماڻهوءَ پهنجي اندر ۾ ايشور جو انڀؤ نه ڪيو آهي تيستائين ايشور کي سرو وياپي (سڀ ۾ موجود) چوڻ اها ڳالهه ته زبان جو جمع خرچ آهي. رڳو زبان سان ڀيا چوندا سين ته پرماتما سرو وياپي آهي، مگر اهو سرو وياپي پرماتما اسان کي ڪو به فائدو ڪو نه پهچائي سگهندو ۽ نڪي هو اُسان کي گناهه ڪرڻ کان روڪي سگهندو ۽ نه هو مصيبت ۾ اسانجي دانهن جو جواب ڏيندو!

باهر پرماتما اهڙو آهي جهڙو ڪير ۾ گيهه. ڪير گيهه جو ڪم نه ڏئي سگهندو ۽ نڪي گيهه، ڪير ۾ ڏسڻ ۾ ايندو. پر جڏهين اسين ڪير جمائي ڏڌ ڪري، ولوڙي پوءِ اُنهيءَ مان مکڻ ڪيندا سين، تڏهن ئي اسان کي گيهه ملندو.

جيڪڏهن ڪنهن کي پرماتما سان گڏجڻو آهي ته پهنجي اکين جي وچ ۾ شاهه رڳ جي رستي هن جي ڳولا ڪري.

"ولهن اَقرب واجهو وسي تو ـ ڏس هاديءَ جو هيٺي." (سچل)

يعني هاديءَ جو ڏس اهو آهي ته مالڪ تنهنجي ويجهو وسي ٿو. مگر اهو سڀ انهيءَ وقت ٿيندو جڏهن ڪو اندر جو ڀيدي ڪامل مرشد انسان کي ملي! انهيءَ ڪري سڀني شاسترن گروءَ جي ضرورت تي زور ڏنو آهي. ڪبير صاحب چيو آهي:-

"جاڪو گرو نه رنگ ديا ـ ڪڇي نه هوئي ڪرنگ،
دن دن باني اُجلي ـ بڙهي سوايا رنگ."

يعني ته جنهن کي ستگروءَ نام روپي رنگ ۾ رڱي ڇڏيو آهي انهيءَ جو رنگ ڪڏهن به نه لهندو ۽ نڪي جهڪو ٿيندو، پر اهو هر روز ٻاڻ وڌيڪ ۽ وڌيڪ چمڪندو ويندو.

# ستسنگ

ستگروءَ جي سنگ کي ستسنگ چئجي ٿو. جتي قصا، آڪاٽيون، لڙائي، جهڳڙا ۽ ودّيا جون ڳالهيون هجن، اُهيءَ جو نالو ستسنگ نہ آهي. ستگروءَ جو روپ خود سچ پرش جو روپ آهي، تنهنڪري هن جي سنگ جو نالو ستسنگ آهي. باقي ٻيون سڀ ڳالهيون اجايون ڳالهيون آهن، جن مان ڪڏهن بہ جيو جو اُڌار نہ ٿيندو.

ستسنگ جو مطلب آهي سچ جو سنگ. سچ معنيٰ زندهہ ۽ سنگ معنيٰ جڙڻ، گڏجڻ، يا ميلاپ ٿيڻ. جيئري پرش جي صحبت يا سنگ جو نالو ستسنگ آهي. ستگروءَ جي اندر، ست يعني سچ، سچو مالڪ پرگهٽ آهي. اُنهي جي سنگت جو نالو **ستسنگ** آهي. جتي ستگرو، ست جو اُپديش ڏيندو آهي، اُتي وڃڻ سان آتمڪ رنگ ٿو لڳي. جهڙيءَ طرح ڪنهن درياءَ يا تلاءَ جي ڀرسان وڃڻ سان ٿڌاڻ ۽ باهہ جي ويجهو وڃڻ سان گرمي معلوم ٿي ٿئي، تہ پوءِ روحاني بادشاهہ وٽ وڃڻ سان، هنجي روحانيت جو رنگ ڪيئن نہ چڙهندو؟ ستسنگ ۾ فقط نام جو اُپديش ٿيندو آهي. ستسنگ ٻن قسمن جو ٿيندو آهي (١) ٻاهريون ستسنگ، اِهو گروءَ جي صحبت جو نالو آهي (٢) اندريون ستسنگ، اِهو سرت يعني آتما جو شبد يا نام سان لڳڻ يا ميلاپ ٿيڻ کي چئبو آهي.

(١) "ستسنگ ڪئسي جاڻئي، جتي اڪو نام وکاڻئي." (محلہ ١)

گرو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا تہ، ستسنگ اُهو آهي، جتي هڪڙئي نام جي ڳالهہ هجي.

(٢) "ستسنگ باجهون سنگت نہ هوئي." (محلہ ٣)

گرو اَمرداس صاحب جن فرمائين ٿا تہ، سچي ستگروءَ جي صحبت کانسواءِ مالڪ جو ميلاپ هرگز نہ ٿيندو.

(٣) "ساڌ بنا ناهين دوبار." (ڪبير صاحب)

ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا ته جيئري سچي سنت بنا، ڪابه دربار يا مندر يا ستسنگ حقيقت ۾ سچو نه آهي.

ستسنگ جي مهما ڪهڙي ڪجي! جتي ٻڪين جو چوڳو هوندو آهي، اتي ڪنهن وقت هنس به اچي وهندا آهن. هر ڪنهن ستسنگ جو لاڀ ۽ شان نرالو آهي. اهو مدار رکي ٿو ته، ڪهڙن سنتن ۽ فقيرن وٽ اهو ستسنگ ٿئي ٿو. ستسنگ لوڻ سوڊو، مرڻ گهڙيءَ سوڊو ٿيڻ گهرجي. ستسنگ جا وچن هر هر ٻڌڻا آهن. انهن چوڻ ته، اڳي اهو ٻڌو اٿئون ۽ هاڻي انهي جي ٻڌڻ جو ضرور ڪونهي، سو غلط آهي. ستسنگ جا وچن هر هر ٻڌڻا آهن، جيئن ڪو نه ڪو اکر دل ۾ ڄمي وڃي ۽ چت چڙهي! ستسنگ جيو کي ڇا ٿو سيکاري؟ ستسنگ جيو کي يادگيري ٿو ڏياري ته، اي جيوا! تون پنهنجي اصلي ديش وڃڻ جا سبق (نام جپڻ) ياد ڪر، ستسنگ سان پيار رک، هر ڪنهن سان پيار رک، هر ڪنهن سان قرب سان هل ۽ سڀ ۾ مالڪ ڏس.

هي جيو! ستسنگ ۾ اچي اهڙي ڳالهه هٿ ڪر، جنهن مان مالڪ سان تنهنجي لنو لڳي وڃي ۽ تون مالڪ سان ملي هڪ ٿي وڃي. هي سڄڻ! تون گذريل ۽ ايندڙ جو خيال نه ڪر پر حال يعني هلندڙ وقت جو خيال رک. اهو خيال رک ته، نام کي ڪيئن پنهنجو ڪريان. ستسنگ سائينءَ وٽ وڃڻ جي آفيس آهي، جتي مالڪ ڏانهن وڃڻ جي خبر چار ٿي ملي ۽ ڏانءُ (وات) ٿو سکجي ته ڪيئن مالڪ وٽ وڃي پهچجي.

سچي ستسنگ ۾، گذريل ويل راجائن وغيره جون ڪهاڻيون ۽ راڳ روپ ڪونه ٿيندا آهن. اتي فقط نام جو پرچار ٿيندو آهي. اتي ڪنهن به مذهب يا ڌرم جي ڳالهه نه ٿيندي آهي. جيڪي به جيوَ اتي ٻڌي، تنهنجي آتم جو خيال رکيو آهي. انهي خيال مان ئي پاندڙي جي ورتي يا هلت ٿيندي. ستسنگ پنهنجو اثر ضرور ڏيکاريندو. جيوَ ستسنگ ۾ وڃي، اتي

ڪجهه ٻڌائين، ڪجهه ڏيکارين، ته ٻيءَ ستسنگ جي ضرورت ڪانهي. ٻر جي ٻاهر لڪڙا ڪالهوءَ گپ شپ هڻائين، ته جيڪي ٻڌائين سو وڃي رهندو. ستسنگ ڪالهوءَ جيه ڇاپ وجهي گهرجي ۽ جيڪي ٻڌو هجي، تنهن تي غور ڪري ٻيو ٻڌاري ڪجي ته ته عام ماڻهن ۾ هو پنهنجي ستسنگ کي ڏاڍو ڪري ڇڏيندو، ڇاڪاڻ ته عام ماڻهو چوندا ته، هن ستسنگ ۾ ڇا ٻڌو ۽ ڪيو، جو هو پنهنجا اعمال ڪهڙا ٿو ڪري!

شاستر ۾ چيل آهي ته، جيڪو جيو به قدم کڻي ستسنگ ۾ وڃي ٿو، اهو قدم هڪ اسمد يگيه جي برابر آهي. اهو نه بلڪل سستو سودو آهي. اهي جيڪي ٻرهمڻ جي پار ڏاهن، سڀ سڀني ۾ پائي ستسنگ ۾ اچن ٿا، پر ته ڇڏيو ٻر سڀڻ پيرن جي مٽي به لڪ لهي. رج يا ڌوڙ اسيس ڀري آهي. اهڙن سچن جي پيرن جي ڌوڙ ڪا رواجي مٽي ڪانهي! اها ٻولو خاڪ آهي. سنتن ۽ فقيرن جي درگاهه ۾ خاڪ جو پرساد ملندو هو. اها پرساد جي خاڪ ياد ٿي ڏياري ته هي جيڙا لون مٽي آهين، مٽي ٿيڻ وارو آهين ۽ آخري مٽي ٿيءَ جو سڀ کي پيارو لڳهن.

صدق، وشواس ۽ سک، ستسنگ مان پيدا ٿا ٿين. عيسائين جيڪو لاوجود واريءَ حد تي پهچي، ليسائين ستسنگ ڪرڻو آلس. هي پيارا! هيئر تي اها ڳالهه سمجهه. وقت لڪڙو هلندو پيو وڃي. منش جنم ملڻ ڏاڍو ڏکيو ٿو ملي. اٿ سجاڳ ٿيءَ!

”جي لک استريان ڀوڳ ڪري، نو کنڊ راڄ ڪمالي،
بنا ستگرو سک نه پائيندي، ڦر ڦر جوني پائي.“(محلا ٣)

يعني:- جيڪڏهن ڪير ڪٿي دنيا جي لک ميا سندر استرين سان عيش ڪري ۽ ستيءَ دنيا تي ڪٿي هو راڄ ڪري، پر سچي ستگروءَ ۽ هندي سنگ ڪانسواءِ سچو دائمي سک يعني مڪتي هرگز نه ملندي ۽ جنم مرڻ جو ڦيرو نه لهندو.



# سُرت شبد يوگ

سرت معنيٰ ڌيان، ميان، روح، آتما يا Soul ۽ شبد جو مطلب ڌن، آنحد نام آهي ۽ يوگ معنيٰ گڏجڻ آهي. سڄي جو مطلب آهي آتما جو شبد سان ملي هڪ ٿيڻ. ڌن کي ٻڌي، سرت يعني آتما يا آتمراڻ و شبد جي طرف ڇڪجي ٿي وڃي. ڌن يا شبد هر جڳهه وڃي رهيو آهي. جيسين ڌيان پڪو نه ٿيندو، تيسين شبد اصل ٻڌي نه سگهبو. شبد، رشين، منين وارن شرلي آهي؛ انهي کي آدگيت به چوندا آهن. اهو راڳ، آتما يا سرت سان ئي ٻڌي سگهبو آهي ۽ نه ٻاهرين ڪنن سان.

يوگ چئبو آهي گڏجڻ يا ميلاپ کي. انهيءَ ڪري جنهن طريقي يا رستي، سرت، شبد ۾ پسي پيا آلي ٿي سگهي ۽ انهيءَ سان اهڙي طرح گڏجي، جو وري هوءَ ان کان جدا نه ٿئي. اهڙي ميلاپ يا يوگ کي **سرت شبد يوگ** ڪري چئبو آهي.

سرت شبد يوگ سنان آهي يعني تمام قديمي يا پراڻي وقت کان هليو اچي. اهو هڪ قدرتي رستو آهي. انکي ڪير به وڌائي يا گهٽائي نٿو سگهي. اهو خود مالڪ جو لاهيل روحاني رستو آهي. شبد سڄيءَ سرشٽيءَ شروع ٿيڻ کان ولي هو. انهيءَ مان ئي سڄي سرشٽي لهي. شبد سان آتما جو سهاوڪ يعني قدرتي سنبنڌ پيا لاڳاپو آهي. انهي ڪري آتما جي ۽ شبد ڏانهن ڪشش پيا ڇڪ آهي، جنهن جي ساڌن ڪرڻ ۾ ڪابه ڏکيائي ڪانهي.

پيا به ڪيترن ئي قسمن جا يوگ آهن ۽ جنهن جو تعلق ڪنڊلنيءَ کي جاڳائڻ جو آهي. اهي سڀ يوگ، شرير جي اکين جي هينان، ڇڪرن سان سنبنڌ ٿا رکن. سڌمت انهن يوگن کي ڪابه ... ا آهن. انهن يوگن سان بدن جي صحت کي کي روڪي، ماٿهو لهي ٿي

تندرستي ۽ وڏي عمر حاصل ڪري سگهيٽو. **مانسڪ يوگ**،
من کي قابو ۾ ڪري ۽ **گيان يوگ**، عقل يا بُڌيءَ کي
سوکير ڪري، آتما کي برهم تائين پهچائي سگهي ٿو ۽ نه اُن
کان مٿي. انهن يوگن مان سڌيون يا طاقتون ملن ٿيون، پر اُهي
هيٺ ڪرائينديون آهن. پر انهن مان مڪتي نٿي ملي سگهي.

ڪبير صاحب، گرو نانڪ صاحب ۽ ٻين گرن ۽ سچن سنتن،
سرت شبد يوگ جي سکيا ڏني آهي. سرت شبد يوگ، نام
جي ڪمائيءَ جو ٻيو نالو آهي.

"نانڪ نام نرنجن جانو، ڪهني پکٽ پرم او لاني."

سچي مالڪ کي ملڻ جو، سرت شبد وارو رستو سولو
آهي. انهيءَ ۾ ٻوگن وارين تڪليفن نه ٿيون ڪرڻيون پون.
انهيءَ ڪري اُن کي سهج يوگ يعني سولو يوگ به ڪري
چوندا آهن. هن ۾ ڏيان جي وسيلي، شبد يا ڌن کي ٻڌبو آهي.
انسان گهر ۾ رهي، دنيا جا ڪم ڪندي به، انهيءَ يوگ جي
ڪمائي ڪري سگهي ٿو. هن ۾ ڪنهن به ڌرم يا مذهب
بدلائڻ جي ضرورت ڪانهي. هرڪو انسان، ڪنهن به قوم،
ملڪ، مذهب يا ڌرم جو، سرت شبد يوگ جي ڪمائي گهر
ويٺي ڪري سگهيٽو.

سرت شبد جون ٻي صورتون يا شڪليون آهن، جي آهن،
سمرن، ڌيان ۽ ڌن جو ٻڌڻ. ڪامل زنده گرو ٻي، سرت شبد
يوگ جو رستو ٻڌائي، آسانيءَ هرڪو منزل ٻي مدد ڪري،
مٿين مقامن ٻي وٺي وڃي، مالڪ سان ملائي سگهيٽو ۽ ٻيءَ
ڪنهن به طرح سان آسين سچي مالڪ سان ڪڏهن ڪين ملي
سگهنداسين. ڪبير صاحب جن فرمائن ٿا:-

"ليٽون ٻند لڳاءِ ڪر، مک سي ڪڇڙن نه ٻول.
ٻاهر ڪي پٽ ديو ڪر، انتر ڪي پٽ ڪول.
ليٽون ٻند لڳاءِ ڪر، نام نرنجن ليءِ،
انتر ڪي پٽ تب کلين، جب ٻاهر ڪي پٽ ديءِ."

يعني:- اکيون، کن ۽ وات بند ڪري، ڌيان هڪ هـ
چمائي، اندر ۾ آتما جي زبان سان نام جو سمرن ڪر، ته پو
ٽوڪي شبد ٻڌڻ ۾ ايندو، جنهن جي وسيلي ٽون سچي مالڪ
سان وڃي ملندين.

سرت شبد يوگ جو ساڌن، نين اک يا شو نيتر کان شروع
تي، مٿي ٽو وڃي.

”ويد شاستر سمرت اور پرانا، پڙهه پڙهه سب پنڊت هارا،
بنا ستگر اور بنا سرت شبد، ڪوئي نہ اتري پارا.“
(سوامي جي)

سوامي جن فرمائين ٿا ته، ماڻهو ۽ پنڊت ويد، شاستر،
سمرتيون ۽ پراڻ پڙهي پڙهي ٿڪجي پيا، پر سچو مالڪ ڪين
ڪين ملي سگهيو. وڌيڪ کولي هو سمجهائين ٿا ته، اي سڄڻو!
نا سچي ستگروءَ جي شرن وٺڻ جي ۽ بنا سرت شبد يوگ
ي ڪمائيءَ ڪرڻ جي، ڪير بہ هن سنسار ساگر مان پار وڃي
ڪين سگهندو.

”چار آتارنهن نوَ پڙهي، ڪت پڙهه ڪويا مول،
سرت شبد چينهي بنا، جيون پنڇي چنڊول.“

د نيا ۾ ماڻهن چار ويد، ارڙهن شاستر ۽ ڪت اپنشد پڙهي
ي، انهن ۾ جيڪا اصليت، مکيہ ڳالهہ يا تت آهي، سو
ڙن يلجي وڃائي ڇڏيو ۽ هو رڳو انهن جي پڙهڻ ڪيئي
ب سمجهي ويٺا. انهن سڀني جو سار يا تت آهي ته، پورن
سرت يوگ جي ڪمائيءَ بنا، مڪتي ڪانہ ملندي ۽
چنڊول پکيءَ وانگر، چنڊ ڏانهن رڳو نهاري نهاري
وياسين.

روازي دسون مڪتا، انهد شبد وڄاوَ نيا.“ (محلا ٣)
جسي ٽون دروازن اکين، ڪنن وغيره ۾ مڪتي
پر مڪتي ڏهين دروازي يعني ٽيسري تل يا نينءَ
سرت شبد يوگ جي ڪمائي مان ملندي. چاڪاڻ

ت، إلهيءَ ڏهين دروازي وٽ، أسانجي أندر ۾ شبد وڄي رهيو آهي، جنهن کي ٻڌي، أسين روحاني منڊلن کي چڙهندا سين.

"شبد پيد ڪر گرسي پائو، شبد ماهه ڪر جاء سمائو."
(سوامي جي مهاراج)

* * * *

"اس ڪايا أندر وسٽ أسنکان، گرمک ساچ ملي تان وٿکان."

گرو أمرداس صاحب جن فرمائين ٿا تہ، أسانجي شرار أندر، ڪروڙين رتن پيا آهن ۽ خود خدا الهيءَ ۾ آهي، پر إهو تڏهن ملندو، جڏهن أسانکي ڪو سچو ڪامل گرو ملندو.

"ڪلجگ ۾ رام نام بوهٿا، گرمک پار لنگهائي."

يعني:- ڪلجگ ۾ رام نام جي ڪمائي، جهاز مثل آهي ۽ گرو جهاز جو هلائيندڙ آهي، جنهنجي مدد سان ئي أسين ڀوساگر مان پار پهچندا سين ۽ ٻئي ڪنهن طرح، ڪٿي اسين ڀلي سوين هزارين ڪوششون ڪريون!

"جئسي جل ۾ ڪمل نرالم، مرغائي نيسالي،
سرت شبد ڀوساگر ترئي، نانڪ نام بکالي."

جيئن طرح ڪمول جو گل پاڻيءَ ۾ رهي ٿو، مگر پاڻي أنهي کي أثر نہ ڪري ۽ بدڪ جيئن سچو ڏينهن پاڻيءَ ۾ تري ٿي، پر هوءَ ڪل پرن سان أڏامي ٿي وڃي. گرو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا تہ، "هي إنسان! تون دنيا ۾ رهي، سرت شبد جو أڀياس ڪري، دنيا جي ڀوساگر مان پار لنگهي وڃ."

# شيوا يا خدمت

شيوا کي سنت نقد سؤدو ڪري چوندا آهن. شيوا ڪر ۽ هن ٺي حياتيءَ ۾ ڦل وٺ. شيوا آهي وڏن جي چٺي ۾ هلڻ، ڀاري پاڻي، آلاٽن ۽ گهرجائن تي ديا ڀاءُ سان مدد ڪرڻ. جيڪو دل ۾ اهنڪار رکي شيوا ڪري ٿو سو خالي رهجو وڃي. شيوا کان سواءِ هٿن پيرن وغيره کي ڌڪار آهي.

”بن سيوا ڌرگ هٿ پير - هور نهفل ڪري.“ (محله ٥)

شيوا ٽِن قسمن جي آهي. تن، ڌن، من ۽ سرت جي شيوا. تن جي شيوا لاءِ گرو امرداس صاحب جن فرمائين ٿا ته جيئن هاٿيءَ واڳر، مٿي تي گروءَ جي حڪم جو سؤٽو سهيءَ جيئن گرو هلائي تيئن هو هلي. پنهنجو مٿو گرو جي سانداڻ تي رکي ۽ جيڪا به سختي ٿرمي، ڏک سک، اچيءَ انهيءَ ۾ هو خوب شيوا ڪري.

”هستي سر جيون آنڪس هيءِ، اهرن جيون سر ديءِ،
تن من آگ راک ڪي، اوڀي سيو ڪري.“ (محله ٣)

شرير جي شيوا لاءِ گرو ارجن صاحب جن فرمائين ٿا، ”هي مالڪ! هٿن سان ڇا، مان ته اکين سان سنتن جي شيوا ڪريان ۽ پنهنجي مٿي جي وارن سان، گروءَ جي چرنن جي ڌوڙ صاف ڪريان. آٺئي پهر يعني ٢٤ ئي ڪلاڪ مونکي سنتن جو درشن نصيب ٿئي، اها ٺي دولت شل گرو مونکي بخشي. مان پنهنجن وارن جو چئور ڪاهي، سنتن اڳيان جهلايان ۽ پنهنجي مٿي کي سنتن جي قدمن هينان رکي، انهن جي قدمن جي خاڪ کي، پنهنجي منهن تي مکيان.“

”لٽدون سدک سنتن کي سيوا، چرن جهاڙي کيساہو،
آٺ پهر درشن سنتن ڪا، سک نانڪ ايهہ پاہو.“ (محله ٥)

آد کان ولي آنت تائين شيوا ڪرڻ لازمي آهي. جيئن دنيا ۾ ٻين جي سک ۽ شيوا لاءِ آيو آهي. جيڪو ڪي نهل جو

ڪوڙ ۽ هٺ ڪجي. ڪنهن به جاندار کي نه ستائجي، نه هجو ماس کائجي ۽ نه چوري ۽ بد ڪجي. ڪنهن کي پاڻيءَ لو پٽارجي نه هو چوندو نه شابس هجبي! ۽ جاندار وچارا نه گونگا آهن، سي اندر ۾ آسيس ٿا ڪن. ماءُ پيءُ ۽ وڏن جي شيوا ۾ وڏا سک آهن. اُنهن جي شيوائن سان گڏ ستگروءَ جي شيوا وڏي آهي.

مالڪ جو پند سدا مراد جو آهي يعني اُنهي ۾ ڪاڏ اچا يا مراد نه رکجي. جيو جي ڪٿي مراد نه ڪري، نه هڪ سچي سالبڻ کي پالڻ جي ڪري. اُنهي ڪانسواءِ ٻيون مرادون حرام آهن. جي ڪامنا رکي سنتن جي شيوا ڪيائين سا ڪو دان ڪمائين، نه به اها ڪوڙي ڪم جي! اُنهيءَ شيوا جو ڦل ڪامنا پوري ٿيڻ ۾ خرچ ٿي ويو. مايا گهرنائين نه سنت لاءِ نه پاڻ اهو سستو سؤدو آهي. اها مايا اُڃ آهي نه سيان ڪانهي. مراد رکجي نه ڪنهن سٽ وستوءَ جي رکجي. آسٽ جي چا مراد رکجي.

من جي شيوا اڪل ٿيندي آهي. جيئن اُهن کي شب ممال ۽ شب اچائون موڪلڻ. ڏٺيءَ کي اوداس ڪرڻ نه سيئي پرتا التي، سيئي کي نام دان ۽ سمت بخشڻ. جنهن جيو ۾ اچائون نه آهن، سو ٻرپوءَ کان اچا ٻرپرو آهي. ۽ ٻي مکيه شيوا من جي آهي. اِهو سمرن ڪرڻ ۽ من کي اڪاگر ڪرڻ.

ڌن جي شيوا آهي جيڙوڪ گهرجالوءَ کي پئسي، ڪپڙي، کاڌي پيتي، دوا درمل ۽ ودپا ڏيڻ وغيره. اِهو سمرن ڪري اندر ۾ گروءَ جي چرنن تائين پهچڻ، اها ئي سچي گرو جي شيوا آهي. گروءَ جي شيوا تڏهن سڦل ٿي ٿئي جڏهن اُها دل يا هٿين سان ڪئي وڃي.

جيئن شاهه صاحب فرمايو آهي:-

”هل هٿين سان هوت ڏي، پيرين پند وسار.“

گروءَ جي شيوا ڪرڻ سان پنهنجي دل جي ۽ گروءَ جي

ڳورا ماڻهو ملندا، ۽ آئنا ۽ سرحد جي شيوا ڪرڻ وارا، ڪي ڳاڻ ڳڻيا ٿا لڀن.

شيوا مان نمرتا ۽ نيا گڻ حاصل ٿيڻ گهرجن ۽ نه اڀمان. اڀماني جيوَ کي، الک کي پائڻ جي اندر ۾ پاونا ئي نه اصل نه آهي ۽ نه اُها پڪي نه آهي. اهڙي ماڻهوءَ کي ٿوري گهڻي واه واه ٿي، سوگهو اهنڪار وڌيو وڃي، هو پاڻ کي ڪي ٻيو سمجهي. شيوا نشڪام ڪجي ۽ ستگروءَ کي ارپي ڇڏجي. هميشه دل ۾ چئجي ته ستگرو منهنجو سائين آهي ۽ مان نسرو نوڪر ۽ ٻالڪ آهيان ۽ هيءَ سڀ شيوا ستگرو منهنجي پلي لاءِ پيو ڪرائي؛ ان ۾ منهنجو شرير هو ڀينجو اوزار ڪري پيو ڪم آئي ۽ مان ڪجهه به نه آهيان. سونارو متڪي سان زيور ٿو ٺاهي، اها سوناري جي ڪاريگري آهي ۽ نه متڪي جي. ٻرجي متڪر، هند ڪري چوي ته مان ٿو زيور ٺاهيان ته پوءِ اها متڪي جي اجائي بيهودي ۽ بيوقوفيءَ جي ڳالهه ٿيندي. اهڙي نشڪام ۽ نمرتا واري شيوا مبارڪ آهي ۽ ڏن آهي. جي جيڪو ائين ڪندو ته سوگهو اهنڪار نه ايندس. جي ڪهن مهل ڪٽي اهو آيس ته، نه جتاءِ نه ڪندو ۽ جلد نڪري ويندو". جيڪو هميشه ائين چوي ته هيءَ شرير، مال، ملڪيت وغيره سڀ سائينءَ جو آهي، پر نه ڪن جي ڪم ۾ اچي نه چڱو!

شيوا ڪرڻ ۾ ڀڳوانءَ جي هٽي چٽي، الٽي وهٽي، اچار، وهنوار ۽ وچار ۾ ڦيرو ٿيو پوي. جنهنڪري سندس راهه کليو پوي ۽ پوءِ هنجو لوڪ ۽ پرلوڪ ٻئي سڦلا ٿيو پون. جيوَ کي پنهنجو ٿالو ياد هجي، ٿهن ڪان ٻهتر نه ايشور جو ٿالو ياد هجيس. اسالڪي شيوا ڪري سچي ستگروءَ ۽ هنن جي وچن جي، اڪر سڀ اڪر پوري ڪري، راضي ڪرڻو آهي. الهي ته نه ائي شيوا ڇڏي، جيڏاهن گرو صاحب چئن وڃن، ٿيڏاهن ڏوڙي ڏڪون پائي، سندن ٻليان وڃجي. اها گروءَ جي

وچنن جي انهرائي ۽ نافرمان برداري آهي. شيوا هڪ عجيب چيز آهي! سر جي سٽ پوي لڏهن به نهل، شيوا ۾ خدمت نہ ڇڏجي. شيوا اکر ننڍڙو آهي شيون مان. جنهن جو مطلب آهي نہ جيڪي بہ وچن ستگروءَ مک مان ڪڍيا آهن، تن جو چتون ڪرڻ يعني هنڊائڻ ۽ اُنهندي وهندي، ذوق، شوق ۽ سرت سان نام جپڻ. هنن جي وچنن جي پيروي ڪرڻ ۽ عمل ڪرڻ، اهائي وڏي ۽ سچي شيوا آهي. اها شيوا ڪي وير ۽ غازي هوندا سي ڪندا. حڪم آهي نہ سرت جي شيوا سان گڏ، ٻي شيوا بہ ضروري آهي. شيوا شبد جي ڪمائي لاءِ وڏي هٿي آهي.

سچي سرشٽي سک ۽ آنند پنيان آهي. انسان توڙي حيوان، پکي پسون ۽ وڻ ٽڻ سڀني کي آنند کپي. اِهو انهيءَ ڪري نہ مالڪ انهن ۾ براجمان آهي. تنهنڪري انهن جي شيوا مالڪ جي شيوا آهي. شيوا ڪندي ڪندي، پانڌيئڙو پاڻکي شرڻ سمجهڻ ڇڏي ڏيندو ۽ ڪيس ڦمائي اچي ويندي، ڦمائي آئي نہ پوءِ آنند لهر پهر رکيو آهي. شيوا مان آپو مري ٿو. خودي وڃي ٿي ۽ من مري ٿو. شيوا مالڪ جي طرف وڃڻ جو عجيب ۽ پورو نسخو آهي. عام ماڻهو دنيا، گهر، ٻارن، قوم، ۽ ملڪ جي شيوا ۾ لڳا ٿا رهن. اهي سڀ شيوائون سٺيون آهن پر اهي اسان کي دنيا جي ٻندنن کان ڇڏائي مڪتي نہ تيون ڏئي سگهن.

گروءَ جي شيوا سڀ ۾ اُتم ۽ سچي شيوا آهي. ڇاڪاڻ نہ گرو مالڪ جي پريم جو سمنڊ آهي. اُنهيءَ جي شيوا سڀني ٻندنن کان آزاد ڪري، مالڪ جي اُلفت پيا سگهي، اَسان ۾ جاڳائي ٿي. مالڪ جي پيار پيدا ٿيڻ ڪري، سڀني منشن جو ۽ جاندارن جو سچو پيار، اَسانجي اندر ۾ پيدا ٿو ٿئي.



# نام يا شبد لاءِ معنئون

سيني سچن ڪامل سنتن يا درويشن جي، سالڪ مان ماڻ جي ساڳي هڪ ئي وات آهي، پوءِ ڀلي هو ڪهڙي به قوم ملڪ يا مذهب جا هجن.

”نانڪ ڪنول کان نام الائين، ڪنت ڪنول ۾ واٽي لاهين،
ڪري سخن مرشد جو ساڃ، سر ۾ لا سرت بچائين.“

يعني هيٺين چڪرن مان پنهنجو خيال يا سرت کي هٽائي، مرشد جي ٻڌايل جاءِ تي، نام ۾ سرت لڳائي، پاندڙا الي خيال کي جمائي، نام جو سمرن ٿا ڪن.

شاه صاحب چيو آهي:- ”جرڪو الين چور، جيئن پر پڪو نه لڳي.“ يعني سرت سان آهستي، نام جو سمرن ڪر، جيئن آواز جو ذرو به باهر ٻڌڻ ۾ نه اچي.

بدل فقير چيو آهي:-

”دم دي سرت سنڀال رکين، دم هئي اسرار الاهي دا،
دم درياءَ، سمونڊي اوليا، بي مثل هئي بي لمولا،
موج اٿندي ظاهر پيا طوفان، قطره بحر سماليندا.“

يعني:- پنهنجي هرهڪ دم يا ساه جي سنڀال ڪر، اجايو اٿين ڪي نه وڃاءِ. اهو مالڪ جو اسرار يا ڳجهه آهي. اسانجو هرهڪ دم يا پساه، اي مثل درياءَ ۽ سمنڊ واڱر اوڙهون آهي. الهيءَ دم جي سنڀال ڪندي ۽ نام جپيندي، جڏهن موج لهندي نه پوءِ قطرو سمنڊ ۾ وڃي پوندو يعني آتما مالڪ ۾ لين ٿي ويندي.

جڳباسو جڏهن نام جپي، سرار ۾ مٿي چڙهي، لاوجودي همت ميڪري، اي وجود ٿيندو، نه پوءِ هو ڏسندو نه هو شرار نه آهي. هيل سوڏو هو پالڪي، شرار سمجهي ويٺو هو. مرشد جو ٻڌايل نام جو ڏيان، ليسري لـل، شؤليتر يا ٽين اک وٽ ڪري، پنهنجي آتما کي پاندڙو مٿي آڻي، نه خبر پوندي س

تہ ھنجو شریر قبر والگر آھي. اِھو ئي آھي جنھن کي
اڳي. جي مرڻ یا 'قملبون الموت'، یا 'before death'
ڪري تا چون. اِنھيءَ ڪري بيدل فقير جن فرمائين تا
"سک رمز وجود وڃائڻ جي، ناھي حاجت پڙھڻ پڙھائڻ ج
نام جي ڪمائيءَ لاءِ، شڌ رھڻي ھت ڪرڻي آھي
پنھنجين عادتن ۾ قير گھير ڪرڻي آھي. ستگروءَ کان نام و
متاڇرو نہ جيڏو آھي، پر سچيون محنتون ڪرڻيون آھن. اڪ
جو فقير نہ ٻڌڻو آھي. جگياسوءَ جو ھن الکہ جي وڻ جي پاڙ م
وڌڻ اٿين آھي، جيئن ٻج مان وڻ تو ٿئي. نام ٻج مثل آھي
پوڙن ضروري آھي تہ، ٻج زمين اندر اکو رھي، جي ڪليل
ھوندو تہ پکي یا جيت کائي ويندس. ٻج کي زمين ۾ پوري
بچاءَ لاءِ لوڙھو ڏبو آھي. اِستريءَ کي گرڀ تو ٿئي تہ پوءِ
ھوءَ ڳرو ھاڻ، بار کڻڻ چڙھي تي ڏئي ۽ ڪاڏو وغيره مٿائي
تي. ليڪن جگياسوءَ کي نام ملڻ کان پوءِ، ڪي نيم رکڻا آھن ۽
محنتون ڪرڻيون آھن. جيڪي بہ ستگروءَ سمجھايو اٿس،
تھن لي ڳجھو پکو قدم رکي ھلي، تہ پوءِ نام، جو ھيٺر
ٻج روپ ۾ آھي سو وڌي وڻ ٿئي.

پوڙن پنھنجيءَ چپ کي روڪيو، زبان بند رکو. زبان بند
تي تہ ڪن ۽ اکيون پاڻيھي بند ٿيندا. جيئن جتي بہ وڃي،
آلي ولھي ٻڌي ۽ ڏسي پر بولي اصل نہ. ڪنھن بہ سيا یا
ستسنگ ۾ سوال ڪندو، پوءِ ڪٿي اھو مونجھہ لاھڻ لاءِ ھجي،
... بہ اِھو سوکيم اھنڪار تو پيدا ڪري، جو نقصانڪار آھي.
...ھنڪري چپ رھجي. سيا کان پوءِ، اکيلو سوال جو جواب
...ڇي. پڙلنءَ جي پچار پلي ڪجي، اھا لڪ لھيءَ پر جڏھن
...ڪ وڏالي چپ اختيار ڪريو، تہ پوءِ سيا ۾ چپ رھو،
...ا بہ ھڪ ساڌنا آھي. شاہ صاحب فرمايو آھي:-

"ٻيا پسڻ پرلنءَ جو، یا پرلنءَ جي پچار،
اُنھن ٻنھي کان ڌار، ٿل قادر ڪنھن کي نہ ڪري."

چپ الهيءَ لاءِ ٿي ڪجي جيئن پالڻهار نالو ٿي سالم رهي. پل پل ٿي هو چرڪجي رکي ته هو نالو جپي ٿو يا نه ۽ اها چپ سچي آهي يا نه، يا رڳو ٻاهران هو چپ آهي. جيترو هو چپ يا ماٺ ڪندو اوترو اندر جي اونده هٽجي دور ٿيندي ۽ سرت لڳندس، جنهن مان هن جي اڳتي وڌڻ ۾ ڦيرو ايندو.

پيو ڏاڪو نالو جپي راهه ڏانهن وڌڻ جو آهي، ستگروءَ جي ليڪڻ ۾ نمائي ڪاڻ. اهو ٿي هر ڪنهن جي اندر ۾ مالڪ جو مڪان آهي جتي هو رهي ٿو. جي جگياسو ٻيهجا ليڪ، مالڪ جي ليڪڻ ۾ اُڪاليندو يعني ڌيان لڳائيندو ته پوءِ، ستگروءَ جي مهر جي نظر هن تي پوندي. ستگرو سڄ آهي جنهن ڪري سڄ جو هن ۾ واسو ٿيندو.

"اکيون لڪ اورانيون، ڪنهن ۾ ڪريان پير،
لڪ لاهيندو ڪير، مون جهڙيءَ معذور ڪان،
اکيون آريءَ چام جون، آلديءَ سين آهين،
هو جي وڻ وندر جا، سي مون سولهالين،
ڏسيو ڏيکارين، پيشالي پنهونءَ جي،
اکيون آريءَ چام جون، آهين آلديءَ ساڻ،
پسي ڪنديون پاڻ، پيشالي پنهونءَ جي." (شاهه صاحب)

جگياسو، جن کي نالو جي بخشش ٿيل آهي، ٿن کي هيٺيون ڳالهيون ياد رکڻ گهرجن.

**(١) وهڪ يا آسڻ:-** پالڻهار جڏهن نالو جپڻ لي وهي، ته پوءِ ڪهڙي وهڪ وهي؟ اهو سڀ هير ۽ اوستا تي مدار ٿو رکي. هو اهو وهڪ وهي جنهن ۾ سولو سڌو، بنا تڪليف جي هو وهي سگهي، پر هو سدائين سڌيس ۽ سجاڳ هجي ۽ جهوٽا نه کائي.

**(٢) کاڌو پيتو:-** جگياسو اهو کائي، جنهن مان هو تروڳو ۽ طاقت وارو رهي، پر ساڳيئي وقت اهي کاڌي مان هڪي،

آلس، ڳهير ۽ بدن جي ڳؤراڻ نہ ٿئي. هو جلد هضم ٿيندڙ کاڌو کائي. هو رات جو کائڻ بدران، شام جو کائي، جيئن صبوح جو سويل نام جپڻ لاء اُٿي سگهي.

**(٣) ننڊ يا اوجاڳو:-** اِستولتا مان سوکيمتا ۾ اچڻ لاء، ننڊ ڦٽائڻ هڪ مفيد نسخو يا علاج آهي. اوجاڳو خيال کي سوکيم ٿو بڻائي. جيترو ٿورا ڪلاڪ ننڊ ڪجي، اوترو چڱو. نام کي گهڻو وقت ڏيڻ لايداڪ آهي. گهٽ ۾ گهٽ ايڪائي ڪلاڪ هر روز ڀڄن سمرن کي ڏيڻ گهرجي.

ننڊ ڦٽائڻ جا نسخا:- هڪ فقير ٿو ڳالهہ ڪري، تہ مون ننڊ تي هيئن ظابطو پاتو هو. هُو چوڻو تہ، "پهرين مان اکين ۾ ڪنيل لوڻ وجهندو هوس. ڪجهہ وقت ننڊ ڦٽل رهي ۽ پر ٿوري وقت ڪانپوء اکيون لوڻ سهي ويئون، جنهنڪري لوڻ جو اثر گهٽجي ويو. پوء ٿورا پيسل مرچ اکين ۾ وجهڻ شروع ڪيم، اُنهن وڃي هٺي هند ڪيو. هاڻي ننڊ کان ڇٽي پيو آهيان." (انهيء جو مطلب اهو نہ آهي تہ اسين بہ اکين ۾ مرچ وجهون. پر اهو ڏيکاري ٿو تہ فقيرن ڪيئن جاڳڻ لاء محنتون ڪيون آهن.)

ٻيو فقير ڪنهن واهہ جي ڪناري تي وڃي ايباس ڪندو هو ۽ تہ جي جهوٽو ايندو هوس تہ هو ڌُوَ وڃي پاڻيء ۾ ڪرندو هو. جتان ٻاهر نڪري وري اچي ڪناري تي سمرن ڪندو هو.

ھڪڙو ٻيو فقير وري ڪوهہ جو نار هلائيندي، ڳاڌيء (ڪاٺ جو تختو جنهن تي وهي نار ۾ ڏيڳو هڪليو آهي) تي وهي رات جو نام جو سمرن ڪندو هو. انهيء لاء تہ اتفاق سان جي ننڊ جو جهوٽو اچي، تہ هو، ڦهہ وڃي ڏڳي جي پيرن ۾ ڪري ۽ پوء اُٿي وري اچي سمرن ۾ لڳي.

ڪي جگياسو وري وڏا وار رکائي، اُنهن کي ڇت ۾ لڳل ڪليء سان ٻڌي سمرن ڪندا آهن تہ جي جهوٽو اچي تہ وار

ڇڪ جي ڪري سُڙ ڪن ۽ هو سڄاڳ ٿي سمرن ۾ لڳا رهن.
**منصور** جي ڳالهه ڪندا آهن ته ڪيئن ڦاسيءَ تي چاڙهڻ کان اڳ، سندس سڀ شبون، هڪ هڪ ڪري، سندس اکيان ساڙڻ لڳا، ته جيئن ڪنهن به شيءِ ۾ هنجو خيال اٽڪيل هجي ته، اُهيءَ کي وهندو ڏسي، پاڻ نه ڏک ۾ جيجلاٽي مري ۽ ڪدم الفت نه مري. جڏهن سندس گوڏڙيءَ جي سڙڻ جو وار آيو، ته اُهيءَ جي ڇڏڻ ٿي، هڪ وڇون اَلدران نڪري آيو، جنهن کي ماري ڇڏيائون. هيل سوڌو منصور شالت ۾ هو، ۽ وڇونءَ جي مارڻ تي، ولي گهوڙا ڪيائين ته، اڙي! منهنجي دوست کي ناحق ڇو ماري ڇڏيو.

پڇيائونس ته وڇون تنهنجو دوست ڪيئن ٿيو؟ ڄاڻائين ته جڏهن اکين ۾ ننڊ جو خمار ٿيندو هوم ته پوءِ، هن ٻار کي گوڏڙيءَ مان ڪڍي، پاڻکي ڇڪ هٽائيندو هوس. اُئين منهنجي ننڊ وهندي رهندي هئي. هن ٻار منهنجي ننڊ ڦٽائي ڇڏي ۽ ذڪر ۾ پڪو ڪيو.

هڪ فقير وڏي منگهڻ واري هنڌ تي سمهندو هو، ته جيئن ڪيس منگهڻ ڇڪ هڻي جاڳائيندا رهن. ڪي اَڀياس ڪرڻ وارا وڏي پٽ تي ٽلڻي لـڳي سمهن، سر جو وهاڻو ڪري رکندا آهن ته اوجاڳو رهي ۽ ننڊ ۾ غافل نه ٿجي.

"سٽا اُٿي جاڳ، ننڊ نه ڪجي ايتري،
حر تو ساڻيهه پالـون، سو ماڻجهاندي ڄو ماڳ،
سلطاني سهاڳ، ننڊن ڪندي نا ملي." (شاه صاحب)

هي سڀ فنائون لستائن آهن، جيستائين جيءَ ۾ سچو عشق يا پريم پورو پيدا نه ٿيو آهي. هڪ واريءَ، مرشد جو سچو عشق اچي ورائيس ته پوءِ، اَزخود پاڻهي ننڊ مان ننڊ نڪال ٿي ويندي ۽ پوءِ ڪنهن ڪان به ڀيڙ جي ضرورت ٿي نه پوندئيس ته ڪيئن ننڊ ڦٽايان.
"جن کي عشق الاهي، سي ڪيئن سک سمهن." (شاه صاحب)

# سک ۽ سور سخنيون

”جي تو سڪڻ سکيو، ته ڪالي پڙهي م ڪنجهه،
سڀرياڻ جي سُور جو، ماڻهن ڏجي نه منجهه،
اَندر اِئين اُهنج، ساندڄ سکائون ڪري.“ شاه صاحب

يعني:- هي جيو! جي توکي سک سکڻ جو چاهه ٿيو آهي ۽ جي تو ۾ سچي سائين جي طرف هلڻ لاء، سک ۽ اُڪير پيدا ٿي آهي؛ ته اُنهي ۾ ٻن ڳالهين جو اول خيال رکج. اُهي ڪهڙيون ڳالهيون آهن؟ ”ڪالي پڙهي م ڪنجهه.“ ڪالي اِها آهي ته، جيڪي اُسانجي قسمت ۾ ٻجي اچي- بدنامي، مايا جي گهٽتائي، ودتائي وغيره، تن کي خوشيءَ سان انگيڪار ڪر ۽ نه رنج سان. اِهي سُور، خوشيءَ سان منا ڪري پوڳيا آهن ۽ نه دانهن، ڪنجهه يا ڪوڪ سان. رب جي رضا ڪري، اُنهن کي سهڻو آهي.

اِهو سڀ تڏهن ٿيندو، جڏهن پاڻ مان آپو نڪرندو. جڏهن اندر مان، مان منهنجي غائب ٿيندي، جڏهن اِنسان، دک سک، ٿڌي ڪوسي صبر سان سهندو. رب جي رضا تي راضي رهڻ معنيٰ ته، سڀ مالڪ کي ارپڻ Total Surrender ڪرڻ ۽ دنيا جون عادتون ميٽائڻ. اِندريون جي اڳيان چيڪ چڏيل هيون، جن کي جيئن وڻيو ٿي، ليئن ٿي ڪيائون، تن کي روڪجي. جهڙوڪ اکين سان ڪنهن جو عيب نه ڏسڻو، سينمائن، مورتن وغيره جن ۾ پر اِسترين جي شڪلين ڏانهن نهاري، اندر ۾ طرحين طرحين جا برا ۽ ڪامي خيال اُٿن ٿين ٿا، تن کي روڪڻو؛ هٿن کي شيون، ٽهل وغيره ۾ رنيائڻ؛ پيرن کي سادو سنتن جي ستسنگ ۽ سنن پاسي وڃڻ سيکارجي.

شاه صاحب جن وري چيو آهي:-

”اکين عادت مت، ته وڃهو ٿئين وصال کي.“

يعني اُهيون دنيا ني عادتون متاع لاءِ آهن، مالڪ جي ولچسپ ٿيندي، بازار مان آيو ڪيڏي چارڻ ڪپڙي. گهڻو ڪري سڀ جيو، عزت ۽ لهبا پيا آهن. عزت جو گهاٽو، ودي ۽ وڏو سڙو آهي. سچا طالب عزت نه گهرندا آهن. هو چوندا آهن ته اي مالڪ! اسان کي ڏان نه عزت نه ڏجانءِ. سچا الهم جا طالب چوندا آهن ته ”اي سائين! دنيا جي عزت، وڃي ڏي دنياداران کي. اسان کي الهيءَ جي عوض، پنهنجي ذات ڏجانءِ، پنهنجو نام جت ڏجانءِ.“ ٻر جيان جي ماڻهن کي ڪهڙا مان شان، عزت آبرو وغيره. هو ٻنهي ۾ ٻڌا پيا آهن، جن ۽ منهنجيءَ ۾ قابو ڦاٿا پيا آهن. اُهو آبرو ٽڙهن وٺندو، جڏهن عزت جو گهاٽو ٿيندو يعني وڏائي دل مان نڪرندي. جڏهن عشوتون، جليون ڦٽيون مٿان ٻرنديون.

هي جيو! تو ۾ سڪ سڪڻ جو شوق پيدا ٿيو آهي ته اهين جلين قلبن ۽ اڪيلڻن کان دور نه. سرهو مهين ڪري اُهي سڀ.

”سهران جي سوُر جو، ماڻهن ڏجي نه مجهه.“

هي جگباسو! تون مالڪ جا سڳرو جو پيار آهين، تڏهن تو ٻران توکي سور سختون موڪلي. اُهو سڀ تنهنجي سنوارڻ ۽ سڌارڻ لاءِ آهي. سڳرو توسان الهيءَ ۾ پال تو پنالي، توکي اڳيان قدم وڌائڻ لاءِ تو توکي اُهي موڪلي. اُهي سوُر هر سيئي ڪي ڦرورني موڪليندو آهي.

ڪڏهن سڪيءَ کان جي ڪٿي پڇ ته پالي ڪهڙو حال آهي؟ ته چوندو ته، مالڪ جو شڪر آهي، هاڻي سڀ ڪجهه ڏنو اٿائين. اڄ هزار هوا، هاڻي لک آهن. اڄ ڪڏهن ڪولئي يا جال ۽ رهندو هوس، هاڻي پنهنجو ملڪ يا بنگلو آهي. گهر ۾ درج آهي، موٽر آهي، نوڪر آهن وغيره.

اي پالي! سوچ ته اُهي مالڪ جي ملڻ لاءِ اَٽڪون آهن

[illegible] مالڪ کي

ياد ڪندو هئين، سنگروءَ جي پيار ۾ آسون وهائيندو ص...
هاڻي پلنگن، ٻ تلاپ جي گاديلن ۽ ڪوچن تي سمهي، اُ...
والگر، نعمتن ۾ غافل پيو آهين! انهيءَ کي تون دنيا تو سوجهي...
سچي سائينءَ روئندڙن ٻالڪن کي اڳيان، اهي راند...
ڦٽا ڪري ڏنا آهن، ته پلي هو انهيءَ ۾ رهندا رهن. باقي مال...
جي پار هلڻ جا رستا ئي کي پيا آهن. مالڪ دنيا جا سو...
سيدي کي تورو ئي موڪليندو آهي!

هي پالڻهارا! تون انهن سورن ۾ پنهنجي وڏو ڀاڳ سمجهه، ته رب توکي پنهنجي نگاهه ۾ رکيو آهي ۽ کيس تنهنجي بهتريءَ جي وڏي اون يا خيال آهي. هي جيوا! تون جز عقل يعني عقل جو هڪ ڪڻو يا ڦڙو آهين ۽ مالڪ، ڪل عقل يعني عقل جو مها ساگر آهي. هن کي خبر آهي ته ڪهڙي ڳالهه ۾ تنهنجو فيض ۽ فائدو آهي. هي سڄڻ! جيڪي به تنهنجي باب يعني قسمت ۾ لکجي اچي، انهيءَ لي رنج اصل نه ٿيءُ. ڪنجهه، ڪرڪ اصل نه. هتان ئي خوشيءَ سان، هرڪ مان، انهن سورن کي انگيڪار ڪر. انهي ۾ تنهنجو ڀلو آهي. سوُر سائينءَ جي پار جا سونهان آهن. دنيا جا سک، ڏيڻ وارا ... آهن پر کسڻ وارا آهن. اهي اسان کان سائين جي سڪ ...ين ٿا. خود مالڪ کي اسان کان ڇڪين ٿا. شاهه صاحب ...و آهي:-

”ڏک سکن جي سونهن، گهوريا سک ڏکن ريءَ.“



# تياڳ ۽ ويراڳ

تياڳ ٽيڻو آهي، ڌن جو، تن جو ۽ من جو. من يا چت جو تياڳ سڀني ۾ اتم آهي. اسين جي چئون ته، جي من جو تياڳ سڀ ۾ اتم آهي، ته پوءِ ڌن جو تياڳ ڇو ڪجي؟ برابر پهرين ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي ۽ پدارٿ ڇڏڻ ڏاڍا ڏکيا آهن. جي پدارٿن ۾ من ڦاٿو پيو آهي يا انهن ۾ ساڻ ٽنگيو پيو آهي يا خيال انهي ۾ ڦاسڙو پيو آهي، ته پوءِ انهي حالت ۾ من جو تياڳ ڏاڍو ڏکيو آهي. ممتا ڪڍڻ، اهم ڀاءُ ڪڍڻ ڪو سولو ڪم نه آهي.

پدارٿن جي تياڳ بنا، انسان پرمارٿ جي راهه ۾ اڳيان وڌي ڪين سگهندو. هي جڏهن پدارٿن جو تياڳ ڪندو، تڏهن ئي هو من جو تياڳ ڪري سگهندو. جيڪي جيئو جي حوالي آهي، تنهن جو هو تياڳ ڪري، يعني انسان جيڪي پاڻ کي سمجهي ويٺو آهي، سو تياڳي، سو وساري. اهي ڳالهيون سڀ ويراڳ کانسواءِ نه ٿينديون آهن ۽ ويراڳ وري تياڳ کانسواءِ نٿو پيدا ٿئي.

تياڳ هڪ قسم جي ٻيڙيءَ مثل آهي. جيڪڏهن جيو انهيءَ تياڳ جي ترهي ۾ ويٺو هوندو، ته ليڪ وڃي پار پوندو. جيڪي جي تياڳ جي ٽبي پاڻ سان ٻڌل آهي، ته پوءِ ڪٿي سنساري درياءَ جون ڪيتريون ئي ڇولهون لڳندس، ته به هو اصل نه ٻڏندو ۽ آخر تري وڃي پار پهچندو.

ويراڳ پيدا ڪرڻ لاءِ تياڳ ضروري آهي. مٿان! ويراڳ کانسواءِ، نه ڪرم، نه ڀڳتي ۽ نه گيان سچو ڦل ڏئي ٿا سگهن. پهرين منزل، ڪرم مارڳ ۾ آهي ويراڳ ۽ اڀياس جي. ڀڳتي مارڳ ٻي منزل آهي. تنهن ۾ ويراڳ ۽ وويڪ ضروري آهن. ٽين منزل گيان مارڳ جي آهي. انهي ۾ ويراڳ ۽ وچار جي ضرورت آهي.

إنسان جڏهن دنيا جي ڦير چڙهندو، تڏهن نه مالڪ ج
راهه ۾ هلي سگهندو. ويراڳ ٿي دنيا مان خيال کي تو هٽائي
ويراڳ هٽ ڪرڻ لاءِ ٻه ورتيون ضروري آهن. هڪ آهي
خيال يا ويچار جي ورتي، ٻي آهي، پيار يا سڪ جي ورتي
پريم جي ورتي آهي نه، جيڪي به مونکي آهي، سو سڀ
منڙي مالڪ يا ستگروءَ جو آهي. منهنجو ڪجهه به نه آهي
مان منڙي جو آهيان! اها عاشقن جي ورتي يعني ڀڳتي مارڳ
جي ورتي يا هلت آهي. ٻي ورتي آهي نه، جيڪي به اَسين
دنيا ۾ ڏسون ٿا، سو سڀ ڪوڙ، مٿيا ۽ ناسونت آهي. اهي
سڀ اَستِ وَستُو، ناس ٿيڻيون آهن يا اَسانکي اهي ڇڏي
وڃڻيون آهن.

جڏهن إنسان پنهنجي خيالن کي ائين ڦيري ٿو نه پوءِ،
آخر ۾ سنسار جي سڀني شين مان، سندس ذوق، شوق
۽ پيار اکري ٿو وڃي ۽ ڪيس پوءِ ڪٿائي پيدا ٿي ٿئي. انهيءَ
طرح ويراڳ هٽ ٿو اچي.

ويراڳ ٻن رنگن جو ٿو ٿئي. هڪ پڪي رنگ وارو، ٻيو
ڪچي رنگ جو مساڻي ويراڳ. سچو ويراڳ جٽائدار آهي ۽
هميشه هلي ٿو. ڪچو ويراڳ ٿوري وقت لاءِ، وڄ جي چمڪ
انگر آهي. ٻي ويراڳ ورتي آهي، سڪ واري ورتي. جيڪي
اَسين تياڳ ڪريون اُن ۾ منڙي جي ڀاونا رکي ڪريون.
ءِ سواءِ سچي پراڻءَ يا ستگروءَ جي، جگياسوءَ کي ٻي دنيا
ي ڳالهه مٺي ڪين لڳندي، هن کي سڀ مان خيال اکري
ندو ۽ پوءِ هو سدائين سچي سائين جي رنگ ۾ رتو
رهندو.



# نڀڻ نباهڻ

فريد صاحب جو هڪ گهرو دوست هوندو هو، جو ڪنهن ونس ايندو هو، ته وري ڪڏهن فريد صاحب جن، هن وٽ ويندا هوا. هڪ دفعي سندس وارو دوست وٽ وڃڻ جو هو. پر اُهيءَ وقت ڏاڍو اُڃي سان وسيو. هڪ طرف فريد صاحب کي نڀڻ نباهڻ جو اونو هو، ته وري ٻئي پاسي، سندن من پُر جوش نه لهو، اُچ ڪٽي ته وڃڻ جي واهه ان ته جيڪا هڪ لوئي اُلٿي، سا مينهن ۾ پسي پٽ تي پوندءِ اُهيءَ ڪري دوست وٽ اچ ڪٽي نه وڃ. پر فريد صاحب، دوست وٽ وڃڻ ۽ نڀڻ نباهڻ جو فيصلو ڪري، هي بيت اُچاريو:

> "فريدا گليئي چڪڙ دور ڪر، نال پياري نيهه،
> چلان ته ڀڄيءَ ڪمبلي، رهان ته ٽٽي نيهه،
> ڀڄڻ سڄڻ ڪمبلي، اَلله ورسنهه مينهه،
> جاءِ ملان تنان سڄڻا، ٽٽڻ ناهي نيهه."

يعني:- گهٽين ۾ مينهن ڪري، چڪڻ ۽ گپ لڳي پيئي آهي ۽ جنهن سڄڻ (دوست) سان منهنجو نينهن آهي، تنهنجو گهر پري آهي. جي مان، هن وقت وڃان ٿو ته منهنجي لوئي پسي ٿي پئي؛ پر جي هن وقت نٿو وڃان ته پوءِ، اسانجو نينهن يا پيار ٿو ٽٽي. اَلله سائين، مينهن ڀلي وسائي ۽ جي منهنجي لوئي ڀڄي ڳري وڃي، تڏهن به مان پنهنجي سڄڻ کي ضرور وڃي ملندس، ته متان اسانجو نينهن نه ٽٽي وڃي! پوءِ فريد صاحب جن، مينهن ۽ گپ جهاڳي، نينهن نباهڻ لاءِ دوست جي گهر ويا. سچل صاحب جن چيو آهي:-

> "نينهن نباهڻ آهي، سو ڀلي آهي،
> ڪم نه منڙس ڪو ٻيو."

سو سڀ ڪنهن سان نباهجي. ماءُ سان، پيءُ سان، ڀاءُ سان، پيڻ سان، يار سان، دوست سان. مطلب ته سڀني سان

نباهڻ جو مطلب آهي ته، انسان پاڻکي پين کان وڏو تو سمجهي، نه مان عقل ۾ وڏو، علم ۾ وڏو ۽ سڀني ڳالهين ۾ وڏو آهيان يعني هن ۾ ٻاهريون آهنڪار يا سوکيم آهنڪار جو ٻاهران هو لتو ڏسي، سو هنکي نيڻهن نباهڻ کان روکي ٿو.

ڏسو ته مالڪا! پنهنجي نيڻهن نباهڻ لاءِ، پنهنجين پيارين آتمائن کي ونڻ لاءِ، هو ڪيئن نه، انسان جي دکي ڌاري، هن ڪنيءَ دنيا ۾ اچي، اسان جا پاپ، اوگڻ، ٻڇڙايون، ٻرايون وغيره پاسي رکي، اسان کي هو سچ کنڊ وٺي ٿو هلي اهو آهي نيڻهن نباهڻ جو سبق. انسان کي دنيا ۾، نيڻهن نباهڻ لازمي ۽ ضروري آهي. نيڻهن نباهڻ جو گڻ وڏو آهي. پرِيت ڪرڻ سولي، پر نباهڻ ڏکي.

هي جيو، لون اٿي کي نه ڏڪار، ڪنهن کي به ڏوهه نه ڏي ۽ ڪنهن جو به عجب نه ڏس، پر سڀ ڪنهن سان نباهه.



# چاڻ يا سڃاڻ (Knowledge)

”اَلا! ڏاهي نه ٿيان ـ ڏاهيون ڏک ڏسن،
مُون سين مون پرينءَ ـ ٻولائي ۾ يار ڪيا.“ (شاهه)

پانڊيٽري کي اجايا بحث نه ڪرڻ گهرجن. رڳو ڪتاب پڙهي بحث ۽ واد وواد ڪرڻ مان ڪو به فائدو نه آهي. شيءِ ڏٺل نه آهي ۽ اها ڪٿي آهي! تنهن لاءِ بحث ڪرڻ ته اها هيئن آهي ۽ هونئن آهي، سو سڀ اجايو آهي. اهو ڪتابي گيان روحانيت ۾ ڪم جو نه آهي. شروعات ۾ اهڙين ڳالهين جي چاڻ ۾ وڃڻ جو ڪهڙو پرو جن؟ جڳياسوءَ جو ڪم آهي ته ستگروءَ وچن يعني نام تي ثابت قدم رکي هل ناٿيهي آهستي آهستي کيس خبر پوندي

۽ اِها شيءِ ڇا آهي ۽ ڪٿي آهي؟

سري رامچندر، وشسٽ رشيءَ کان شروعات ۾ ڪي سوال ڪيا. جواب ۾ وشسٽ ڪيس چيو تہ، اِنهن سوالن جا جواب اڳتي هلي توکي ٻڌائيندس. جڏهن وشسٽ، رام کي سمُورو گيان ڏيئي پُورو ڪيو، تڏهن هنکي چيائين، تہ هاڻي پهريان پنهنجا شروعات وارا سوال پُڇ، تہ اُنهن جا جواب توکي ڏيان. رام هٿ جوڙي چيو، "ڀڳوان! هاڻي اِنهن جي ضرورت نہ آهي. سڀني سوالن جا جواب مونکي پاڻيهي اَندر مان ملي چڪا آهن." لهڪري اي سڄڻو! وقت تي، سڀ پاڻي، پاڻيهي جيوَ کي سڀ ڪجهہ ٻڌجي ويندي. رڳو ستگروءَ جي وچن تي پورن وشواس رکي، ڪمائي ڪرڻي آهي. پراڻن جي پنڊ بدوان پڙهہ ڪتاب پڙهڻ ۽ ڄاڻ Knowledge هٿ ڪرڻ ۾ جيڪي وقت وڃائيو، تہ پوءِ آهڙن لاءِ سچل سائينءَ فرمايو آهي:-

"اَکران وڃ جولي اَڙيا، عشق جي چاڙهيءَ مُول نہ چڙهيا،
سک رمز وجوُد وڃائڻ جي، لاهي حاجت پڙهڻ پڙهائڻ جي."

جگياسوءَ کي اَلبت ڪجهہ ڄاڻ جي ضرورت آهي. اِها ڇهہ هجيس تہ سندس پهاڙ روپي شرير اندر، روحانيت جي هيرن جواهرن جا خزانا پوريا پيا آهن، جي ڪيس نام جي ڪمائي ڪري کولڻي ڪڍڻا آهن. پارکن جي سنگ ۾ رهي، ڇهہ ولي، پوءِ کوٽڻ جو ڪم ڪري ۽ عام ڪان پاسو ڪري، ڪي اهي کوٽي ڪڍي! جي سپ نہ، تہ ٿورا گهٽالي سهين هٿ ڪري. "جي سهون نہ ڪيتن، تہ رلائي روڙ." نہ تہ سرير روپي آڻ کوٽيل پهاڙ اجايو رهجي ويندو. پوءِ اڄ نہ سڀاڻي ڪيس ٽنگن کان ولي، 'هر نام سنگ هٿ'، ڪري مسالن ۾ ساڙي خاڪ ڪري ڇڏيندا ۽ سندس سرير سڀ اجايو ويندو.

لهڪري منهن ۾، هو ستگروءَ کان پڇي پڪ ڪري. اِهڙين ڪتابي ميار نہ آهي. اِهڙين ڄاڻ مهاڄ پڇي معاف

(٢) لڏڙا چالبها[1] ۽ چاليهه ، جهڙو بسٺ ٻرڻ جو،
ڪنهڙي ڪالب لون ڪرڻ، مٿي پڻ پيهه[2]،
جي ورق وارڻ وڃڻ، ڏ ڏ اکر مڙ ٻولي هيڪڙو.
(٣) پڙهيو نا پڙهن، ڪڙهن ڪبن قلوب ۾[3]،
پاڻ ڏوهه ٻڙهن، جنھن ورق وارين ولڙا[4].

چاڻ وارا آيا عقل جي گهر ۾ آهن، چند ڦوڪ ۾ آهن ۽ وڏ ڪٽ جي رستي لي آهن. جبڪي عقل جي گهر ۾ آهن، سي ڪال جي حوالي لين نا. لهڪري پالڊ ٻڙو پنهنجي عقل کي ڇڏي ، جبڪي ستگروءَ سمجهايو آنس، لنهن لاءِ هردي روبي جهول حيلي. هي جبڙ! لون هڪڙي اکر (نام) لي ٻيڪ ڪري وڏ، ۽ ٻوءِ، ڪبج بعضي گيٽا لي پرلدءِ. جبڪي ستگروءَ ڏلو آهي آنکي ڇهتي پڻ. لوکي الهيءِ مان لي سب ڪجهه همت ايمدو.

ڪير سوال ڪري، ۽ پالڊ ٻڙو پنڊ ڪتدي جي وامق لي منجوي،ٻيي رهي، لهڪان اهو بهتر ۽ ٿيندو، جو هنڪي اڱراڻ لي ٻڌالي چلجي ، لــ لوکي هئين ڏسڻ ٻسڻ ۾ ايندو جيئن ڪتاب نا ڪن؟ اهي سب عقل جون ڳالهيون آهن، ستگرُ جگياسوءَ کي جو ٻڌالي ۽ هن ڪان ٻوءِ ڇا ٿيٺو آهي. الڙن ڪبس آڃو رکٺو آهي.

جگياسوءَ کــي راهه ۾ هلندي ڪي آزمودا ٿين ۽ أهــي ڏسڻ ۾ أچن ۽ هو ٻوءِ اڃي ستگروءَ سان أحوال ڪري. ٻوءِ ستگرُ جبڪي واجب سمجهيندا، لهن موجب هنکي ڏڳ لڳاليندا . جگياسوءَ کي حڪم آهن پنڊ ڪرڻ جا ، لسام جي ڪمالي جا ۽ ۽ هبڙي هوڏي ٻيي واجبالڻ جا. اڱراڻ ٻڌالڻ سان، جگياسوُ ڳُر ۾ ڳُرُ ليڻ بدران، أميد ۾ اکيون وجهي ويهي رهندو. جي ڪجهه ٿيس، ۽ هو پنهنجي واه واه سمجهندو ۽

(١) چالبيا=ورهه لبر (٢) پيهه=ڪاٺ (٣) قلوب ۾=الدر ۾
(٤) ولڙا=گهٽا.

ون ڪجھ پند ڪيو آهي. جي اها ڄاڻ آهس، تہ پوءِ پند ۾ ڀجي ويندو ۽ اڳتي وڌڻ بند ٿي ويندس. جي ڪجھ نہ ليس تہ پوءِ پيو پوُر پچائيندو ۽ ستگروءَ ۾ شڪ شبها آڻيندو. الي بہ وڏو پند ٻڌجي. ٻنهي حالتن ۾ ڄاڻ ٿي نقصان ۾ ٿي. اميدن ۾ رهڻ مان اڃھو اهو تـو ٿئي. الله جا پند نا اميديءَ وارا آهن. شاه صاحب فرمايو آهي تہ،

”نا اميدي ليج، تہ اوڏو تين اميد ڪي.“

يعني دنيا جي ڪمن ۽ جلد حاصليت جون اميدون ڇڏي اڳيان هل. جڳياسوءَ ڪي ڄاڻ ڇڏي اڄاڻ ٿيڻو آهي، تڏهن ٿي هو منزلون طئہ ڪري سگھندو. شاه صاحب جن فرمايو آهي :-

”ڄاڻين ٿان بہ نہ ڄاڻ، اي در اٻوجھن جو،
ان در سيئي اڳيا، جن لــ پاليو پـاڻ،
ريجھايو راڄاڻ، آهـي اٻـوجھن جـو.“

جي ڪجھ بہ ٿون ڄاڻي ۽ پاڻکي هوشيار ٿو سمجھين تہ اها ڄاڻ ۽ هوشياري وساري ڇڏ. ڄاڻ وارن لاءِ مالڪ جو در بند آهي. اهو در اٻوجھن ۽ نيستيءَ وارن لاءِ کليل آهي.

”ڏڏ ٿي ڏان ڇڏ، وڃا (ودبا) وڃائي.“

سچي پرمارٿ جي راھ لـي هلڻ واري کي هوشياري، وڏائي ۽ ودبا ۽ ٻين جو ايمان، ڇڏي ڏيڻو آهـي. ڪهڙي ڄاڻ، ڪهڙي ودبا هن پند ۾ نقصانڪار آهي. اڳين ڏينهن ۾ سنت فقير شش کي چوندا هوا، تہ وڃ! جيڪي پڙهيو اٿيئي سو وساري اچ. اها ودبا جيڪا آلک جي پار ۾ اٽڪ ڪري، تنهنکي ڇا ڪبو!

ستگروءَ جي وچن جيُ پيروي ڪرڻ وارا ٿيو ۽ نہ رڳو وچن ٻڌڻ وارا ٿيو.

Be the doers of the word and not hearers alone."

”ڳرو کي بچن سـت جيا ڏارو، مالش جمر نستارو.“

# آسيس يا دعا

ڏسو ته اڄ ڪلهه زمانو ڪيترو اڳتي وڌيو آهي! اهو نقش
لڳي پيو آهي ته ماءُ ٻار کي لڳ نه ڏارائي، پر دائي جو کير
پياري. الهيءَ اجائي نقش ڪري، ٻار جي حياتي جو ڪي م
لڳي پوي. هن زماني ۾ ماءُ کي لڄ ڏارائڻ ۾ جڻ ته شرم ٿو
اچي. ٻار جي ماءُ جي لڄ ته پيئندو نه، منجو پيار مائٽ لاءِ
ڪيئن ٿيندو؟ جي هو رونئدو نه ٿيو ته ڪوڙ آدمي،
پالوڙ ۾ پاڻي ملائي، سو لُل ٻار جي منهن ۾ وجهي هلو
ويندا پوءِ مائٽ لاءِ هڪڙي ڇو ڪشش يا ڇڪ ٿيئي؟

اهو قدرت جو نيم آهي ته ٻار ماءُ جو کير پيئي ۽ پڇي
جو پاڻ ۾ پريم ۽ سمبنڌ ٿئي. ٻار جڏهن لڄ ڏاڍيندو آهي ته
ڏسڻ ته هن جا نسرط مائٽ جي ليڪڻ ۾ ڪتا پيا هوندا آهن. مائٽ
جون پريم جون ڏارائون (Vibrations) سندس ليڪڻ ۽ ڪير
دوارا ٻار جي اندر وڃي، هڪ عجيب پريم جو اثر پيدا
ٿيون ڪن. پر جي ٻار کي ماءُ جي لڄ، نصيب نه هوندي ۽
پيو بوتل جا کير سيني جي هٿان پيئندو، ته پوءِ ماءُ جون شڀ
ڏارائون ڪيئن ٻالڪ جي اندر ويندي ٻون؟ اڄ ڪلهه جي ٻارن
۽ اڳئين زماني جي ٻارن، جن منڙيءَ ماءُ جو کير پيتو آهي،
لڏاوس جاچي ڏسو! اڄ ڪلهه وري مائٽن آبائون ٿا رکن، جي
ٻار جي سچي سنڀال ٿيون ڪن. سچي ڏانهن ۾ ڪو ڪن مس
ٻار منڙيءَ ماءُ جو منهن ٿو ڏسي. الهيءَ ۾ سياڻڪ ٻار ۾
آيائن جا حيال ٿا پون. پوءِ حق ٿي اڄ ڪلهه ٻارن کي ماءُ
پيءُ لاءِ گهٽ قرب، همدردي ۽ عزت آهي.

هائوڪي زماني ۾ موڪلائڻ مهل، ڇاڇو پيري پوڻ ۽
ڇاڇي آسيس وٺڻ! وڃڻ مهل مسڪري وانگر سڀ پيا ٿاٿا ڇڙن.
پيري پئي لمڻ پلبان لڳي، آسيس ٿي ملي. اڄ ڪلهه اولاد
[illegible]

آسيس چا آهي ۽ ڪيڏو نہ جيو ڪي مٿي چاڙهي ٿي! اهو ڏوهہ مائٽن جو آهي. تنهن ۾ وڏو ڏوهہ اهو ماءُ جو آهي. هن تي جوابداري آهي، ٻـار نپائڻ جي. ٻار گهڻو ڪري ماءُ پنيان ويندو آهي ۽ نہ اِترو پيءُ پنيان.

اڄ ڪلهہ جا ماڻهو، آسيس جي ضرورت نٿا سمجهن، پر هو انهيءَ ڪان وڌيڪ گهڻن پئسن ڪمائڻ جـي ضرورت ٿـا پائين. تڏهن نہ ڪمائيءَ ۾ برڪت ڪانهي. انهن ڪي آسيس جي کهڙي خبرا ڪو سڱ ڪيو هجين، ڪنهن ستسنگ ۾ رڙهي ويا هجن، ڪنهن سچي سنت فقير جي صحبت ۾ آيا هجن، تہ ڪين پتو پوي، تہ آسيس چـا ٿيندي آهي ۽ اها جيو ڪي پرمارٿ لوڙي دنوي ڪمن ۾ ڪيڏو نہ اُڏي ٿي!

ٻار پيري پوندو تہ وڏا چوندس، تہ 'ٻچا جيءَ'، 'عمر وڏي ٿئيئي'، 'واهگرو راکو ٿئيئي' وغيره. ماءُ پيءُ جي آسيس ۾ وڏي برڪت سمايل آهي. آسيسُون عجب آهن. ٽهل مان ٿي مهل ٿي ٿئي. مٽن مائٽن، ٻار دوستن، پاڙي وارن، ساڌ سنتن ۽ سڀوري سردار سچي سنگرو جون آسيسون، جيو ڪي اُڏي عرش تي ٿيون پهچائين.



# دنيا جو وهنوار ۽ اِنسان جي ڪمزوري

دنيا ۾ پوريءَ رهت هلڻ لاءِ اسانکي سمجهڻ گهرجي تہ دنيا جي پدارٿن سان اسانجو ڪهڙو سنبنڌ آهي ۽ اُنهن سان ڪيئن ورتجي. دنيا جو وهنوار رهيتو، جيسين اسانجو شرير آهي، پر انسان پنهنجي شرير سان ٻاٽکي منجهائيندو رهي ٿو. جيسين هو جيئرو آهي، تيسين هو اها پاڻنا ٿو رکي تہ، هي منهنجا ماءُ، پيءُ، مالڪ ملڪيت، دوست دشمن وغيره آهن. مرڻ ڪانپوءِ، دنيا تہ جيئن جو تيئن رهندي، پر منهنجي لاءِ لـہ هي لوڪ

رهيو ٿي ڪين، منهنجي لاءِ پوءِ ماڻهو چوندا ته فلاڻو هي لوڪ ڇڏي پرلوڪ هليو ويو. اهو ثابت ڪري ٿو ته جنم کان اڳ، دنيا منهنجي لاءِ هئي ئي ڪا نه ۽ لڪي موت کانپوءِ اهڙو وقت ۾ هيءَ دنيا منهنجي لاءِ هوندي! اها دنيا رڳو جيتري، هلندڙ وقت ۾ منهنجي لاءِ آهي. پوءِ انسان هن ڪن پنڪر حياتيءَ لاءِ، ڇا لاءِ ايترو موهه، ممتا، پاپ، ظلم، چوريون ۽ لڳيون ٿو ڪري!

پر سڀني جي اوستا اهڙي آهي، جو هو جيئري هوندي به دنيا سان ڪوبه سنٻنڌ نٿا رکن، جاڳائي ته هو جيئري ٿي مُڪت آهن. هلندڙ وقت ۾ هو استول شرير سان ڪم ڪندا ڏسڻ ۾ اچن ٿا، پر سندن لئي هو ڪجهه ڪين ٿا ڪن.

متان پيارا! تون اهڙو ٿي چوين ته، اها اوستا ناممڪن آهي. انسان اها ڏاڍي ڏکي، محنت سان حاصل ڪري سگهبي. انهيءَ لاءِ ڪنهن ڪامل پرش جو سنگ ڪر، پنهنجو هردو صاف ڪر، من کي قابو رک ۽ مريادا اندر پنهنجون گهرجون پوريون ڪر. اهي گهرجون آهن، روٽي، ڪپڙو، گهر ۽ ودّيا. ٿوريءَ محنت سان اهي هٿ ڪري سگهجن ٿيون. پر هي من چاهي ٿو سٺا کاڌا، اوچا ڪپڙا، محلات وغيره. روٽيءَ کانپوءِ اهي وڌيڪ شيون جيڪي اسين رکون ٿا، سي چنتا جو ڪارڻ بڻجو پون. گهرج کان وڌيڪ کائون ٿا ته بيمار ٿيو پئون. گهرج کان وڌيڪ ملڪيت، گهڻيون ۽ اڪر پيدا ٿي ڪري.

هي پيارا! تون هن دنيا ۾ ٿوري وقت لاءِ جيئڻ آيو آهين، تنهنڪري پاڻکي هڪ مسافر ڪري سمجهه. انهن ڪرڻ سان، تون پوءِ مالڪ جي انهن سمرن طرف لاڙو رکندين. تون پوءِ چوندين ته مونکي انهن ڪالسواءِ ايتري فرصت ڪٿي آهي، جو مان اجاين ملڪيتون هٿ ڪريان ۽ ڪارخانا ڪاهيان! باقي ودّيا پراپت لاءِ ڪجهه وقت لڳي ٿو. سچي، ودّيا، مالڪ جي

ڇي بوجھ ٿي ڏني، سنا لڇڻ ٿي لاهي ۽ پڇن سمرن ۾
دد ٿي ڪري.

انسان، دنيا ۾ طرحين نمونن ۾ هلي، پنهنجي پاڻ
دنيا لاهي، اها پنهنجي ساڃهون ٿــو رکي. شرير جي پالڻ لاءِ
ڪاڌي جي گهرج ٿــي ٿئي. لهڪري يوڳن جي واسنا جمڻ
ڪان ئي پيدا ٿي ٿئي. پــر جيڪي ماڻهو ويچار سان نٿا هلن،
سي رڳو ڪاڌي، ڪپڙي، رهڻ جي جاءِ ۽ ڀوڳن جي ڳولا ۾
لڳا رهن ۽ ائين عمر برباد ڪري، سچي سائينءَ کي ماڻڻ کان
سواءِ رهجو وڃن. الهيءَ ڪري انسان کي ويچار ڪرڻ گهرجي
ته، ڪاڌو، ڪپڙو، گهر وغيره ڇا لاءِ گهربل آهن ۽ مان خود
هن دنيا ۾ ڇو آيو آهيان؟ انهن خيالن کي ڇڏي، هو پرلوڪ
جو توشو لاهڻ وساري، دنيا جي شين ۽ جهنجهٽن ۾ غرق
ٿيءُ ترشنا، ڪنجوسي، ساڙو، وير ڀاءُ ۽ ڀوڳن ۾ ٻڏجي، هو
پرلوڪ کي وساري ٿو وهي.

دنيا ۾ انسان جن ڳالهين ۾ پنهنجي وڏائي ٿو سمجهي، س
آهي طاقت جي، ڪٽنب، مائٽن، ڌن وغيره جي اهي سڀ
شيون بي بقا آهن. دنيا اڄ آهي ته سڀاڻي ڪانهي. مايا و
جي ڇانو وانگر آهي. اها ٻاهران ڏسڻ ۾ سکن ڏيڻ واري ٿ
سمجهجي، پر حقيقت ۾ اها تڪليفن، روڳن، بيمارين ۽ چنت
سان ڀريل آهي. ڌن جي سنڀالڻ جو اونو، چورن جو ڊ
پنهنجي جان جو خوف وغيره انسان کي ڳارهو ڇڏين.

امرداس صاحب جن فرمائين ٿا ته:-
”اس جڳ مهه، سوپيا نام ڪي – بن ناويءَ سوپ نه ه
اس مايا ڪي سوپيا، چار دن – جاندي بلم نه

**انسان جي ڪمزوري:-** انسان شرير، من يا
ڪري نربل ۽ پراڌين آهي. جڏهن هو پنهنجي ڪمز
جي ڳالهه سمجهندو نه پوءِ، هنجي هلت چلت، موهه
ڪانسواءِ نراهنڪاري ۽ شيپ ڪرڻ واري ٿيندي. ل

رهيو ٿي ڪين، ڇهنجي لاءِ ٻوءِ ماڻهو چوندا تہ فلاڻو هي لوڪ ڇڏي پرلوڪ هليو ويو. اهو ثابت ڪرڻو تہ جهڙا ڪان اڳ، دنيا منهنجي لاءِ هئي ئي ڪانہ ۽ نڪي موت ڪالهوءِ ايندڙ وقت ۾، هيءَ دنيا منهنجي لاءِ هوندي! اها دنيا رڳو جيتري، هلندڙ وقت ۾ منهنجي لاءِ آهي. ٻيوءِ انسان هن کن ڀنگر حياتيءَ لاءِ، ڇا لاءِ اترو موهہ، ممتا، پاپ، ظلم، چوراڻن ۾ لڳيون ٿو ڪري!

ٻر سڀني جي اوسٿا اهڙي آهي، جو هو جيتري هوندي ٻہ دنيا سان ڪوہ سمبنڌ نتا رکن، ڇاڪاڻ تہ هو جيتري ٿي مڪت آهن. هلندڙ وقت ۾ هو استول شرير سان ڪم ڪندا ڏسڻ ۾ اچن ٿا، ٻر سڀني لبکي هو ڪجهہ ڪين ٿا ڪن.

متان پيارا! تون اهڙو ٿي چوين تہ، اها اوسٿا ناممڪن آهي. انسان اهڙا ڏيري ڏيري، مڪمت سان حاصل ڪري سگهبي. انهيءَ لاءِ ڪنهن ڪامل پرش جو سنگ ڪر، پنهنجو هردو صاف ڪر، من کي قابو رک ۽ مريادا اندر پنهنجون گهرجون پوريون ڪر. اهي گهرجون آهن، روٽي، ڪپڙو، گهر ۽ ودبا. ٿوريءَ محنت سان اهي هٿ ڪري سگهجن ٿيون، ٻر هي من جاهي ٿو سٺا ڪاڏا، اوچا ڪپڙا، محلات وغيره. روٽيءَ ڪالهوءِ ٻيون وڌيڪ شيون جيڪي آسين رکون ٿا، سي چنتا جو ڪارڻ ٻڻجو پون. گهرج کان وڌيڪ کائون ٿا تہ بيمار ٿيو پئون. گهرج کان وڌيڪ ملڪيت، گهڻيون ۽ ڊکر پيدا ٿي ڪري.

هي پيارا! تون هن دنيا ۾ ٿوري وقت لاءِ جيئڻ آيو آهين، تنهنڪري پاڻکي هڪ مسافر ڪري سمجهہ. ائين ڪرڻ سان، تون ٻوءِ مالڪ جي پڻين سمرن طرف لاڙو رکندين. تون ٻوءِ چوندين تہ مونکي پڻين ڪاسواءِ اترئي فرصت ڪٿي آهي، هو مان اجاون ماڪيتون هٿ ڪريان ۽ ڪارخانا لاهيان! باقي ودبا پرالڻا لاءِ ڪجهہ وقت لکي ٿو. سچي ودبا، مالڪ جي

پوءِ هن ۾ ٽرلوڪ جو ويچار ڄاڻندو ۽ پرميشور کي سڃاڻڻ ۽ هنجي درشن جي هن ۾ سڪ جاڳندي.

انسان پورن ايمان يا هٺ ڪري ٿو، جو آهي پنهنجي سرير جي طاقت جو، پوءِ من جي حرڪتن، اڪلن ۽ چلن جو ۽ پوءِ پنهنجي ٻڌيءَ يعني عقل جي هوشياريءَ جو. هي پنهنجي شرير جي هر ڄڻڪ کي جاچي ڏسي ۽ ويچاري، ته هڪي انسان جي ڪنهن عضوي لاءِ جو ٻل آهي ڇا، جو هو اهڙ ۽ وڏائي ڪري، پاڻکي امر ٿو سمجهي! اک، دل، مغز وغيره کي ڏسو ته مالڪ انهن ۾ ڪهڙي نه ڪاريگري رکي آهي، جنهن جو بيان ڪرڻ ڏکيو آهي. هر هڪ عضوي ۾ وري انيڪ ڀاڱا ۽ رڳون آهن. جنهن جو ڪم ۽ جوڙجڪ نه قدرت عجيب رکي آهي. انهن عضون جي رڳن هڪ رڳ يا نس ٽٽڪي ته بيماري پيدا ٿي، سرير کي سي ڪار ڪرڻ ڇڏي! شاستر چون ٿا ته:- ”جو پنڊي، سو برهمنڊي.“ يعني انسان جي شرير ۾ برهمنڊ سمايل آهي. مثلا! انسان جا هڏا، سرشٽيءَ جا جبل آهن، پيٽ ميدان آهي، وار وڻ آهن، مٿو آسمان آهي ۽ اندرين تارا آهن ۽ ساري برهمنڊ جو مالڪ خود خدا هن ۾ براجمان آهي.

پر افسوس! جو انسان پنهنجي، انهيءَ سچي سائينءَ کي هر ڀاڱ کان ٻاهر پيو ڳولي جڏهن هو هنکي واجهي ۾ وڃجو آهي! انسان جا جيڪي سياءَ آهن، سي ۾ هر هڪ سياءَ وارا جانور ڏسي سگهون ٿا. جيئن سوئر، ڪتي، ٻگهڙ، شينهن، ڪانءِ وغيره واڳر سياڻن وارا ماڻهو، انهن جانورن جهڙي هلت ڪن ٿا.

هاڻي اسانجي شرير جا انيڪ ڀاڱا آهن، تن کي اسين پنهنجي شرير اندر ڏسون ٿا. اهڙيءَ طرح اسين پنهنجو ويچار هلائي، ڪل برهمنڊ جا انيڪ ڀاڱا، جي سڀ پرميشور ۾ سمايل آهن جي اسانجي شرير ۾ گڏيل آهن. سي ڏسي سگهون ٿا. انهيءَ ڳالهه جي سمجهڻ ڪانپوءِ انسان کي مالڪ

بيحد وڏائيءَ ۽ ايڪتا جي خبر پئجي سگهي ٿي. انسان
إستول شرير بي شمار اڻن Cells جو ٺهيل آهي. هڪ هڪ
ـي ۾ ٢٤ ڪروڪوزم Crocosm آهن. هرهڪ ڪروڪوزم
چڻ ته پلٽڻ ماڻهن جي آهي. انهي پلٽڻ جي هڪ هڪ جڻي
ـي مائڪروڪوزم Microcosm ڇئجي ٿو. اهي سب تمام
نفيس ۽ سنهن ڌاڳن سان هڪ ٻئي سان ڇهنيا پيا آهن. آهڙي
نموني سرشٽيءَ جون اَپار شيون اَڻن مثل پاڻ ۾ ڳنڍيل آهن.
انهيءَ ڳالهه کي سمجهي اسانکي خبر پوندي ته جهڙيءَ طرح
اسانجو شرير، جدا جدا عضون سان ڳنڍيو پيو آهي، جنهن کي
پکو هڪ شرير سمجهون ٿا. ٺهڙيءَ طرح اسانکي ساريءَ
سرشٽيءَ کي، هڪ ايشور جو شرير ڪري سمجهڻ گهرجي.
إلين ڪرڻ سان دنيا ۾ پيائي ۽ جدائي نڪري ويندي ۽
دک گهٽجي ويندو.

مٿين سڀني وستار يا بيان مان، هي ٻه ڳالهيون ثابت ٿيون
ٿين. (۱) إنسان جو شرير ۽ اُن جا عضوا هر وقت، پنهنجي
پنهنجي ڪم ۾ لڳي انسان جي شيوا ڪري رهيا آهن. ٺهڙيءَ
طرح اسانکي گهرجي ته اسين پنهنجي شرير کي قدرتي قاعدي
موجب رکي، انهن کان ڪم وٺندا رهون. (۲) جيئن اس
اها شيوا پنهنجي شرير جي اڻن کان گهرون ٿا، ليڪن اسان
ٻه گهرجي ته اسين پاڻکي، سرشٽيءَ جو اَڻو يا حصو سمجه
مريادا ۾ رهي، سرشٽيءَ واري شرير يعني انڊ جي
يعني پرميشور جي شيوا ڪندا رهون، جا آهي اَپار
جي شيوا ۽ سڀني سائينءَ جو پڄڻ سمرن.



# سُتا آڌي جاڳيا

هڪ هڪ ڏينهن جو گذري ٿو سو اسانجي عمر گهٽائي ٿو. اسان کي اها پڪ به نه آهي ته ٻئي گهڙيءَ تائين ڪا اسانجي هڏي ڪا سالم يا قائم رهندي. ماڻهو جڏهن ٻڍاپي ۾ اچي ٿو اُنهيءَ وقت ڪلي سندس خوراڪ، خيالات ۽ جذبات ۽ ٻيون قدرتي طاقتون نه به گهٽجن نه به ڪارائتي ٿيڻ يا فرض پوري ڪرڻ ۾ هو اسمرٿ ٿيندو پيو وڃي. اڄ نه هيڻ لئي همت ڪري پوريءَ رهس ڪوشش ڪري مالڪ طرف وڌون.

هيوڪرٽس پنهنجي وقت ۾ دنيا ۾ مشهور ڊاڪٽر هو، پر هو پنهنجو دک لاهي نه سگهيو ۽ چلي رهيو. جالينس جو لئي، ڪيترن ئي موت جي خبر اڳواٽ ٻڌائي سگهندو هو پر پاڻ ۽ ڪس لوڙهي چڙهيو. سڪندر، ٻامپي ۽ سيزر اُهن ڪيترين لڙاين ڪري شهر ڊاهي ڇڏيا ۽ لکين سولجر قتل ڪيا پر آخر ڪين اها موت جي راهه وٺي پيئي. ٿهن ڪري اي ڀاءُ يا ڀيڻ! هيڻ لئي سجاڳ ٿي، موت کي ياد ڪري، مالڪ جي سچيءَ راهه تي پير رک. اٿ! اُٿي سچو رهبر ڳول ۽ اُنهيءَ کان سچو رستو وٺي پنهنجو املڪ جنم سڦلو ڪر.

جيڪو وقت ٿو لاءِ باقي بچيل آهي سو ٿن جي اجاين ويچارن ۾ نه وڃاءِ، سواءِ جڏهن ٿوڪي اُٿن جي پاڻ جو ڪم اڳيان هجي. جيڪڏهن ٿون ٻين جي اجاين ڳالهين ۾ ڏيان ڏيندين ته پوءِ ٿون پاڻ وساري ڇڏيندين ۽ پوءِ ٿوکي پنهنجو آدرش هٿ نه ايندو. پرائي ٻچار ڪرڻ، پراوا ڇڄ لهڻ ۽ ٻين جي حسد ڪرڻ کان ٻچي پئو. ٿون پنهنجا خيال ۽ ويچار اهڙا ڪليا ۽ آزاد رک جو ٻيا به اهي سولائيءَ سان سمجهي سگهن.

سچي منش جي نشاني هيءَ آهي ته هو اُنين گذاري ٿو

ڪين جهڙن ڳالهين لاءِ آهي. انهن کي ڪاٺ لڳن لڳي ۽ پوءِ ڪاڏو پيتو، آرام بلڪ پر سڀڪجهه هن کي زهر لڳي ٿو ۽ ڪبس اهالي جهوري لڳل هرلدي آهي ۽ پنهنجي ساري ڪم کي سندر ۽ سندر بڻايان.

هاڻي پڌاءِ ۽ لنهنجا جبڪي مالڪ سان ملڻ جا فرض آهن سي انهن تي ملهه وارن جهڙن کان گهٽ قيمتي ۽ عزت لائق ۽ آهن جا؟

جبڪڏهن اسو ۽ چترالي ۽ عقل جي گهٽتائي آهي ۽ اها ڪا وڏي ڳالهه ڪانهي. لوڪي قدرت پر گيڙولي ڏلو آهي! جيڪي گڻ لنهنجي پيح الدر آهن، اهي ڪم آڻ، جي آهن سچائي، ديرپائي، سهڻ شڪتي، عيش عشرت کان نفرت، ياڳ کي منو ڪري مڃڻ، راضي رهڻ، ديساوان ٿيڻ، سادگي رکڻ، واهيات اول ۽ ٻولڻ، نهائي ۽ مالڪ جو سچائيءَ سان پيهن سمرن ڪرڻ. پر لون اڳتي وڪ وڌائڻ کان پير هڪين! لون وشواس رکي سچيءَ دل سان مالڪ کي ياد ڪر ۽ پوءِ لنهنجي انساني جامي پائڻ کي مبارڪ آهي! ڌن آهي! شاباس آهي!

"ستا آئي جاڳ، لنڊ ۽ ڪجي انتري،
جو لو سائهه پاڻيو، سو مالجهالدي جو ماڳ؛
سلطاني سهاڳ، لنڊن ڪندي لنا ملي." (شاهه).

پورو ٿيو.



ابدو آهي. اِهيءَ ڪري هڪڪي ڀرپور جي سمرڻ جي عادت وجهه.

۱۰- نام جپڻ سان سوين پاپ ناس ٿين ٿا. نام روپي اگني سڀ پاپ جا ڍنا ساڙي ڇڏي ٿي. اِهيءَ ڪري نام جپ.

۱۱- دک سک ڪرمن جو ڦل آهي، اِهيءَ ڪري ملو ڪري ڀوڳ. گهڻا دک نہ اسين پنهنجي ڪلمنا جي ڪري پيدا ٿا ڪريون. اِهيءَ ڪري اِهيءَ اَجائيءَ ڪلمنا جو ترڪ ڪر.

۱۲- اجا تڪليف اچي ڪونہ، اسين اُن جو خيال ڪري، اڳئين پنا پاڻ کي دک ڏيون. سوچ ڏٺون ۽ جڏهن دک در تي وارد ٿئي.

۱۳- مؤت کان ماڻهو اَجايو پيا ڊڄن ۽ موت تي دک کان ڇوٽڪارو ڏئي ٿو. مؤت آهي ابيءَ لئين زندگيءَ جو دروازو.

۱۴- اِنساني جولو آهي مڪتيءَ جي ڏاڪڻ جو آخرين ڏاڪو. نام روپي ڇلانگ ماري جوت تي چڙهي وڃ. نہ تہ اهڙو ڪرلدين جو سڌو وري وڃي پاتال ۾ پولدين.

۱۶- اڃا بہ وقت وڃايو ڪونهي. هينئر نہ اَنڪ. پل پل کي پنهنجي قيمت آهي. اَجايو وقت نہ وڃاءِ.

۱۷- ڊاڪٽر ڇا ڪندو جي مريض دوا نہ پيئندو! ستگرو ڇا ڪندو جي شش منتر نہ اُچاريندو.

۱۸- هن دنيا ۾ دک اُوس اچڻو آهي، اِهيءَ ڪري اُڳ تياري ڪر. اُن جي مرحبا ڪر تہ خوش ٿي هليو وڃي ۽ اهو ٽوڪي لنگ نہ ڪري.

۱۹- جنهن چيو "مون عشق ڪيو"، تنهن بہ عشق نہ ڪيو. ڇو جو عشق جي جوڻ جي ضرورت زبان تي نہ پولدي آهي. عشق تہ عاشق جي روم روم ۾ بڪندو آهي.

۲۰- دنيا کي تماشو ڪري سمجهہ. تون تماش بين ٿيءُ. سڀ تقلي ويس ڌاري آهن. اِهو ڪن لاءِ تماشو آهي. آئنا بہ هر هر پيئي اَقلي جولو پائي ۽ لاهي.